عوام جو آواز
روزانه هلال پاڪستان ڪراچي
مئگزين سيڪشن

مئنيجنگ ايڊيٽر:
ناصر بروهي

انچارج:
فقير محمد لاشاري

هي اخبار شيخ سلطان ٽرسٽ پاران محمد هاشم ميمڻ، شيخ سلطان ٽرسٽ پريس مان پرنٽر وسيد احمد صابري وٽان ڇپائي، ڪورٽ ويو ايم اي جناح روڊ ڪراچي مان شايع ڪئي.

پروڊڪشن:
محبوب نوروزي
گيٽ اپ
عرفان فاروقي
ڪئليگرافي:
سيد يوسف شاھ بخاري

فون نمبر
٢١٥٣٨٤
٢١١٣١٧

٥

# فهرست

## تاريخ

| مضمون | ليکڪ | صفحو |
|---|---|---|


## ادب

## پارٽ ۱



## سگهڙين سٽ



## فن











# پنھنجي پاران

ماڻھو جڏھن قدرت ۽ آدرشن جي گھوٽالي واري صورتحال جو شڪار ٿيڻ لڳندا آھن. تڏھن اديبن ۽ ليکڪن جي ذميواري ھميشه کان وڌيڪ وڌي ويندي آھي. سڄي دنيا جا اديب ۽ ڏاھا ماڻھو پنھنجي تاريخي حالتن جي حوالي سان سچا تا وڃن ٿا. والٽيئر ۽ روسو فرانس جي سماجي پائمالي واريءَ حالتن جي پيداوار ھئا. ھائيٽ گارشيا مارڪيز لاطيني آمريڪا جي ڏجھايل حالتن جي پيداوار آھي. حالتن جي حوالي سان سنڌ جي اديب ۽ ليکڪ جي ذميواري به اڳ کان اڳري ٿيندي پئي وڃي. ان ۾ ڪو شڪ ڪونھي ته سنڌي ادب ھر دور ۾ ڪنھن نه ڪنھن نموني پنھنجي ماڻھن جي ادب ھئڻ واري حيثيت کي قائم رکيو آھي، پر ان وقت ۽ اوسر جو جيڪو رفتار ھئڻ گھرجي، اھو نه ٿي سگھيو آھي.

اسان جي سنڌي اديبن کي اپيل آھي ته ھو اھڙو ادب ماڻھن کي ڏين جنھن ۾ ھنن جا تجربا، مشاھدا ۽ جاڻ ماڻھن جي نه رڳو ترجماني ڪن، پر انھن جي شعوري ضرورتن کي به پورو ڪن. ادبي محاذ تي نوڙي جو اسين چيئي سگھون ٿا ته تخليق جي ڏس ۾ ڪنھن گھوٽالي ۾ ناھيون، پر اديبن تي انيڪ ميارون پڌري ۾ اچن ٿيون. اچو ته اھي ميارون لاھڻ جي ڪوشش ڪريون.

ساڃاھ سلامت

(انچارج)






## مصر تي اڪرائي

(١٧٥٠ع کان ١٦٥٠ع قبل مسيح)

ڏيڍ هزار سالن کان پوءِ مصر جي وجود لاءِ سخت خطرو پيدا ٿي پيو. فرعونن جو اقتدار گهٽجي ويو ۽ سڄي ملڪ ۾ مانداڻ هو. نيوبين ٽيبين ۽ لبيا وارن مصر تي جيڪي اڪرايون پئي ڪيون تن کي به ڏاڍي ڏکيائي سان ٽاري پئي سگهي. ان کان پوءِ چوڏهين بادشاهن جي پڇاڙي وقت هڪ نئين حملي مصر کي ٻنهه ٻوڙي ڇڏيو. اهي نوان اينديڙ هڪساس هئا جن کي ريڍار بادشاه به ڪوٺيو ويندو هو. جيڪي رڻ پٽ کان آيا ۽ شهر ڊوڙي وسنديون اجاڙيندا، ڦرلٽ ڪندا ويا. هنن پاڻ سان گڏ هڪ ”ڳجهو اوزار“ آندو جنهن جي اڳيان مصري بيوس هئا. اهو هو گهوڙن جي ڇڪڻ وارو رٿ. ان کان سواءِ هنن وٽ جيڪي تير ۽ ڪمانون هيون تن جو مار به ان وقت جي روايتي تير ڪمان کان گهڻو اثرائتو ۽ ڀري تائين هيو. حضرت يوسف به انهن ڏينهن ۾ ٿي هو. هڪساس جو راڄ ملڪ مٿان احموز نالي فرعون اچي فتح ڪيو جنهن جي نئين بادشاهت ١٥٥٠ قبل مسيح ۾ شروع ٿي.

## فونيشيا جي سامونڊي سگهه

(١٢٠٠ قبل مسيح)

صدين تائين فونيشيائي ماڻهو رومي سمنڊ جي ڪناري سان رهندا پئي آيا ۽ گهڻو عرصو مٿن مصري فرعونن جو راڄ هو. فونيشيا جي شهزاده ١٢٠٠ قبل مسيح ۾ همت ڪري غلاميءَ مان جند ڇڏائڻ واري موقعي جو فائدو وٺڻ لاءِ ويڙهه شروع ڪئي ۽ جڪڙ مان آزاد ٿي ويا. ڪناري سان لڳ هنن جا مکيه شهر طائر ۽ سيڊان هئا (هاڻي اهي شهر لبنان ۾ آهن) ۽ اهي شهر وڏن سامونڊي ماڻهن جا شهر بڻجي ويا. هنن وڏا جهاز ٺاهيا ۽ جبرالٽر تائين پهچڻ ڪاهي ويا. اڀرندي ۽ اولهندي ڏانهن سفر ڪيا. اهي فونيشيا جا ئي ماڻهو هئا جن يورپ کي اهو نالو ڏنو، جنهن جي معنيٰ آهي ”سج لهڻ“ هو ساڳئي وقت ڪاروباري ماڻهو هئا ۽ هنن وقت بچائڻ واري لکت جو رواج وڌو، ۽ اها لکت يونان، روم ۽ يورپ جي ٻين هنڌن تائين پهتي.

## ڪارٿيج جو بنياد

(٨١٣ قبل مسيح)

فونيشيا جي ماڻهن آزادي ماڻڻ کان پوءِ ڏاڍو ناساچار ڪيو هنن جا سامونڊي بندرگاه ڏٺل وائٺل سموري دنيا جي سامونڊي جهازن سان ڀريا هئا، جتي خشڪي وارن ايراضين کان اينديڙ سامان جهازن ۾ ڀري وڻجارا نڪري پوندا هئا. جيڏانهن هو ويندا هئا، انهن علائقن ۾ اتر آفريڪا به شامل آهي. ٨١٣ق.م ۾ فونيشيا جي ماڻهن ته آفريڪا ۾ ڪارٿيج شهر جو بنياد رکيو جيڪو هاڻوڪي تيونس شهر کان گهڻو پري ڪونهي. قصن ۾ بڌايل آهي ته راڻي ديڊرو اچي اهو شهر پڌو هو. ڪارٿيج قديم زماني ۾ دنيا جو هڪ وڏو ۽ ڏاڍو سگهارو شهر هو.

## روم جو بنياد

٧٥٣ قبل مسيح

لڳ ڀڳ هڪ هزار سال اڳ هند-يورپ جي ڪجهه قبيلن جي لهر، الپائين کان گذرندي وچ ۽ ڏاکڻين اٽليءَ تي قبضو ڪري ورتو. اهي گهڻي ڀاڱي ڪل چار قبيلا هئا. سبين، سامي، امبرين ۽ لاطيني. لاطيني ماڻهو وچ اٽليءَ ۾ آباد ٿيا ۽ پاڻ لاءِ ننڍا ڳوٺ جوڙيائون.

٨٠٠ قبل مسيح ڌاري جڏهن اهڙا چاليهه کن ڳوٺ هئا، تڏهن هنن شهر ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو. هنن شهر اڏڻ لاءِ ٽائبر نديءَ جو ڪنارو چونڊيو، جتي سڄرن جي انبوهن واري ڏاڍي اوکي ڌرتي به هئي. پر هنن سڙسي ڪري ان جي صفائي شروع ڪري ڏني ڪم ڪندي هنن لاءِ ان ندي جي اترين پاسي واري اٽرسڪن قبيلي وارن جي اڪرائي جو خطرو به هو. دشمن جي حملي واري ڳالهه کي ڌيان ۾ رکندي هنن ڏٺو ته رڳو هڪ هنڌان هو ندي اڪري حملو ڪري ٿي سگهيا، سو انهن اتي هڪ قلعو قائم ڪري، اتي ئي شهر ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو. ٻه قصا آهن جيڪي شهر قائم ٿيڻ متعلق احوال ڏين ٿا. هڪڙي قصي ۾ اهو سهرو، ٽروجن واري لڙائي جي هڪ ڪوندر اينيس تي آهي. ۽ ٻيو جيڪو وڌيڪ مقبول قصو آهي، تنهن موجب ان ساڳي همراهه ٻوٽيرن مان جاڙن پاڻرن رومولس اهو شهر اڏيو جن کي هڪ مادي بگهڙ پاليو هو. قصي جي حساب موجب شهر اپريل ٧٥٣ قبل مسيح ۾ قائم ٿيو ۽ روم تي ٥٠٩ قبل مسيح تائين سنن بادشاهن حڪومت ڪئي ان کان پوءِ اها ريپبلڪ ٿي وئي.

# سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر

رابن لين فاڪس

بياس نديءَ کي پار ڪري، اوڀر هندستان ڏانهن وڌڻ واري وٿ ۾ نراس ۽ ناڪامي ڏسڻ کان پوءِ، سڪندر اعظم جڏهن بياس وٽان موٽ ڪري راوي نديءَ ڏانهن وڌڻ جا سانباها ڪري رهيو هو ته ڪيس اهي ڳالهيون ياد پيون جيڪي هتان جي ماڻهن ڪجهه وقت اڳي هن کي ”مالوني“ قبيلي بابت ٻڌايون هيون. (نوٽ: اها قوم اڄ به ”ملهي“ جي نالي سان موجود آهي- سنڌيڪار)

سڪندر کي خبردار ڪيو ويو هو ته ملتان جي مڪاني مالوئن ۾ ڏاڍي بي چيني پکڙيل آهي. اهي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي ڪنهن وقت کان وٺي راجا پورس توڙي ٻين پاهرين حملي آورن سان منهن ڏيندا رهيا آهن ۽ ڌارين خلاف هميشه مزاحمت ڪندا رهن ٿا پر سڪندر انهن سان مقابلي لاءِ به سنڌرو ٻڌي بيٺي رهيو. ڀرپائين ته آسپاس ننڍن قبيلن ۽ وستين کي ماري ميڇ پائين ۽ پوءِ راويءَ نديءَ ۾ ٻيڙا لاهي، ان پاسي رخ ڪيائين جتي چناب ۽ راوي پاڻ ۾ گڏجن ٿيون. ٻيڙا جڏهن اڳتي وڌي رهيا هئا ته انهن ۾ ويٺل ڪجهه مڪاني ماڻهن، نديءَ جي وڪڙ کي ڏسڻ شرط اها اڳڪٿي ڪئي ته اڳيان پاڻتو ڪن آهي. لشڪر جي ڪاٻي پاسي چناب ندي هئي. ”ڪن جا ڪڙڪا ٻڌي هنن پنهنجا ٻيڙا روڪي ورتا...... تکي رفتار وارا ٻيڙا به انهيءَ گوڙ سبب وائڙا ٿي اتي جهي ويا.“ هي اهو هنڌ هو جتي ٻئي نديون هڪ ٿي پئي وڃن ۽ پاڻي اهڙي زور سان ڦيرا کائي رهيو هو جڻ واچوڙو هجي. پر هاڻي اڳتي وڌڻ کانسواءِ ٻيو ته ڪو ڪم نئي نه هو. ڀرپائين اناج ۽ جانورن سان ڀريل ٻيڙا اڳتي موڪليا ويا جيڪي تمام وڏا ۽ ڳرا هئا. ڪن جي ڦيري ۾ پنوانيون کائي کائي نيٺ اهي اڳتي نڪري ويا پر ننڍن جنگي ٻيڙن جو اهڙو حشر ٿيو جو هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي ٽڪر ٽڪر ٿي ويا. سڪندر جو پنهنجو شاهي ٻيڙو به انهيءَ وڪڙ ۾ وڪوڙجي ويو هو ۽ هن ڪٽي درياهه ۾ ٽپ ڏنو. سورا تارو تري پار پيا ۽ سڪندر به انهن ۾ هو. اڳتي وڌي لشڪر ڪناري پيڙو ٿيو. هاڻ مسئلو پيدا ٿيو پڳل نڪل ٻيڙن جي مرمت جو ۽ مرمت واري ڪم جو ٻڌي مقدوني لشڪر کي پرو چڙهي ويو.

سڪندر سوچيو ته جيڪڏهن اتي ٿي ڊرڻو هئي ٻيڙا وبهي ٺهرائيندو ته ٿي سگهي ٿو ته مڪاني ماڻهن جي بغاوت ٿئي. تنهن ڪري پڳل ٻيڙا اتي ئي ڇڏڻ جو فيصلو ڪيائين ۽ پنهنجي لشڪر کي ڏاڍي ڏاهپ سان مختلف حصن ۾ ورهايائين: هفشسين ۽ ٻين رهيل ٻيڙن کي حڪم ڏنائين ته اهي پاڻين کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳتي وڌن. ٽوليمي کي سال ڍونڻ ۽ هاٿين وارا ٻيڙا وٺي آهستي آهستي ان جي پويان هلڻ لاءِ چيو ويو ۽ سڪندر پاڻ سان ٻارهن هزار سگهارا فوجي وٺي مالوئن تي حملو ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. هن اهو رٿيو هو ته دشمن تي سندن خبر پوڻ کان اڳ اوچتي ڪاهه ڪجي ته جيئن هنن کي تياريءَ جو وجهه نه ملي سگهي. مالوئن تائين پهچڻ لاءِ هن هڪڙو ڏکيو ۽ تمام وڏي ڦيري وارو رستو ورتو. رستي ۾ جيڪي وستيون آيون ٿي، تن ۾ تيستائين ڪوس ڪندو رهيو جيستائين اهي هٿيار ڦٽا ڪري پيش نه پيون. آيڪ نديءَ سان پاڻيءَ جو ذخيرو پاڻ سان کڻي، چندرا رڻ پٽ جا چاليهه ميل لتاڙي هن ڪماليه جي ڪوٽ ۾ رهندڙ بي خبر ماڻهن تي اوچتي چڙهائي ڪئي ۽ وٺ پڪڙ ۾ اهي ماڻهو قلعو ڇڏي، هرڻ پور جي ڊپ سان وارن پٺن ڏانهن ڊوڙيا. سڪندر مالوئن سان جنگ جوٽڻ جو پختو ارادو ڪري نڪتو هو ۽ واٽ تي سندس ماڻهن هنگي پنهنجا خدا ۽ هيرا پوڪ رهندي به ٻڌو. هن زوس، هاراڪلس ۽ ڊائونيسز جا نالا وٺي دعائون به گهريون

پئي سندس تقرير جو انداز به ڪشش وارو هو ۽ لشڪر جا حوصلا به وڌيا پئي. رڻ پٽ جي هن اڻانگي سفر سبب لشڪر ۾ مايوسي پکڙيل هئي پر سڪندر کي تقرير جو جيڪو شاندار فن پنهنجي ميءُ قلب کان ورثي ۾ مليو هو، تنهن پنهنجو پورو پورو اثر ڏيکاريو. اتوريءَ جي قلعي وٽ پهچڻ ڪانپوءِ هن تقرير ڪئي ۽ لشڪر کي اڳيان وڌڻ لاءِ همٿايائين. قلعي جي پٽن تي حملو ڪرڻ ڪانپوءِ هنن مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻون بيهاريون ۽ سڪندر سڀ کان پهرين ڏاڪڻ تي چڙهي مئسيدوني لشڪر کي شرمندو ڪيو. قلعي جي پريان درياهه جي ڪپ تي ملوين جو لشڪر پنجاهه هزار جي تعداد ۾ بيٺل هو پر سڪندر جا ٻه هزار گهوڙيسوار ڏسي، انهن دريا ٽپڻ شروع ڪيو ۽ عظيم شهر ملتان جي هڪ تمام وڏي ڪوٽ ۾ داخل ٿي ويا.

ملتان جو نالو وڪٽوريا جي زماني ۾ هندستان تي راڄ ڪندڙ هر هڪ انگريز جي دل تي چٽيل آهي. جيڪڏهن ١٨٤٨ع ۾ ملتان جي سک حاڪم مولراج خلاف حملي ۾ انگريز ڪپتان ايڊورڊ جو قصو پڙهجي ته ان مان سولي طرح سان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ان کان ويهه صديون اڳ هن علائقي ۾ سڪندر سان ڪهڙيون تڪليفون ڏنيون هونديون. ايڊورڊ جيان سڪندر جي لشڪر جو تعداد به ملوين جي پٽ ۾ ڏهين حصي جيترو گهٽ هو.

( نوٽ: هتي تاريخ لکندڙ جي سڪندر اعظم سان ڪجهه وڌيڪ همدردي ۽ طرفداري نظر اچي ٿي؛ سڪندر اعظم کي ملوين جي بهادري ۽ مزاحمت بابت اڳي ئي پوري ڄاڻ هئي. ان هوندي به پنهنجي سوا لک فوج سان رڳو ٻارهن هزار سپاهي وڏي مالوين جهڙي ارڏي قبيلي سان ( جن سان پورس جهڙو بادشاهه به نمي پئي سگهيو ) مقابلو ڪرڻ واري ڳالهه ۾ وڏائي محسوس ٿئي ٿو.)

ملتان ان وقت به اڄ وانگر ٻن شهرن ۾ ورهايل هو يا ائين چئجي ته ٻن شهرن جو گڏيل نالو ملتان هو. ملتان جي هڪڙي پاسي درياهه جي ڪپ سان گڏوگڏ ديوار ڏهيل هئي ۽ شهر جي وچ ۾ هڪ اڀرندڙ دڙي تي اهو ڪوٽ هو. ڪمانڊ جي لحاظ کان ملتان سٺي پوزيشن ۾ هو ۽ پري کان نئين انبن، کجين ۽ ٻين ميون جي وڻڪار ڏسڻ ۾ ايندي هئي. ملتان ۾ رڳو اها خاصيت نه هئي ته اتي سوڪ ۽ سرسبز زمين آهي پر اڄ به ملتان جا ماڻهو ان جون جيڪي چار خاصيتون ٻڌائين ٿا، سي آهن: قبرستان، فقيرن جا انبوهه، رڻ پٽ جي واري ۽ گرمي.

حضرت عيسيٰ کان ٣٢٥ سال اڳ جي بهار وارن مهينن ۾ سڪندر اعظم، اهڙين هيبتناڪ حالتن هيٺ هن قلعي تي چڙهائي ڪئي. جڏهن هنجي پويان رهجي ويل پيادل فوج پهتي ته انکي ديوار جي هڪ ننڍي دروازي تي حملو ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. دروازو ٽٽو ۽ مئسيدوني لشڪر اندر گهڙيو ۽ پٽ سان چوڌاري ٽيڪ ڏيندو، پهندو ويو. ڏوليمي لکيو آهي ته فوج جي جنهن حصي جي اڳواڻي پرڊيڪاس ڪري رهيو هو، سا اڃا بس پٽ جي پاهران ئي بيٺل هئي. سڪندر هاڻ جيڪو حملو ڪرڻ وارو هو، ان تي اڄ ڏينهن تائين تاريخ نويس يڪراءِ نه ٿي سگهيا آهن. بنيادي ڳالهه شاهي ڪوٽ اندر پهچڻ جي هئي جنهن کي ١٩ صديءَ ۾ انگريز ايڊورڊ پندرهن ڏينهن جي هڻ هڻان ڪانپوءِ فتح ڪري سگهيو هو. سڪندر، کوٽائي ڪندڙن ۽ سرنگهون ڏاهيندڙن کي ڪم شروع ڪرڻ لاءِ چيو ۽ ڏاڪڻون به ايون ڪرايائين. فوجي اڳيان وڌڻ کان لهرائي رهيا هئا تنهنڪري سڪندر سڀ کان پهرين پاڻ ڏاڪڻ تي چڙهڻ لڳو، کيس ڏسندي شرط ئي پيا مکيه سالار سندس پويان چڙهيا. انهن مان هڪڙي جي هٿ ۾ اخلز (Achilles) واري مقدس ڍال به هئي جيڪا سڪندر ٽروءِ (Troy) جي کنڊرن مان حاصل ڪئي هئي. هو جڏهن مٿي چڙهي رهيا هئا ته ڪجهه مڪاني ماڻهن اڳتي وڌي کين روڪڻ لاءِ واجهه وڌا پر سڪندر جي لشڪر انهن کي ترارن سان ڪِترا ڪِترا ڪري ڇڏيو ۽ ان کان پوءِ هتانجو بادشاهه ڪوٽ اندر اوچائي تي بيٺل ڏسڻ ۾ آيو، سندس هٿ ۾ تلوار هئي ۽ پويان خالي آسمان. ڪوٽ جي پاهرين پٽ تي چڙهيا هئا ته هيٺ ڏاڪڻون ڀڄڻ ۽ ٽٽڻ لڳيون تنهن ڪري سڪندر جا وڌيڪ محافظ پٽ تي چڙهي نه سگهيا. سڪندر گهڻو مٿي چڙهي چڪو هو ۽ پنهنجن ساٿين کان ڌار ٿي ويو هو. پر منارن تان مٿس تيرن جو وسڪارو پئي ٿيو. جيڪڏهن سڪندر جي جاءِ تي هوشيار ماڻهو هجي ها ته ٽپ ڏئي اچي پنهنجن ساٿين ڀيڙو ٿئي ها، پر سڪندر پنهنجو سر بچائڻ لاءِ هوشيار رهڻ چاهيندو ئي نه هو! تنهن ڪري هو پرئين پاسي ٽپي، ڪوٽ اندر ڏهيل شهر ۾ داخل ٿي ويو. اهو سندس بدڪار فيصلو هو، جنهن ڪري هن وڏي غير ذميواري وارو ڪم ڪيو هو. هن جهٽ ڪري، هڪڙي وڻ هيٺان پناهه ورتي ته جيئن ڍال ۽ تيرن جي

سوڪري ڪنڌ ٻڌڻ بعد ئي سڪندر ڪيترائي ماڻهو سنڌس سڄي اچي بيٺا هئا ۽ هو پنهنجي بچاءَ لاءِ زبردست هٿوراڙون هڻڻ لڳو. تلوار هلائي مقابلو ڪرڻ سان گڏوگڏ آهستي آهستي ٻئي ڪنڌي دشمنن تي اڇلائيندو رهيو. اتري ۾ سنڌس ٽيئي سڪيه عملدار به مقدس ڍال سوڌا اچي پهتا پر سڪاني ماڻهو تيراندازيءَ ۾ اهڙا ته ماهر هئا جو ٿورڙن ئي سنڌس ٽنهي ساٿين کي ڦٽي وڌائون ۽ پوءِ هڪڙو ئي اوٽ ڏٺو تير سڪندر جي ٻت تي چڙهيل بچاءَ واري زرهه سان پار ٿي، سنڌس ڇاتيءَ ۾ کپي ويو. اتري ۾ هڪ سڪاني ماڻهو تلوار سان سڪندر کي مارڻ لاءِ اڳتي وڌيو پر هن انجي وار ڪان اڳ ئي ڪيس خنجر وهائي ڪيرايو ۽ ٻالڪي ٽروڙ ڍال هيٺان ويڙهي ڇڏيو. پوءِ هو بيهوش ٿي ويو ۽ رت سنڌس ڇاتيءَ مان ڦينڊيون ڪري وهي رهيو هو.

ٻاهرئين پاسي سڪندر جو لشڪر پڳهي ڏاڪڻ جون ڪاٺيون ڪٽي ڪوٽ جي ديوارن کي ڊاهيندو رهيو. ڪجهه ماڻهو هڪ ٻئي جي ڪلهن تي چڙهي پت ٽپيا ۽ شهر ۾ ڪوڙي آيا ۽ پنهنجي بادشاهه کي انهيءَ حال ۾ ڏسي سنڌس بچاءَ لاءِ ڪيس چوڌاري گهيرو ڪري بيهي رهيا. سڪاني ماڻهن واهه جو موقعو وڃائي ڇڏيو هو. اتري ۾ سڪندر جو پيو لشڪر به لوهي دروازا ٽوڙي اندر ڪاهي آيو ۽ ملوني، هن کي وڌندو ڏسي پنهنجي حفاظت لاءِ وڪ ٻڪڙ ڪرڻ لڳا.

**انهيءَ کان پوءِ مقدوني لشڪر ملتان جي هر هڪ مرد، هر عورت ۽ هر ٻار کي، پنهنجي تلوارن جو ٻڪ بڻائي، ٽڪر ٽڪر ڪري، ڪٽي ڇڏيو.**

ڇڪاس ڪان پوءِ پتو پيو ته سڪندر اعظم کي تمام گهرو گهاءُ لڳي ويو هو ۽ معاملو گهڻو ٿي چڪو هو. لشڪر کي ذري به امد نه هئي ته هاڻ هو بچندو. ڪيس مقدس ڍال تي ليٽائي نيو ويو. ٽوليمي، جيڪو هاڻ اتي موجود نه هو، لکي ٿو: "سڪندر جي ڦٽ مان نڪرندڙ رت سان گڏ گڏ هوا به نڪري رهي هئي". انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته تير لڳڻ سان هنجو ڦڦڙ ڦاٽي پيو هو پر جيئن ته يوناني ماڻهو طبي سائنس جا ماهر هئا تنهڪري هن جي علاج ۾ ڪا به ڍِڪيائي ڪانه ٿي. ايترو ضرور هو ته اڄاڻائين يونانين کي رت جي دوري بابت ڪاڄاڻ نه ٿي هئي ۽ هو سمجهندا هئا ته عقل ۽ ڏاهپ جو مرڪز ماڻهوءَ جي دل آهي. ٿي سگهي ٿو ته هوا جا بوڙبا نڪرندي ڏسي، هنن اهو سمجهيو هجي ته رڳن ۾ به هوا يا سڪيه روح هوندو آهي ۽ ڪنهن ماڻهوءَ جي ڦٽجڻ ڪانپوءِ لازمي آهي ته پهريون اها هوا ٻاهر نڪري رت کي ڪس ڏئي. ٽوليميءَ جو مقصد اهو به ٿي سگهي ٿو ته بادشاهه جي رڳن مان سڪيه روح نڪري وڃڻ سبب ئي، هو ايڏو جلدي بيهوش ٿي ويو. تير جي ديکهه مان ئي ڪاٿو ڪري سگهجي ٿو ته اهو سڪندر جي ڦڦڙ ۾ ضرور لڳو هوندو ۽ ملتان جي انهيءَ واقعي ڪانپوءِ، سڪندر بابت ڪڏهن به نه پڙهيو آهي ته هو اڳي جيان دليريءَ سان پيهر وڙهي سگهيو. تير لڳڻ ڪانپوءِ هنجي جيڪا حالت ٿي هئي، تنهن کي ڏسي ڪنهن کي به پڪ نه هئي ته سڪندر بچي سگهندو. هپاڪريٽڪ اسڪول وارا جيڪي يوناني طبيب هن سان گڏ هئا، تن هن جي ڇاتيءَ مان تير ڪڍيو ۽ ان ڪانپوءِ اهو افواه پکڙجي ويو ته سڪندر مري چڪو آهي. هفيشين (Hephaistion) ٽوڙي ٽنبن ۾ وڃڻ پٺيءَ لشڪر وٽ جڏهن اهو پڙهو گهمايو ويو ته سڪندر چاڪ ٿي ويو آهي ۽ ترت هنن سان اچي ملندو، تڏهن ڪنهن به انهيءَ ڳالهه تي ويساهه نه ڪيو ۽ چيائون ته اهو جنرلن ۽ محافظن جو گهڙيل ڪوڙ آهي. هڪ هفتي اندر سڪندر انهيءَ ڪم لاءِ اٽي ڪڙو ٽيو جيڪو هن ڇاتو ٿي ته ڪيس ڪرڻو آهي. هن ڪجهه ماڻهن کي حڪم ڏنو ته ڪيس راوي نديءَ تائين ڪاٺي هلو جتان ٻيڙي ۾ ويهي هو، هيٺئين تر ۾ ترسيل پنهنجي لشڪر سان ملندو؛ اهو منظر سنڌس امير البحر بعد ۾ جنهن نموني لکيو آهي ان مان پرکي سگهجي ٿو ته زوس واقعي هڪ بهترين سرواڻ ۽ اڳواڻ وارين خوبين هيون:

"هفيشن ۽ سنڌس نگرانيءَ هيٺ ڏنل پيڙن وارو لشڪر پنهجن تنبن ۾ ويٺو هو ته سڪندر کي کڻي ايندڙ ٻيڙي ويجهو اچي پهتي. ٻيڙيءَ کي چوڌاري پردو لڳل هو. سڪندر حڪم ڏنو ته سنڌس آڏو پردو هٽايو وڃي ته جيئن هو ماڻهن کي ڏسڻ ۾ اچي سگهي. تڏهن به لشڪر کي اعتبار ئي نه اچي ۽ چوڻ لڳا ته اهو اصل ۾ بادشاهه جو جنازو آهي جنهن کي دفنائڻ لاءِ نيو پيو وڃي. ٻيڙي جڏهن ڪناري سان اچي لڳي ته سڪندر هٿ مٿي کنيو ۽ ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ لوڏيائين. چوطرف خوشيءَ جا نعرا بلند ٿي ويا. ڪي ماڻهو سڪندر کي هٿ

ٿوڏي مبارڪون ڏيئي رهيا هئا ته ڪيترن جا هٿ آسمان ڏانهن به کڄي ويا. گهڻن جي اکين ۾ ته خوشيءَ وچان لڙڪ به لڙي آيا. ڪجهه مخالفن هن جي ٻلنگ کي ٻيڙيءَ ويجهو آندو جيئن سڪندر ٻيڙيءَ مان لهي، ان تي ليٽي پوي پر سڪندر اهڙا صلاح نه مڃي ۽ حڪم ڏنائين ته گهوڙو آندو وڃي. جڏهن کيس گهوڙي تي ويٺل ڏٺو ويو ته سموري لشڪر ۾ نعرن ۽ تاڙين جو ٺڪاءُ ٿي ويو؛ ايڏو گوڙ ٿيو جو سڄو آسمان مٿي تي کڄي ويو. نديءَ جي ڪپ ۽ ڪناري پلن سبب انهيءَ گوڙ جو پڙاڏو به ٿي رهيو هو. سڪندر چوڌاري چڪر لڳائي جڏهن پنهنجي تنبوءَ ويجهو ٿيو تڏهن گهوڙي تان لهي پنڌ هلي ڏيکاريو. ساٿي مٿس ٽٽي پيا، ڪنهن هٿ سان جهليس ته ڪنهن پير سان، ڪو سندس ڪپڙن کي چمي پئي خوش ٿيو ته ڪنهن وري سندس ويجهو اچي سارا پريل گلتو ٿي چيو. ڪن ساٿين، ان وقت ملتان ۾ جيڪي اسر ڪيل هئا سي آئي مٿس وڌا ته ڪن وري اکڙيون ۽ ايڙون اچلائي سندس آجيان پئي ڪئي. (هلنڊڙ)

سنڌيڪار: دستگير ڀٽي



# رني ڪوٽ

ايم. ايڇ پنهور — سنڌي ڪيا: غلام حسين رنگريز

(نوٽ:- هي مضمون سنڌ جي مشهور محقق محترم ايم ايڇ پنهور لکيو ۽ "سنڌ ڪوارٽرلي" جي واليوم ١٠ نمبر ٤ ١٩٨٢ع جي پرچي ۾ ڇپيو)

رني ڪوٽ تي ڇپيل مواد صرف ڪرنل رشيد جو اهو مضمون آهي جيڪو فيبروري ١٩٦٥ع جي اقبال ريويو ۾ شايع ٿيو. آئون ڪرنل رشيد، سيد حسام الدين راشدي، محمد ابراهيم جويو ۽ غلام رباني جنوري ١٩٦٥ع ۾ رني ڪوٽ جو سير ڪرڻ ويا هئاسين اسان سڀ ۾ ۾ ڏينهن محترم جي ايم سيد وٽ مهمان ٿيا هئاسين. هن صاحب اسانجي قلعي گهمڻ لاءِ راتو رات ڇهه اٺ اڳواٽ اماڻي ڇڏيا جنکي اسانکي ڪوٽ جي وڏي دروازي وٽان صبح جو ڪٺو هئو. اسان سڀ ڪان هڪ فوروهيل وئن ۾ قلعي ڏانهن روانا ٿيا هئاسين. ڏينهن جي ڪهٽ ڪري وارن پهرن ۾ اسان وڏي قلعي جي ڪن حصن ۽ اندرين ننڍن ڪوٽن "ميري" ۽ "شير ڳڙهه" جو سير ڪيو. اسان انهي سير دوران قلعي جا ٻيا ٻي دروازا نه ڏسي سگهيا هئاسين. ڪرنل رشيد ڪي قلعي بابت Usaid جي وليم ايبي اڳواٽ ئي ڪجهه احوال ڏنا هئا، جيڪو صاحب اڳ ۾ قلعو گهمي چڪو هئو ۽ قلعي جون تصويرون به ورتيون هئائين. ڪرنل رشيد جي مضمون ۾ ڏنل احوال جو ڪچ حصو محترم جي ايم سيد جي مهيا ڪيل اطلاعن تي مشتمل آهي. محترم سيد صاحب ڪيترائي ڀيرا هي قلعو گهميو هئو ۽ قلعي اندر موجود ميري ڪوٽ ۾ وقتي رهائش لاءِ ڪي جڳهيون به ٺهرايون ۽ مرمت ڪرايون هيون. ڪرنل رشيد جي مضمون ۾ قلعن ۽ دروازن جا ڏنل نالا به محترم جي ايم سيد جا ٻڌايل آهن. محترم سيد جو رايو هئو ته قلعو ٻڪٽريئن يونانين (باختري يونانين) اڪانئين پارٿين يا ساساڻين ماڻهن جو اڏايل آهي. هن

صاحب (سيد) سنڌ جي مختلف حڪمرانن جو سنوارجڻو ٻڌايو هئو جيڪو ٽوڙي تريم سان ڪرنل رشيد پيش ڪيو ۽ جيڪو پوري جو پورو صحيح نه آهي. هن مضمون سان گڏ ڏنل تصويرن مان ڪيتريون تصويرون وليم ايبي جي تصويري مجموعي مان ورتل آهن.

هن مضمون لکڻ جو سڀ مقصد هي آهي ته ڪرنل رشيد جي ڪيل چڪن کي درس ڪجي ۽ هن ڪوٽ جي ضرورت ۽ هنڌ جو تاريخي ۽ سائنسي تجزيو ڪجي، ڇاڪاڻ ته هي ڪوٽ جنهن متعلق قياس ڪيو ويندو ته دنيا جو وڏي ۾ وڏو قلعو آهي انجي لاءِ ايتري چنڊ ڇاڻ تمام ضروري آهي.

١- ڪرنل رشيد ڪير ٿر سلسلي متعلق اڏڪن جي راءِ ڪي، ته اهو ٤٠٠٠ ڪان ٥٠٠٠ فٽ اوچو آهي، شڪ جي نگاهه سان ڏسي ٿو. ڪير ٿر سلسلو اتر دادو ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ "درياڙو" ۽ "ڪتي جي قبر" وٽ اٽڪل ٧٠٠٠ فٽ اوچو آهي، ۽ رني ڪوٽ جي ويجهو ٽڪرين جي اچائي صرف ٢٠٠٠ فٽن تائين وڃيو پهچي.

٢- ڪرنل رشيد ڪوٽ جي هنڌ جي صحيح نشاندهي ڪئي آهي. ڪوٽ جي گهيري متعلق محترم جي ايم سيد جو خيال آهي ته اهو ١٨ ميل ٿيندو، ڪرنل رشيد جو چوڻ آهي ته ١٦ يا ١٧ ميل ٿيندو، پر محتاط اندازي مطابق اهو ١٤ يا ١٥ ميل ٿيندو اڄ کان ١٥٠ سال اڳ اليگزينڊر برنس جي ڪٿ به اها هئي ته اهو ١٥ ميل ٿيندو. اي ڊبليو هگس (A· W· Hughes) پنهنجي سنڌ گزيٽيئر ١٨٧٦ع جي ايڊيشن ۾ به ساڳي ڪٿ ڄاڻائي آهي، ۽ هوائي تصويرن جي ذريعي انجي تصديق به ڪئي ويئي آهي.

٣- ڪرنل رشيد جو خيال آهي ته قلعي جو وڏو دروازو داخلا جو دروازو هئو ۽ ان وٽ ڪلدار پل ۽ بند به هئا. ڪرنل صاحب جو اهو خيال صحيح آهي.

٤- ڪرنل صاحب جو هي چوڻ ته ڪلدار پل ۽ بندن جو مقصد هئو پاڻي جمع ڪري هڪ ڍنڍ بنائڻ جيڪا سڄي وادي ۾ پکڙيل هجي اهو خيال صحيح نه آهي. وادي جا مٿاڇرا ڪجهه اهڙا آهن جو اتي وڏي دروازي وٽ قلعي جي پٽن کي نقصان رسائڻ ۽ ٻوڙڻ کانسواءِ چند سئو فٽن کان مٿي ڍنڍ وڌي نٿي سگهي. قلعي جون ديوارون پاڻي

جي وڏي داب جي ست سهڻ جهڙيون به نه آهن. انهن بندن بنائڻ جو مکيه مقصد سواءِ انهي جي ٻيو ڪوبه نٿو ٿي سگهي ته قلعي جي رهواسين جي استعمال لاءِ ڪجهه پاڻي ذخيرو ڪجي. اهو بند ڪنهن به حالت ۾ آبپاشي جي ڪم جو نٿو ٿي سگهي.

۵- هنجو خيال آهي ته ڪوٽ جي اندرين وادي زرخيز ۽ آباد هئي جنهن ڪري حملي آورن جي لالچي نگاهن جو نشانو بڻي پئي. ٻاهر ڪي حملن جي آفتن کان بچائڻ لاءِ حاڪمن اهڙو انوکو قلعو اڏرايو. صاحب موصوف جو اهو بيان هيٺين سببن ڪري صحيح نه آهي.

الف- ڪوٽ جي اندرين ايراضي اٽڪل ۸ يا ۹ ميلن يا اٽڪل ۶ هزار ايڪڙن کان مٿي نه هوندي ۽ انهي مان پوک لائق ايراضي، سابه بهترين زمين ۽ آبپاشي انتظامن جي حالت ۾، ۱۵ سئو ايڪڙن کان مٿي نه ٿيندي. جيڪڏهن موجوده زرعي پيداوار جي حد کي ان زماني تي رکجي ته اها صرف ۶ هزار انسانن جي پورت ڪري سگهي ٿي.

ب- گذريل پنجن سالن دوران سنڌ ۾ ساليانو بارش جو انداز تقريبن ساڳيو رهندو آيو آهي. زير بحث ايراضي ساليانو ڇهه انچ بارش جي حد اندر اچي ٿي ۽ جڏهن ته هر يارهن (۱۱) سالن ۾ ٽي سال اهڙا اچن ٿا جيڪي خشڪ سالي وارا هوندا آهن. بارش جي انهي صورتحال ۾ وادي کي اڪثر ڏڪار واريون حالتون ڏسڻيون پيون هونديون، جيئن ته موجوده وقت به ساڳي حالت آهي. موجوده وقت قلعي جي اندر ۽ ٻاهر ۾ خانه بدوش ماڻهو ئي رهن ٿا.

ب- هن ايراضيءَ جي چڱي يا فائديمند صورت هيءَ به آهي ته قدرتي زميني پاڻي قلعي مان سڌو

اتر کان ڏکڻ ڏانهن الهندي يا موهن دروازي وٽان وهي ٿو انهي پاڻي موڪجهه حصو "ميري ڪوٽ" جي ويجهڙائي واري چشمي مان ڦٽي نڪري ٿو. جيتوڻيڪ انوي جو وڏ ۾ وڏ وهڪرو ڪيوسڪ جي ۱٫۶ حصي برابر ٿائين هوندو آهي. جنهن مان ميري ڪوٽ جي ايراضي جو ۶۵ فٽ هيٺاهون پٽ آلو ٿئي ٿو.

موجوده وقت انهي پاڻيءَ کي ترقي وٺرائي سگهجي ٿي، پر قديم رهواسين وٽ نه ايتري ڄاڻ هئي ۽ نه ڪا اهڙي شاهدي ملي ٿي جنهن مان پتو پوي ته هنن اهڙي ڪا ڪوشش ورتي هئي.

۶- ڪرنل رشيد ڪوٽ جي چئن دروازن جا جيڪي نالا ڏنا آهن سي صحيح آهن.

۱- سن وارو يا اڀرندو دروازو. ۲- آمري يا اترين دروازو. ۳- شاهه پير يا ڏاکڻيون دروازو ۴- موهن يا الهندو دروازو.

اهي نالا قديمي نه پر هاڻوڪا آهن. انهي ڪري انهن نالن جي مدد مان تاريخ جو تاجي پهلو آلئي صحيح نتيجن تائين پهچڻ ۾ مدد ڪو نه ڏيندو. ڪرنل رشيد جو خيال آهي ته جيئن ته اترين دروازي جو نالو آمري آهي انهي ڪري هي قلعو به ان وقت اڏرايو ويو هوندو جڏهن آمري آباد هوندي. آمري جو شهر ۲۵۰۰-۳۵۰۰ قبل مسيح جي وچ ۾ آباد هئو. قلعو ايترو جهونو نٿو ٿي سگهي. انهي زماني ۾ رني ڪوٽ قسم جي قلعن جو تصور موجود نه هئو. انهيڪان سواءِ هيءَ ڳالهه به غور لائق آهي ته ۵۵۰ سال اڳ آبادي جيڪا ۱۶ صدي عيسوي جي موجوده

آمري واري ڳوٺ جي ويجهو ڪنڊرن ۾ دفن آهي سا به ساڳئي آمري جي نالي مان ڪيتئن سڏبي هئي.

۷- وڏي قلعي جي اندر ٻه ننڍا ڪوٽ آهن جن کي ميري ۽ شير ڳڙهه سڏجي ٿو. اهي نالا صحيح آهن سروي آف انڊيا منهن ۾ ميري کي آمري يا آلميري لکيو آهي جيڪا سرويئرن جي لساني چڪ آهي چاڪاڻ ته اهي مقامي زبان جي اچارن کان نا واقف هئا. ميري جو لفظ ميدان (ميوهڻ) ۾ ننڍي ڪوٽ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو رهيو آهي

آئون ان جي استعمال کي ترجيح ڏيندس. انهي نالي جو ميدان ڪو لڳ لاڳاپو ٿي سگهي ٿو، مگر موجوده حالتن ۾ ان ڳالهه تي اصرار ڪرڻ مناسب نٿو سمجهان.

۸- ڪرنل رشيد جو وڏي

قلعي واري لنگهه جي دروازي (سن دروازو)، بيضوي ٿنڀن ۽ انهن ۾ سخن مٿائن لاءِ سوراخن جي هئڻ ڏانو يا ڪاٺ جي ۱۶ تختن جو ٻاڻ کي روڪڻ لاءِ لڳل هجڻ وارو خيال صحيح نظر اچي ٿو. موجوده لنگهه وارو دروازو جيڪو سن دروازو به سڏجي ٿو اصلي اڏاوت جو نٿو لڳي. اهو ۱۶۰ سال اڳ ڏلهرن جو مرمت ڪرايل يا نئين سر اڏايل هوندو.

۹- هيءُ خيال ته قلعي جي اندرين واري برسات جي پاڻي ۽ قلعي جي وچان لنگهندڙ ندي جي وهڪري جي ڪري زرخيز هوندي غلطي تي مبني آهي. رني ڪوٽ ۾ بارش جو مين (Mean) آهي. ۶ کان ۷ انچ ۽ هتي پهچڻ جو ساليانو مين آهي ۹۰ کان ۱۰۰ انچ رني ڪوٽ ايراضي ۾ بارش جو ساهيانو مين هن ريت آهي.

## ٻرش جو ماهيانو مين (Mean)

| | |
|---|---|
| جنوري | ۰۰۱ |
| فيبروري | ۰۰۳ |
| مارچ | ۰۰۲ |
| اپريل | ۰۰۲ |
| مئي | ۰۰۲ |
| جون | ۰۰۳ |
| جولاءِ | ۰۰۴ |
| آگسٽ | ۲۰۵ |
| سيپٽمبر | ۰۰۹ |
| آڪٽوبر | ۰۰۱ |
| نومبر | ۰۰۰ |
| ڊسمبر | ۰۰۱ |

جملي ۷۰۳ انچ

بارش جي پاڻي جو اهو مقدار ايستائين زراعت لاءِ ڪارگر نٿو ٿي سگهي جيستائين سائنسي ۽ انجنيري طريقا نہ اختيار ڪيا وڃن يقينن قديمي لوڪ انهي ڇاڻ ۽ ڏيکڪ کان واقف هئا.

رني ڪوٽ نديءَ جي پاڻي جي ٻوڇ هيٺ اينڌڙ زمين الهندي دروازي جي پاهران ۽ اندران مشتمل سان ۴۸ چورس ميل هوندي. جيڪڏهن قياس ڪجي تہ ۴۰ ڪلاڪن جي ۶ انچي بارش سان وڏ ۾ وڏ ۱۹۶۹ سيڪڙو پاڻي جو وهڪرو ٿئي ۽ ان کي سٺي بندوبست سان محفوظ ڪجي تہ اهو بہ صرف جوار جي، ۲۳۰۰ ايڪڙن لاءِ مس پورو ٿيندو. ۾ آگسٽ کان مارچ تائين وڏي پيماني تي بخارات ۽ اپريل کان جولاءِ تائين گهٽ بخارات ۽ پاسي وارين پاڻي هيٺ آباد زمين جي نسبت، صورتحال کي وڌيڪ ناسازگار بنايو ڇڏين ۽ اهو بنهہ مشڪل ٿيو پوي جو اونهاري جي بارش جي وٽ تي ڪي فصل پوکي سگهجن.

رني ڪوٽ ايراضي لاءِ مخصوص ندي اندر ۵ انچ بارش پوڻ جو امڪان هن رٿ ڏي سگهجي ٿو:-

| | | |
|---|---|---|
| ۱ ڏينهن ۾ | هر ڏهن سالن | سان ۱ سال. |
| ۵ ڏينهن ۾ | هر پنجن سالن | سان ۱ سال. |
| ۳۰ ڏينهن ۾ | پنجن سالن | سان ۲ سال. |

۳۳ سالن سان ڪنهن هڪ سال سو ٻہ وڏي مشڪل سان جولاءِ ۾ ۱۴ انچ ۽ آگسٽ ۾ ۲۱ انچ وڏي بارش پئي سگهي ٿي.

ڏورڙي وقت ۾ هن قسم جو پنا پوڙ مينهن يقيناً قلعي جي دروازي کي نقصان تہ پهچائيندو پر لوڙهي بہ ويندو اهڙي پنا پوڙ اوڙڪ ضلع دادوءَ جي ڳاج وادي ۾ ۱۹۵۶ع ۾ آئي جنهن جي نتيجي ۾ ٽن تعلقن جوهي، دادو ۽ سيوهڻ ۾ ٻوڏ آئي ۽ منڇر بہ اڇ ڏي وئي. انهي قسم جي تباهي صرف ۱۹۴۲ع ۽ ۱۹۴۸ع ۾ سنڌوءَ جي آڌل سبب انهن ٽن تعلقن ۾ اڳ ۾ ٿي هئي. جيئن تہ انهي اوڙڪ جو سمورو پاڻي پن ٽن ڪلاڪن ۾ سنڌوءَ ڏانهن هليو ويو. انهي ڪري دروازي کي ۲۵ هزار ڪيوسڪ سان خارج ڪرڻ پوندو.

آئون هڪ سال جي سڀاڻن نو تہ گهٽ ۾ گهٽ صديءَ ۾ هڪ ڀيرو ضرور اهڙي اوڙڪ آئي هوندي جنهن رني ڪوٽ جا سن ۽ موهن دروازا لوڙهي ڇڏيا هوندا ۽ پوءِ ادي وقت پوقت مرمت ۽ نئين اڏاوت هيٺ آيا هوندا.

هن ايراضي جي پي آبهوائي ڊيٽا هن ريت آهي.

### ڏسو چارٽ ۱

اها آبهوائي ڊيٽا هن ايراضي جي ۱۵۰ پارس تان ورتي وئي آهي جنهن سان پتو پوي ٿو تہ نہ هيءَ ايراضي ڪڏهن زرخيز ۽ آباد رهي آهي ۽ نہ انهي ۾ ايستائين زرخيزي آڻي سگهجي ٿي جيستائين ٻي ڪنهن انهي کي پاڻي پهچڻ جو انتظام ڪيو وڃي. اهڙي انتظام لاءِ هن صديءَ جي ابتدا تائين نہ اهڙي ڇاڻ ۽ نہ اهڙا ذريعا موجود هئا.

۱۰- ڪرنل رشد جو هيءَ خيال صحيح آهي تہ فصيل (قلعي جي ديوار) جا گول برج يا منارا بعد جا گڏيل آهن. يعني منارن

### چارٽ ۱

| مهينو | مين ماهياني حرارت | ڊيوپوائنٽ | گهه نسبتي رليٽو هيومڊٽي |
|---|---|---|---|
| جنوري | ۵۹ | ۴۵ | ۵۰ |
| فيبروري | ۶۶ | ۴۶ | ۵۰ |
| مارچ | ۷۶ | ۵۲ | ۴۰ |
| اپريل | ۸۵ | ۵۵ | ۳۰ |
| مئي | ۹۳ | ۶۶ | ۴۰ |
| جون | ۹۶ | ۶۷ | ۵۵ |
| جولاءِ | ۹۳ | ۷۶ | ۶۰ |
| آگسٽ | ۹۱ | ۷۴ | ۶۵ |
| سيپٽمبر | ۸۸ | ۷۰ | ۶۰ |
| آڪٽوبر | ۸۲ | ۶۰ | ۵۵ |
| نومبر | ۷۲ | ۵۱ | ۵۰ |
| ڊسمبر | ۶۴ | ۴۹ | ۶۰ |

ڪي دلاني گول بڻايو ويو هئو، ته جيئن توبن رکڻ جي ڪم اچي سگهن. هن جو خيال آهي ته اهي اصلي منارا مٿئين اسٽون جا ڍانچا آهن نه ڪه لائم اسٽون جا جن سان سڄو ڪوٽ جڙيل آهي. اصلي منارا جيڪي مستطيل آهن سي ديوار سان لڳ رکيا ويا آهن ۽ اڃا تائين موجود آهن. گول برج صرف دروازن جي ويجهو آهن.

١١- ڪرنل رشيد جو هي خيال بہ صحيح آهي ته قلعي جي فصيل تير ڪمانن جي ويڙهه جي خيال کان ڏاهيل هئي ۽ بعد ۾ انهي جي جهارن کي انهي ڪري وسيع ڪيو ويو ته جيئن ٽيڙي ڪمان کي بهتر نموني استعمال ڪري سگهجي ۽ بارودي دمبارن کي بہ.

١٢- ڪرنل رشيد جي دعوا آهي ته چين جي عظيم ديوار ۽ رني ڪوٽ درميان ڪافي هڪ جهڙايون آهن. انهي ڪري ڪرنل صاحب انهن ٻنهي جي اڏيندڙن درميان سڌي تعلق هئڻ جو ڏس ڏيندي ڪاب هڪ محسوس ٿو ڪري. اها هڪ اڙي قياس آرائي آهي جنهن جي پڪ پرائي لاءِ آرڪيالاجيڪل ثابتين جي ضرورت آهي.

١٣- ميري ۽ شيرگڙه جي ننڍن ڪوٽن ۾ موجود جڳهيون ١٩ صدي جي اوائل ۾ ڏلهرن جون ٺهرايل هونديون جڪي بعد ۾ انگريزن ١٨٧٠ع ۽ ١٨٨٥ع ڌاري سڌارايو يا مرمت ڪرائي. برطانوي لشڪر هن قلعي کي ڪڏهن بہ استعمال نہ ڪيو. اهي علم طبقات الارض جا برطانوي ماهر مسٽر اسٽالنزڪا، مارٽن ڊنڪن، برمي ميلين ۽ بلنفورڊ هئا جن رني ڪوٽ، لڪي، ڪيرٿر، ناري، گاج ۽ منڇر جي پٿرائن هڏن (فاسلس) تي تحقيقات ڪندي آڪٽوبر - مارچ جي دورن دوران ڪوٽ ميري جي لانڍين ۾ رهائش ڪئي هوندي. اهي رڪارڊون جن تي رني ڪوٽ اڏيل آهي سي اٽڪل ٤٨ کان ٦٣ ملين سال پراڻيون آهن ۽ پيدائش جي ماڻهون واري ڏس کان من جي ماڻهين ڏس ڏانهن بکڙيل آهي. انهيءَ جي جملي ڊيگهه اٽڪل ٢٥ ميل آهي. رني ڪوٽ جي ايراضي ۾ جاندارن جا پٿرائيل هڏا (فاسلس) مثلاً جيت، مڇيون فاسلس جي صورت ۾ مليا آهن. ان سمي ڪيترا ڏيندڙ جانور موجود نہ هئا ۽ نکي اوس جي دور سان لنگهي رهيا هئا. ميري ڪوٽ اندر موجود لانڍين کان اڳ ممڪن آهي ته اتي اڳوڻين جڳهين جا ڊير هجن. ڪجهه پراڻي عمارتن جا دڙا اڃا بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جيڪڏهن آرڪيالاجي کاتي وارا انهن جي کوٽائي ڪن ته شايد قلعي جي صحيح عمر ۽ دور جي بروقت پوڻ آسان ٿي پوي.

١٤- ميري ڪوٽ جي ننهن واري دروازي وٽ مستطيل منارو هئو جيڪو بعد ۾ گول شڪل ۾ تبديل ڪيو ويو. ڪرنل رشيد بہ انهي جي نشاندهي ڪئي.

١٥- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪرنل رشيد کي لکيو هو ته وڏو قلعو اندرين ٻن ننڍن ڪوٽن سميت ٽالپر حاڪمن لاءِ نواب ولي محمد خان لغاري جي نگراني هيٺ ٺهرايو ويو هئو. جيئن ته دروازاهن جي غير موجودگي ۾ لڳايا ويا هئا انهي ڪري اهي ناقص رهجي ويا ۽ اهي لوهي ميخن وارا رک جا دروازا بعد ۾ وڏي بارش جي پاڻي سبب لڙهي ويا ۽ ميخون رسن جيئن سڙهي ويون. هن قلعي جي اڏاوت تي اٽڪل سترهن لک رپيا خرچ ٿيا. فتح نامي جي بيان مطابق هي قلعو ١٢٤٤-١٢٢٧ هجري ڌاري اڏجي راس ٿيو. مسٽر اي ڊبليو هيگس (A·W· Hughes) ١٨٧٦ع جي سنڌ گزيٽئر ۾ ساڳئي ڳالهه کي ميڄيندي لکيو آهي ته اهو قلعو ١٩ صدي جي اوائل ۾ ٽالپر ميرن ٺهرايو. هي صاحب ڪئپٽن ڊيل هوسٽ ڪوارٽر ماسٽر جنرل جنبئي آرمي جي رپورٽ جو حوالو ڏيندو جنهن ۾ چاڙهيو ويو آهي ته هي قلعو ٽن ميرن هر هڪ ڪرم علي ۽ مراد علي طرفان ١٨١٢ع ۾ ١٢ لک رپين جي خرچ سان ٺهرايو ويو.

١٦- ڪرنل رشيد انهن بيانن کي رد ڪرڻ ۾ حق بجانب آهي چاڪاڻ ته هيڏي وڏي قلعي جي اڏاوت لاءِ تمام گهڻو پورهيو ۽ وڏو دڳو، تنظيم ۽ انجنيئري مهارتون گهربل هيون. ٽالپرن صرف ننڍي پيماني تي قلعي جي مرمت ڪرائي ۽ اپرندو دروازو وجهرايو پر سو بہ ميهن جي اوڙڪ هٺي لوڙهي ڇڏيو. غالبن هڪ صدي دوران پڻ دفعا اهو ڪم ٿيو هوندو جيڪو اڳتي هلي ڇڏي ڏنو ويو. جيئن ته اڳ جا تجربا بہ انهن کان مختلف نہ هئا انهيڪري قلعي جي مسلسل استعمال جو خيال ترڪ ڪيو ويو.

١٧- ڪرنل رشيد محترم جي- ايم- سيد جي سنڌ جي آثار تي هيءَ راءِ قائم ڪئي آهي ته وڏي قلعي جو تعلق اسڪٿين دور يعني ٻيهرين صدي قبل مسيح ۽ ميري ڪوٽ جو واسطو اسڪٿو ساساني دور يعني ٻيهرين صدي قبل مسيح کان چوٿين صدي عيسوي سان آهي. پنهنجي ڇنڊڇاڻ لاءِ هي سنڌ جي مختلف حڪمتن جا دور بہ پڌائيٿو، پر اهي تاريخي اعتبار کان ناقص آهن.

اسان هيٺ انهن حاڪمن جو سڌاري صحيح ڪيل سن نامون ڏيون ٿا.

## ڏسو چارٽ ٢

١٧- هن چارٽ سان آساني سان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته

ڪوٽ ڪڏهن ڍهرايو ۽ استعمال ڪيو ويو هوندو.

الف- انگريزن انهي ڪوٽ کي انهن ڏنو هئو جيئن اسين ڏسون ٿا هي ڪوٽ انگريزن جي ڪم جو نه هئو.

ب- ٽالپرن آنجي مرمت ڪرائي. ڪنهڙي رياستي ڪارج کي نظر ۾ رکندي سا سمجهه ۾ نه ٿي اچي. پر شايد شڪار جي شغل لاءِ آنجي مرمت ڪرائي ويئي هوندي. قلعي جي مرمت واري عرصي دوران اتي ڪن ڌارين طاقتن سان مقابلي جو خطرو يا انديشو هئو.

(۱) افغان، جنجو حاڪم شاه شجاع جلاوطني جا ڏينهن گهاريندي شڪارپور ۾ خيما کوڙيو ويٺو هئو ۽ موجوده جيڪب آباد ۽ شڪارپور ضلعن جي وڏي ايراضي تي قبضو ڪيو هئائين. شاه شجاع ۾ ايتري ٻه ٻچ نه هئي جو سالن کان رهيل قرضائون ميرن کان وٺي سگهي. انهيڪري شاه شجاع کان بچڻ لاءِ ميرن قلعي جي مرمت ڪرائڻ ضروري نه سمجهي هوندي.

۲- پنجاب ۾ سکن جي اڀرندڙ طاقت جي رد عمل طور ان دور جي ميرن پنهنجي اترين سرحدن جي بچاءَ لاءِ به ڪو جوڳو انتظام نه ڪيو هئو. انهيڪري اهو چوڻ صحيح ٿيندو ته مير ڪرم علي ۽ مير مراد علي جي دور ۾ سک سنڌ لاءِ ڪو به خطرو نه هئا.

۳- سن ۱۸۱۷ع ۾ ڪڇ جي راجا سان ڏاهر هيٺ انگريز ڪڇ ۾ موجود هئا ۽ راجستان جي راجائن سان ۱۸-۱۸۱۵ ۾ سنڌن معاهدا ٿيل هئا. هنن مرهٽن کي شڪست ڏني ۽ پيشوا کي ۱۸۱۷ع ۾ تخت تان لاهي ڇڏيو هئو ۽ اهي هاڻي سنڌ جي ڏاکڻي ۽ اڀرندي

# چارٽ ۲

## سنڌ جي حاڪميتن جو سن نامو—Chronology

| سيريل نمبر | نالو حاڪميت جو | ڪرنل رشيد جا ڏنل سن ۽ دور | صحيح سن ۽ دور | جملي عرصو |
|---|---|---|---|---|
| ۱- | اشيمينينس | — | ۵۱۹ کان ۴۵۰ يا ۴۰۰ ق-م | ۱۱۹ سال |
| ۲- | سنڌي مڪاني حڪومتون | — | ۴۵۰ کان ۴۰۰ يا ۳۷۵ ق-م | ۷۸ سال |
| ۳- | سڪندر ۽ يونير | ۳۲۵ ق-م | ۳۲۵ کان ۳۲۳ ق-م | ۲ ″ |
| ۴- | موريا گهرايو | — | ۳۲۱ کان ۱۸۷ ق-م | ۱۳۴ ″ |
| ۵- | بئڪٽرين يوناني | — | ۱۸۴ کان ۷۰ ق-م | ۱۱۴ ″ |
| ۶- | اسڪائيٿنس | ۲۰۰ کان ۱۰۰ ق-م | ۷۰ ق-م کان ۷۶ع | ۷۶ ″ |
| ۷- | پارٿينس | ۱۰۰ کان ۵۰ ق-م | ۷۶ کان ۷۸ع | ۳۲ ″ |
| ۸- | ڪشن (اپرسنڌ) | — | ۷۸ کان ۱۷۵ع | ۹۷ ″ |
| ۹- | پارٿينس (لوئر سنڌ) | | ۷۸ کان ۲۸۳ع | ۲۰۵ ″ |
| ۱۰- | پارٿينس (سموري سنڌ) | — | ۱۷۵ کان ۲۸۳ع | ۱۰۸ ″ |
| ۱۱- | ساساني | ۳۲۵ کان ۵ق-م | ۲۸۳ کان ۳۵۶ع | ۷۳ ″ |
| ۱۲- | ولبڪاز | — | ۳۵۶ کان ۴۱۵ع | ۵۹ ″ |
| ۱۳- | سنڌي مڪاني حڪومتون | — | ۴۱۵ کان ۴۷۵ع | ۶۰ ″ |
| ۱۴- | مالواجا هن | — | ۴۷۵ کان ۴۹۹ع | ۲۴ ″ |
| ۱۵- | رئيس | — | ۴۹۹ کان ۶۴۱ع | ۱۴۲ ″ |
| ۱۶- | برهمڻ | — | ۶۴۱ کان ۷۱۱ع ؟ | ۷۰ ″ |
| | | | ۷۱۵ کان ۷۲۵ع — | ۱۰ ″ |
| ۱۷- | اميه گورنر | — | ۷۱۱ کان ۷۵۰ع | ۳۹ ″ |
| ۱۸- | عباسي گورنر | — | ۷۵۱ کان ۸۵۴ع | ۱۰۳ ″ |
| ۱۹- | هباري (قريش) | — | ۸۵۴ کان ۱۰۱۱ع | ۱۵۷ ″ |
| ۲۰- | سومرا | ۱۲۵۰ کان ۱۳۱۰ع | ۱۰۱۱ کان ۱۳۵۱ع | ۳۴۰ ″ |
| ۲۱- | سما | ۱۳۲۵ کان ۱۳۵۰ع | ۱۳۵۱ کان ۱۵۲۴ع | ۱۷۳ ″ |
| ۲۲- | ارغون | ۱۳۵۰ کان ۱۴۵۰ع | ۱۵۲۴ کان ۱۵۵۴ع | ۳۰ ″ |
| ۲۳- | ترخان | ۱۴۵۰ کان ۱۵۵۰ع | ۱۵۵۴ کان ۱۵۹۱ع | ۳۷ ″ |
| ۲۴- | مغل گورنر | ۱۵۰۰ کان ۱۷۰۰ع | ۱۵۸۷ کان ۱۵۹۱ع اپر سنڌ | ۴ ″ |
| | | | ۱۵۹۱ کان ۱۷۰۰ع | ۱۰۹ ″ |

| | | وچي سنڌ | | |
|---|---|---|---|---|
| | | ١٧٠٠ کان ١٧٣٦ع | ٣٦ | ״ |
| | | لوئر سنڌ | | |
| ٢٥- ڪلهوڙا | ١٧٠٠ کان ١٧٨٣ع | ١٧٠٠ کان ١٧٨٣ع | ٨٣ | ״ |
| ٢٦- ٽالپر | ١٧٨٣ کان ١٨٥٧ع | ١٧٨٣ کان ١٨٤٣ع | ٦٠ | ״ |
| ٢٧- انگريز | ١٨٥٧ کان ١٩٤٧ع | ١٨٤٣ کان ١٩٤٧ع | ١٠٤ | ״ |

سرحدن تي پهچي ويا هئا. ٻي سگهيو ته سڀني انگريزن جي ڊپ کان بچاءَ جي صورت کي نظر ۾ رکندي قلعي جي مرمت ڪرائي هجي. ميرن ٺٽي ۾ مٽي ۽ اسلام ڪوٽ ۾ ڪچا قلعا اڏرايا. اسلام ڳڙهه ۽ عمر ڪوٽ جي قلعن جي به مرمت ڪرائي. پر اهو به سرچيائون ته انگريزن جي بارودي هٿيارن سامهون اهي قلعا گهڙي سٽ جهلي سگهندا. رني ڪوٽ جي مرمت به شايد سائنسي حڪمت عملي تحت ڪرائي وئي هجي ته جيئن هن ڪشادي قلعي ۾ ڪٽنب سميت پناهه وٺي سگهجي. ٻيجي ڏو ته هنن کي رسد جي ذريعن، پاڻي جي موجودگي، کاڌ خوراڪ ۽ مواصلات کي کلي رکڻ جو ڪوبه خيال نه هئو. غالباً هنن کي اها به سڌ نه هئي ته انگريز سنڌو ندي ۽ سامونڊي رستن کان ايندا. قلعي جي مرمت ڪرائي وئي پر وڏا دروازا، جنجي نئين سر اڏاوت ڪرائي وئي، بعد جي پنا پوڙ مينهن سبب لڙهي ويا.

ٻ- ڪلهوڙن جي دور جي تاريخ چڱيءَ ريت لکيت ۾ محفوظ آهي. رني ڪوٽ جي اراضي سن ١٧٣٦ع تائين نالي ماتر ٺٽي جي مغل گورنرن جي هٿ هيٺ هئي جيڪا بعد ۾ نورمحمد ڪلهوڙي جي حوالي ڪئي وئي. ڪلهوڙن کي سنڌ جي ميدانن ۽ آب پاشي جي ڪمن ۾ وڌيڪ دلچسپي هئي انهيڪري اهي هي قلعو نه ٺهرائي سگهيا هوندا.

پ- ارغونن ۽ ترخانن وانگيان مغل گورنرن جو به صرف وڏن شهرن تي قبضو هئو. ٻهراڙين تائين سندن هلندي پڄندي فقط ڍلن اڳاڙڻ تائين هئي، سا به طاقت جي استعمال سان. لهذا آهي به قلعو نه ٺهرائي سگهيا هوندا. ازانسواءِ انهن جي دور جي تاريخ به لکيت ۾ موجود آهي، جنهن مان اهڙو ڪو به ثبوت نٿو ملي.

ت- هي قلعو سما حاڪمن به نه ٺهرايو هوندو ۽ نه ئي انجي ڪا مرمت ڪرائي هوندي نا پنهجي قبضي هيٺ رکيو هوندو. ڇاڪاڻ ته جڏهن شاهه بيگ ارغون سيوهڻ کان ٺٽي هلان ڪري ويو هئو ته انهن ٽڪرن واري رستي کان ئي ويو هئو ۽ اندازو آهي ته قلعي جي الهندي دروازي کان ٦ ميلن جي مفاصلي تان لانگهانو ٿيو هئو. انهي رستي تان اوچتو ٺٽي تي ڪڙڪي هن ٺٽو تاراج ڪيو. سمن کي شاهه بيگ جي انهي رستي کان اچڻ جو گمان به نه هئو. جيڪڏهن انهي دور ۾ قلعو استعمال ۾ ايندڙ هجي ها ته انهي ارغوني آفت کي اتي ئي پنڊ ڏيئي سگهجي ها.

ٽ- سومرن جي صاحبيءَ جو ڊگهو دور وقفي وقفي سان دهليءَ جي ڏنن پرڻ واري رنڊڪن ۾ رنڀيو رهيو ۽ ڪيترائي ڀيرا ٻکر ۽ سيوهڻ به هٿان وڃائڻا پيا. ازانسواءِ هنن جي سرگرمين جو مرڪز لوئر سنڌ هئي جنهن ڪري چئي سگهجي ٿو ته سومرن به اهو قلعو نه اڏرايو هوندو.

ٺ- سگيا مشاهدا ۽ مثل

هارون، عباسن ۽ اسدي گورنرن سان نه لاڳو ڪري سگهجن ٿا.

ٿ- برهمڻ ۽ راءِ راڄ تي نظر وجهڻ سان اڳ هلندڙ انتظامي ۽ ثقافتي جوڙجڪ جي تسلسل جو پتو پوي ٿو. ان وقت به قلعو استعمال ۾ ايندڙ نه هئو، ڇاڪاڻ ته محمد بن قاسم سيوهڻ تي جڏهن حملو ڪيو سو انهن ٽڪرين واري رستي کان ئي ڪيو هو، جيڪو رستو قلعي واري هنڌ کان اولهه ۾ ڇهه ميلن جي پنڌ تي هو. محمد بن قاسم اوچتو بنا ڪنهن رڪاوٽ جي سيوهڻ سهڙي ويو.

ث- سن ٣٥٦ع کان ٤٩٩ع درميان سنڌ جون شاهي حڪومتون ۽ ملڪ ني حڪومتون ايتريون ڪمزور هيون جو اهڙي وڏي قلعي جي اڏاوت تي نه پئسو خرچي ٿي سگهيون ۽ نه پورهيو.

پ- سنڌ تي ساسانين جو قبضو تمام ٿوري عرصي لاءِ رهيو. هنن پنهنجو گهڻو وقت الهندي بلوچستان جي قبضي تي صرف ڪيو. هنن کي بازنطيني رومي شهنشاهيت کان الهندي محاذ تي مسلسل خطرو درپيش هو. انهيءَ ڪري اڀرندي سرحد تي هيڏي ساري قلعي ٺهرائڻ جو ڪوبه مقصد نه هو.

ج- ڪشن قوم جو اتر سنڌ تي ۽ پارٿينن جو لوئر سنڌ تي قبضو هئو. انهيڪري ظاهر آهي ته ڪشن اهو قلعو نه ٺهرايو هوندو. پارٿينن جو راڄ ڪڇ، ڪاٺياواڙ، اتر گجرات ۽ مالوا تائين هئو. هنن جون اتر سنڌ وٽ ڪشن سان گڏيل سرحدون هيون. لازمن هنن به ٽڪرين ۾ اهو قلعو واديءَ سنڌ کان اتر ڏانهن ٿيندڙ حملي کي منهن ڏيڻ لاءِ نه ٺهرايو هوندو. ازانسواءِ هنن جي حڪمراني فقط ٣٣ سال تائين رهي.

ح- هيٺ ڏنل چارٽ جي شروعات

۾ ڏيکاريل آهي ته اشيمينين سلطنت ٽي ۵۱۹/۴۰۰ قبل مسيح کان حڪمراني ڪئي. اها دنيا جي پهرين عظيم شهنشاهيت هئي. انهن کي اوڀر پاسي ڏکڻ کان ڪنهن به حملي جو خطرو نه هئو ڇاڪاڻ ته انوقت سنڌي ڪنڌي ۾ ننڍيون ننڍيون مڪاني حڪومتون هيون. هنن جا يونان سان ۴۹۰ ق . م ۽ ان ۾ اڳ کان ڪي تڪرار هئا. انهي ڪري البته انهي محاذ تي قلعن جي ضرورت هئي جيڪي اڏايا به ويا پر انهن سان ڪو به رني ڪوٽ جيڏو نه هئو. انهي ڪري چئبو ته سنڌ ۾ هيڏو وڏو قلعو انهن به نه ٺهرايو هوندو.

هنن اتر الهندي سنڌي ڪنڌي ۽ ايراني نار درميان سنڌو ندي جي رستي واپار جاري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جيڪا ان وقت قلعي جي اوڀر ۾ ۳۶ ميلن جي مفاصلي تي وهي رهي هئي.

ج - سڪندر جي هن ايراضي واري فتح جي تاريخ چڱي ريت لکت ۾ محفوظ آهي. هن سامبو (سمبا) راجا جو ٽڪرين ۾ به پيڇو ڪيو، پر انهن ٽڪرين ۾ اهڙي قلعي جو ڪو به احوال نه ٿو ملي. سڪندر موٽندي موجوده قلعي واري هنڌ کان ۴۰-۵۰ ميل اوڀر ۽ ڏکڻ ۾ پٽالا ۽ الميز هاربر (باربرڪان يا پنڀور؟) وٽان لنگهيو. لهذا اهڙي صورتحال ۾ هتي اتي قلعي ٺهرائڻ جي ڪا به ضرورت نه هئي.

ج - موريا گهراڻي جو ۳۲۲ ق. م ڌاري سنڌ تي قبضو هئو. هن ۳۰۱ ق - م ۾ پنهنجون سرحدون بلوچستان ۽ افغانستان ۾ پنج سئو ميل اڳيان وڌائي ڇڏيون هيون. ڇاڪاڻ ته سيليوڪس اهي علائقا چندرگپت کي ڏيئي ڇڏيا هئا. سيليوسي الهندي محاذ تي پنهنجي هلندي بادشاهن سان اڳ ئي پيا هئا انهي ڪري موريون سان هنن جا دوستاڻا لاڳاپا هئا. چندر گپت سيليوڪس جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. اهڙين حالتن ۾ الهندي سرحد کان ۵۰۰ يا ۱۰۰۰ ميلن جي مفاصلي تي قلعو اڏائڻ بي معنيٰ ٿو لڳي. اهو قلعو سندن گادي واري شهر پٽلي پترا ڏانهن ويندڙ واپاري رستن جي حفاظت جي ڪم جو به نه هئو. پڪ ڳالهه ته ان وقت گرئنڊ ٽرنڪ رستو ئي مکيه چالو رستو هئو.

ج - بئڪٽرين يوناني جن سيليوسين کان ۲۵۰ ق - م ۾ جند آزاد ڪرائي سي سنڌي ڪنڌي ۾ ۱۶۷ ق . م ۾ موريا گهراڻي کانپوءِ حڪمران ٿيا. پر جلدي ئي بئڪٽريا پڻ بئڪٽرين يونان اڳواڻي هيٺ خود مختار سلطنت ٿي، پر پنهنجي سوٽ سلطنتن جا لاڳاپا دوستاڻا نه ٿي سگهيا. انهي کان ٿورو پوءِ مغربي شهنشاهيت ۾ پارٿين سيليوسين جي جاءِ والاري. آتر ۽ اولهه ۾ پڻ مخالف قوتن جي موجودگي سبب انڊوگريڪس کي، جنهجي قبضي هيٺ سمورو اتر اولهه سنڌو ڪنڌ گنگا جمنا دوآبي تائين هئو، پنهنجي رني ڪوٽ ايراضي سميت سرحدن جي حفاظت جو اونو هئو ۽ ساڳئي وقت اولهه ۾ پارٿين جو به کٽڪو هئن.

ڇهين صديءَ ق - م ۾ دنيا جي پهرين شهنشاهيت اشيمينين قائم ڪئي اها شهنشاهيت اٽڪل ۳۳۰ ق - م ۾ زوال پذير ٿي آخر تباهه ٿي ويئي، جنهن جي کنڊرن تي سڪندر جي شهنشاهيت تعمير ٿي.

سڪندر جي سن ۳۲۳ ق م لاڏاڻي کانپوءِ هن جي شهنشاهيت به ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويئي. پهرين ست پر ڪئي بادشاهتون بڻيون ۽ پوءِ گهٽجي ڏيون وڃي ٽي بيٺيون. (۱) مصر ۾ ٽالمي جو راڄ، (۲) سنڌي ڪنڌ ۾ چندر گپت موريا جي سلطنت (۳) فارس، ميسو پوٽيميا، يونان، اناطوليه، شام وغيره جي ايراضين درميان سيليوسي راڄ.

سن ۳۰۱ ق . م کانپوءِ قديم دنيا هنن ٽن شهنشاهيتن ۾ ورهايل رهي. (۱) آئيرندي (۲) الهندي ۽ (۳) مرڪزي هيٺين چارٽ سان انهن همعصر شهنشاهيتن جو سن ناسو چڪاسي سگهجي ٿو.

تاريخ وار همعصر شهنشاهيتن جو چارٽ.

**ڏسو چارٽ ۳**

## قلعي جي حڪمت عملي

موجوده وقت سنڌو ندي قلعي کان اٽڪل ۱۸ ميل پري آهي. سن ۱۵۰ ق م ۽ ۱۰۰ع درميان اها موجوده وهڪري واري هنڌ کان ۱۸ يا ۲۰ ميل اوڀر ۾ وهندي هئي، جيڪو فاصلو قلعي جي اوڀر کان اٽڪل ۳۶ يا ۳۸ ميلن جو هئو. سنڌو نديءَ جي رستي حملو ممڪن نه هئو ڇو جو بئڪٽرين، يونانين، پارٿين ۽ اسڪائٿينس جو اتر اولهه سنڌي ڪنڌ تي پشاور کانوٺي گجرات جي بروچ تائين قبضو هئو ۽ سنڌي ڪنڌ ۾ هنن سان مهاڏو اٽڪائڻ وارو ڪو به نه هئو. جيڪڏهن اهڙو ڪو حملو ٿئي به ها ته حملي آور لشڪر کي پهرين ۱۵ يا ۱۶ ميلن تائين پنڌ ئي هلي سگهي ها پر انهي کان پوءِ ڪين پاڻيءَ جو ڦڙو به نه ملي سگهي ها. اها صورتحال لشڪر جي چرپر ۽ قلعي جي گهيري کي ناممڪن بڻائي ڇڏي، لهذا اهڙي حالت ۾ لشڪر جا گهوڙا اڃ کان ئي مري وڃن ها. قلعي تي حملو الهندي رستي کان ئي سگهيو

## چارٽ ٣

| سال | الهندي | مرڪزي | اپرندي | سنڌ جي صورتحال |
|---|---|---|---|---|
| ٣ صدي ق.م پوريان ٽي حصا. | يورپ جي ننڍي بادشاهي ۽ مصر جا ٽالمي بادشاه | سيليوسي | موريا گهراڻو | سنڌ موريا سلطنت جو حصو. |
| ٣ صدي ق.م آخري. | مصر ۾ ٽالمي بادشاهه ۽ روم جي شروعات | سيليوسي ۽ پارٿين جي شروعات (٢٤٨-٤٧ ق.م) | موريا گهراڻو | موريا سلطنت جو حصو. |
| ١٨٤ ق.م | مصر ۾ ٽالمي - ۽ يورپ ۾ روم جو ڦهلاءُ | سيليوسي - ۽ پارٿين جو طاقت ۾ اچڻ لاءِ اڀرڻ | بئڪٽريا ۾ بئڪٽرين يوناني - پاڪستان جي موجوده ايراضي، ڪڇ - ڪاٺياواڙ ۽ گجرات، هندستان ۾ مورين جي جاءِ تي ننڍيون مڪاني حڪومتون. | بئڪٽرين يونانين جو سنڌ فتح ڪرڻ ۽ پوءِ سندن انڊوگريڪس سڏجڻ. |
| ١٤٥ ق.م | يورپ ۾ روم جو ڦهلاءُ - مصر ۾ ٽالمي. | ايران ۾ پارٿيني | بئڪٽرين يوناني بئڪٽريا ۾ - پاڪستان، ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات جي موجوده ايراضين ۾ انڊوگريڪس. | سنڌ ۾ انڊوگريڪس. |
| ٧٤ ق.م | رومي شهنشاهيت | ايران ۽ بلوچستان ۾ پارٿينس | پاڪستان، ڪڇ، ڪاٺياواڙ جي موجوده ايراضين ۾ اسڪائٿينس. | اسڪائٿينس جو انڊو گريڪس کان سنڌ فتح ڪرڻ. |
| ٤٤ ق.م | رومي شهنشاهيت | پاڪستان جي موجوده ايراضي (سواءِ سنڌ ۽ ملتان) ۾ پارٿينس جو راڄ. | سنڌ، ڪڇ، ڪاٺياواڙ وغيره ۾ اسڪائٿينس | سنڌ ۾ اسڪائٿينس |
| ٤٦ع | رومي شهنشاهيت | پارٿينس | پارٿينس | پارٿينس جو اسڪائٿينس کان سنڌ وٺڻ. |
| ٧٨ع | رومي شهنشاهيت | پارٿينس | ڪشن- (لوئر سنڌ تي پارٿين جو قبضو) | اپر سنڌ ۾ ڪشن. لوئر سنڌ ۾ پارٿين. |
| ١٤٠ع | رومي شهنشاهيت | پارٿينس | ڪشن | اپر سنڌ ۾ ڪشن |
| ٢٣٠ع | رومي شهنشاهيت | ساساني | ڪشن | سنڌ ۾ ڪشن |
| ٤٠٠ع | رومي شهنشاهيت | ساساني | گپتا - هن جو | سنڌ ۾ واليڪاز |
| ٥ صدي جي پڇاڙي ۽ ٦ صدي جي شروعات | بازنطيني يا مشرقي رومي شهنشاهيت | ساساني | گپتا شهنشاهيت کي ٽوڙڻ | سنڌ ۾ راءِ |
| ٦ صدي ع | بازنطيني يا مشرقي رومي شهنشاهيت | ساساني | ننڍي ڪنڊ ۾ خود مختار مڪاني حڪومتون | سنڌ ۾ راءِ |

| ستين صدي جو پهريون اڌ | مشرقي بازنطيني يا مشرقي رومي شهنشاهيت | عرب شهنشاهيت | هرشا شهنشاهيت | سنڌ ۾ راءِ |
| --- | --- | --- | --- | --- |

ٿي. اهڙن حملن کي نظر انداز به ڪري سگهبو هئو. اهو رستو ٽڪرين جي سوڙهي لنگهه مان گذريٿو. ڪن هنڌن تي رستو ايترو سوڙهو آهي جو سورڳين ٥٠ فٽ جو ويڇو رهي ٿو فاصلي جو وڏو حصو تير ڪمان جي پهچ جيترو ويڇو بچي. رستي جي پنهي پاسن موجود ٽڪرون ڪي خاص آڌ هيون نه آهن. باقي ڪن ڪن هنڌن تي بلينٿو، جيتوڻيڪ سڄي رستي ۾ قدرتي زمني پاڻي جي نهر به موجود آهي. حملي آور لشڪر جيڪو سنهري ڏيئي کان هن ايراضي ۾ داخل ٿيندو سو قلعي جي الهندي پاسي ڏهه ميل لتاڙڻ کان اڳ چند ميلن جي مفاصلي تي رنڊجي سگهجي ٿو ٿي. هن رستي کان قلعي تائين صرف پن سوڙهن ۽ ننڍڙو کو ڏيندڙ پيچرن ذريعي پهچي سگهجي ٿو جيڪي قلعي کان هرهڪ ٨ ۽ ١٦ ميل پري آهن. جيڪڏهين حملي آور لشڪر رستو پار ڪري قلعي اڳيان لنگهي ۽ ڏراوت پهچي ته انهي لنگهه جي ڪوڙڪي ۾ ڦاسي سگهيٿو جيڪو صرف ٣٠٠ فٽ ويڪرو آهي. اهڙي ريت ٽڪرين واري پاسي کان حملي آور لشڪر جي فتح جو مشڪل سان ئي ڪو امڪان ٿي سگهيٿو.

افسوس جي ڳالهه صرف هيءَ آهي ته قلعي جي انهن فائدن جي باوجود به اهو ڪنهن ڪم جو نه ٿي سگهيو. چاڪاڻ ته صديءَ ۾ هڪ ڀيرو ضرور انجا دروازا ميڻهن جي اوڙڪن سبب لڙهي ويندا هئا.

مٿي ڏنل پس منظر ۾ شهنشاهيتن جي من ناسي جي ابهام مان پتو پوي ٿو ته -

١- جڏهن بئڪٽريا يونانين (باختري يوناني) ١٨٤ ق. م ۾ ننڍي کنڊ جا الهندا علائقا فتح ڪيا ته بئڪٽريا هنن جي هٿن مان نڪري ويو هنن جي همروطنين جي سلطنت جو حصو ٿيو. اهي هندستاني بئڪٽرين يا انڊوگريڪس (هندي يوناني) اتر کان لڳاتار دٻاءُ هيٺ رهيا. جيئن ته هنن جي گادي ٽئڪسلا ويجهو هئي، انهي ڪري هنن کي ڪيرٿر جبل ۾ هن قلعي اڏائڻ بجاءِ خيبر لڪ جي حفاظت ۽ بچاءُ جو زياده اونو هئو.

٢- سن ١٣٥ ق. م جي لڳ ڀڳ سيليوسن جي شهنشاهيت جو آڀرندو حصو هنن جي هٿن مان نڪري پارٿين جي قبضي هيٺ اچي ويو ۽ اهي خود عراق ۽ شام ڏانهن لڙي ويا. الهندي بلوچستان جو ڪجهه حصو پارٿين شهنشاهيت ۾ شامل رهيو. انهن حالتن ۾ انڊوگريڪس کي مجبور ٿي پنهنجي الهندي سرحدن کي قلعي بند ڪرڻو پيو هوندو.

٣- اٽڪل ٨٠-٩٠ ق. م ڌاري اپولوڊوٽس جي وفات کانپوءِ اسڪائيٿينس سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيا. جو وڃي ٿو ته اپولوڊوٽس جا ٽي پٽ هرمڪزولس، ڊايونيسس، اپولوفينس ۽ هنجو سوٽ مڪران جي ٽڪرين ۾ حملي آورن مان وڌ هندي مارجي ويا. پر اسڪائٿينس لنڌار رستي بولان لڪ کان آيا. هنن پهريائين سنڌ ۾ خيما کوڙيا ۽ پوءِ پنجاب ڏانهن وڌيا. جيئن ته انهي دوران مڪران خود پارٿين جي قبضي هيٺ هئو، انهي ڪري اهي ٽڪريون جن ۾ لڙائي ٿيڻ جي ڳالهه ڪئي وڃي ٿي سي سڀ ڪن آهي ته مڪران جي ٽڪرين بجاءِ، جيڪي اسڪائٿينس لشڪر جي پيشقدمي واري واٽ کان پري هيون، رني ڪوٽ جي پسگردائي ۾ ڪيرٿر سلسلي جون ٽڪريون هجن.

٤- سن ٤٤ ق. م ڌاري پارٿين سڄي بلوچستان، پنجاب ۽ اتر الهندي سرحدي علائقن تي قبضو ڄمائي ورتو هئو. فقط سنڌ گجرات ۽ ڪڇ اسڪائٿينس (ساڪا لوڪ) جي قبضي هيٺ هيا. جيڪڏهن اهو قلعو انڊوبئڪٽرين يونانين نه ٺهرايو هئو ته پوءِ اسڪائٿينس پنهنجي دور ۾ مجبور ٿي ان وقت قلعي جي مرمت جو ڪم هٿ ۾ ڪنو هوندو.

٥- اٽڪل ٤١ع سن ڌاري اسڪائٿينس (ساڪا لوڪ) جي طاقت پارٿين جي مقابلي ۾ گهٽجي ويئي ۽ پارٿين ٤٦ع ڌاري سنڌ تي قبضو ڪري ورتو. اهڙي طرح ساڪا لوڪن پڻ ٣٠ سالن لاءِ سنڌ تي راڄ ڪيو. پارٿين پنهنجي انهي ٣٠ سالن جي مختصر راڄ دوران يقينن اهو قلعو نه ٺهرايو هوندو، جڏهن ته انهي عرصي دوران سندن حالت به ڏاڍي نازڪ هئي چاڪاڻ ته مٿن ڪشن قوم جو دٻاءُ ڏينهون ڏينهن وڌندڙ هئو.

٦- سن ٧٨ع ڌاري ڪشن لوڪن اتر الهندي ننڍي کنڊ جي وڏي حصي تي قبضو ڪيو. صرف لوئر سنڌ جو علائقو پارٿين جي قبضي هيٺ رهيو. لهذا انهي عرصي دوران به قلعو نه ٺهرايو ويو هوندو.

٧- ساساني سنڌ تي ٣٥٦-٢٨٣ع تائين راڄ ڪيو. هنن کي الهندي محاذ تي رومي شهنشاهيت جهڙي مضبوط دشمن کي منهن ڏيڻو هو ۽ اڀرندي سرحدن تي ڪنهن سان به مهاڏو نه اٽڪيو هين. هنن سنڌ تي ٧٣ سالن لاءِ ٿوري سانتي راڄ ڪيو ۽ هنن کي قلعي جي اڏاوت جي ڪا به گهرج نه هئي.

٨- اهڙي ريت مٿين سڄي بحث ۽ ڇنڊڇاڻ مان اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته رني ڪوٽ جو قلعو يا ته انڊو بئڪٽرين يونانين ٩٠-١٤٥ ق - م واري ٺهرايو هوندو يا وري ٧٣ ق.م ۽ عيسوي سن جي ابتدا واري اسڪائٿينس اڏايو هوندو.

اهو دور بارٻرڪان (ڀنڀور) کان وٺي ٺٽائي جي واپار وارو دور به آهي. لهذا لازمي طرح اهو قلعو ٺڪرين واري واپاري رستي جي حفاظت ڪندو هوندو. اهو رستو ڪاهه جي ڪراچي سان ڳنڍو ڳنڍ ساڳي طرح وچندڙ واپاري رستو به هئو.



## اولمپڪ راندين جي شروعات

(٧٧٦ قبل مسيح)

اڄڪلهه هر چوٿين سال جيڪي اولمپڪ راندون ٿينديون رهن ٿيون اهي تمام ڊگهي عرصي کانپوءِ ١٨٩٦ع ۾ ٻيهر جاري ڪيون ويون. اصل ۾ پهريون ڀيرو اهي رانديون يونان جي شهر اولمپيا ۾ شروع ٿيون ۽ پنجين پنجين سال ٿينديون هيون. راندين ڏينهن وارو مهينو صلح ۽ سانت جو مهينو هوندو هو ۽ سڀئي ان ڳالهه تي متفق هئا. سڄي يونان ۾ ڪو به ماڻهو ان عرصي ۾ هٿيار نه کڻندو هو. جنهن هنڌ اهي راندون ٿينديون هيون اتي ٤٥ هزار ماڻهن جي ويهي تماشي ڏسڻ جي جاءِ هئي.

# اچي ائين هياس

فضل احمد بچاڻي

## يادداشتن جي اڻ ڇپيل ڪتاب تان ٽڪرا

(تنبو الهيار) انساني سڀاءَ جون عجيب ۽ سهڻيون صورتون آهن، ڪنهن جي لاءِ ڪجهه نٿو چئي سگهجي ته هو ڇا ڪندو ۽ ڇا نه ڪري سگهندو. هتي موج علي شاهه جي پڙ (وڏي پڙ) جي شيدي مجاور فقيرن ۾ هڪ الهندو اڙٻنگ شيدي جهنگلي هو جنهن جون ڏينهن ۾ ٻه صورتون نظر اينديون هيون، صبح جو ڪنهن مسجد ۾ ويٺو قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندو ۽ زارون زار روئندو ته شام جو ڪنهن اوتاري يا ڪلال خاني ۾ ويٺو وزم هڻندو، ڪڏهن ڪو ڪتاب پڙهڻ ۾ غرق ته ڪڏهن ڪو لڪڻ يا گهوٻٽو کنيو ڪنهن چوواٽي تي بيٺو چرين واريون حرڪتون ڪندو لڪڻ الاريندو ۽ بنا ڪو اکر ڪڇڻ جي دڙڪا داب ڪندو. ڪڏهن ته هر ماڻهون ايندڙ ويندڙ ننڍي توڙي وڏي کي نياز سان نوڙي سلام ڪندو ته ڪڏهن رڳو سلام جي جواب ڪان به جواب. ڪڏهن ڪم ڪار سان لڳل ۽ پنهنجي ڪرت سان پورو پابند ته ڪڏهن رولاڪ ۽ چڙواڳ، اڪثر قاصدڪو ڪسب ڪندو هو ۽ ڪم تمام موٽندي ڪاتيون ۽ ڇريون پنهنجي هٿن تي رکيو نچائيندو نهائيندو ايندو ۽ ڪڏهن ڪڏهن اهڙي پاڻوهه سان ڏند ڏيڙ به ڪندو ايندو جو ڪي حرف نه ڪاٿي ناولن ڪتابن مان پڙهيل ۽ فلمن مان پڙهيل گفتا توڙي علمي ڪتابن مان پڙهيل جملا گفتگو ڪندي ائين ورجائيندو جو ڄاڻبو ڪنهن عالم سان پيو ڳالهائجي ـــ مطلب ته جهنگلي شيدي پنهنجي ذات ۾ هڪ انجمن چنجي، ڪير به هن کان خوف نه کائيندو هو ڇاڪاڻ جو هي بي ضرر به هو ۽ سڀني ۽ محبت وارو به. اٿندي ويهندي هلندي چلندي ”يا علي“ جو نعرو هڻڻ هن جي عادت هئي. ترنگ ۾ تراوت ۾ هوندو ته ڪنڊ ڪوڙي ڪندو علي علي! ۽ جي جوش ۾ هوندو ته ڪڙڪو ڪندو. حيدر!! ۽ سچ ته ڪمزور ايمان وارن جي به دل دهلجي ويندي هئي! پر هو سڀ ڪو هن کي ڄاڻيندو گهڻو هو.

اهو جهنگلي شيدي هڪ ڀيري (پاءُ غلام حيدر يوسفاڻي جي تصديق موجب هي واقعو ۱۹۳۸ع جو آهي) شنڪر جي کوهه وٽان اچي لنگهيو، اڳ ئي پنهنجي مستيءَ ۾ هو، هٿ ۾ هٿيار به هئس ۽ ياعلي جا نعرا هڻندو پنهنجو منهن وڏو بي ويو هو. هڪڙي واٽ کي اتي سنان ڪندو ڏسي بيهي رهيو، واٽئي (شايد ڀڄو نالو هوس) جي به ڪا ڪٿي آئي هئي، جهنگلي سان ڪو اڳ به چرچو ڀڳو ڪندڙ هو پر هن ڀيري ڪا ٽيڪي مقرر هئي، جهنگلي نعرو هنيو. ”ياعلي!“ واٽئي کي شيطان سوار ٿيو ۽ هن چيو. ”ڪن ڪلهي تي ...“ جهنگلي ڪان اهو نه سٺو ٿيو ۽ ڪن پل ۾ اهو سنان ڪندڙ اڌ اگهاڙو واٽيو ڏينهن ڏٺي جو ڪيترن ماڻهن جي اکين اڳيان جهنگلي جي هٿان ڪسي ويو!

جهنگلي ساڳيا نعرا هڻندو رت ڀريل هٿيار نچائيندو سڌو ٿاڻي تي پهتو ۽ صوبيدار کي جو ڊائلاگ چيائين سو اڃا به گهڻن کي ياد آهي:

”ميں نے اپنا فرض ادا کیا، اب تم اپنا فرض ادا کرو!“

عدالت ۾ جهنگلي جو اهوئي بيان هو ته هو علي رضا سائين جي ڳالهي جي بي حرمتي برداشت نه ڪري سگهيو. مقدمو هليو ۽ علي رضا جي هن حبدار کي ڦاسيءَ جي سزا ملي... (هندو برادري جو چوڻ هو ته نه ڪو نعرو هو نه ڪو ان جو جواب خون جو ڪارڻ ٿيو بلڪ اهي اکر هن کي صوبيدار سيکاريا هئا ـــ و الله اعلم... ) اهو شنڪر وارو کوهه پوءِ خوني کوهه جي نالي سان مشهور ٿيو جو ڪو ڇڪرو ان ۾ ڪري پيو هو ۽ ٻڏي ويو هو، عرصي تائين کوهه ويران پيو رهيو تنهن بعد بند ٿي ويو... هاڻي ان تي اڏاوتون آهن.

انڪل ۳۵-۳٦ سال اڳ جي ڳالهه سمجهو، هڪڙو قبائلي ڪمي ڪاسبي خدا ڄاڻي ڪهڙي نيت سان پنندو رلندو هتي نڪري آيو. پولي رنگ ڍنگ لباس ته اوپرو هوس ئي پر کي حرڪتون به اهڙيون ”مشڪوڪ“ هئس

جو سيني جي اک ۾ اچي ويو ۽ پوليس جهلي ڏني ۱۰۹ ۾ سوگهو ڪيس. هاڻي پرديسي مسافر جي مٿي تان جان ڇڏائي ڪير ضامن ٿيو ڪير ڇڏائڻ اچي. وري هو به اڄڙو نڪر جو نه پنهنجي قبيلي جو ڏس پتو ٻڌائي نه علائقي جو. ڇاڪاڻ ته پنهنجي قبيلي وارن ۽ سردار کي خبر پئي ته ڏاسيچ ڏيندس تنهن کان سچي عمر جيل ڪاٽڻ قبوليندس. ڪنهن طرح سان والد صاحب کي خبر پئي تنهن ماڻهو موڪلي، رڳو انساني همدردي طور، اهو زباني ضامن ڏئي سفارش ڪري هن جا بند خلاص ڪيا ۽ ان وڏيري کي چيو ته ڇڏائي مون وٽ وٺي اچوس ته خبرچار وٺونس. هو اشراف جيل مان

نڪري وڏيري کان والد صاحب جو ڏس پتو پڇي هيڏانهن اچڻ جي بدران وڏيري کان گوهي ڏيئي جو وٺي ڀڳو نه ڪو وڃي پنهنجي قبيلي ۾ بيچ ڇلبيائين. والد صاحب کي تشويش ٿي ته خبر ناهي ڪهڙي قماش جي ماڻهوءَ کي ڇڏايوسون ڪا ڳالهه نه ڳجهيءَ ۾ پئي. ڪجهه هفتا گذريا جو انهيءَ قبيلي جو سردار پنهنجن ڪيترن ماڻهن سان گڏ اچي هتي سڙيو. اهو پهريون پيرو هو جو قبائلي ڏٺاسين. هنن جا لباس به اسان لاءِ اوپرا هئا ته ٻولي به. سيني وٽ عجيب قسم جون بندوقون ۽ ڪارتوسن جا ڪنٺا. سردار وٽ وري پستول جدا ۽ هڪ اسٽين گن جهڙي بندوق الڳ، خاڪي زين جون شلوارون قميصون مٿن تي ڪلهن سان پٽڪا ۽ پرت ريل صدريون، سڀني ۾ پڳيون ٽنهي ٽي ڳالهايائون. هيترن نرالي رنگ جي ماڻهن کي جو اوچتو اوطاق ۾ گهڙندو ڏٺوسين ته سڀ وسمي ۾ اچي وياسون ته پيلي ڏاڙهيل اچي ويا! ... خير ڏيو احوال

پڇيوسين ته جنهن اوهان اسانجي ماڻهو کي ڇڏايو آهي تنهن جو شڪريو ادا ڪرڻ آيا آهيون. باقي پيو سڀ خير آهي! واهه ڀلا قبائلي توهان جي وفاداري ۽ روايت پسندي، رڳو ٿورو مڃڻ لاءِ ڪٿان ڪٿان ڪهي آيا آهن! ڀلا جي نه اچن ها ته اسان جي ڪهڙي ميار هئي، خبر پئي ته غير علائقي جا آهن ۽ سندن انهيءَ رولو ماڻهوءَ جو دماغي توازن درست نه هو سو پنهنجي ڪرم کان ڇيڻي ٻڏڪندو هت اچي نڪتو هو. هنن سندس پهريون دفعو ڏٺي آهي، رڳو شڪريو ادا ڪرڻ لاءِ ايڏو سفر ڪيو اٿن سو به پنهنجي هڪ ڇرني ڇرپٽ فرد لاءِ! وري نه ڪجهه کاڌائون نه پيتائون ڇو اهو انهي شرط تي ڏيندو ته هڪ پيرو اوهان کي به اوس اسان ڏانهن اچڻو پوندو، جي اهو وعدو ڏيو ته واهه نه ته پالي به ڪونه پيئبو. والد صاحب وعدي ڏيڻ کان معذور ته هو ڪنهن شئي کي هٿ لائڻ کان، ڏاڍي محبت ۽ نيازمنديءَ سان شڪريو ادا ڪري هليا ويا...

... ... ...

... پير غلام مجدد سرهندي صاحب وٽ سندس هيرآباد (حيدرآباد) واري بنگلي تي ملڻ ويس جو هن جو والد صاحب سان گهاٽو ياراڻو هو. جنهن صاحب به پير صاحب مرحوم کي ڏٺو آهي يا سندس صحبت ماڻي اٿس سو شاهدي ڏيندو ته هو صاحب ڪهڙي نوراني منهن مهانڊي وارو ۽

ڪهڙي حشمت واري شخصيت جو مالڪ هو، هن جي سياسي ۽ سماجي حيثيت جا هئي سا هئي پر اهڙي جادو وهندڙ شخصيت به ڪا ورلي پيدا ٿيندي آهي.

شام جو وقت هو، هڪ پيو اشراف نه ونس وٺو هو، چانهه آني ته ڏٺم هڪڙي ننڍي چنيءَ (يا ڏم چنيءَ) جي ڪنڊي سلماني چانهه سان پرمل ۽ چار ننڍڙيون جمعيون (فنجانون) هڪ ٽري ۾ رکي نوڪر اچي ميز تي رکيون. مرحوم پنهنجي هٿن سان هڪ هڪ جمعي اسانکي انهيءَ ڪاري قهوي جي پري ڏنيءَ هڪ ڍڪ ڪنئي. قهوو گهاٽو نه مزيدار خوشبو وارو ڪڙڪ، پيتم ته مغز جا ڪپاٽ کلي پيا، دل ۾ سوچيم هن ننڍڙي پياليءَ جي بدران جيڪر گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي چانهه واري ڪوپ جيتري ته ملي ها ته واهواه پر ڏٺو – پر اها پيالي پي رکيم ته هن جهٽ ڪنڊي کڻي اها ساڳي لذت وري ڀري ڏني، خوش ٿي پيتم ۽ پيالي وري ميز تي رکيم ته اها به لذت وري ڀرجي ملي، اها پيتم ته پائيم هاڻي ته ڍؤ ٿيا – چيم سائين بس مهرباني – هن مرحوم اها مهرباني اڻ ٻڌي ڪري وري پيالي ڀري ڏني، ڪجهه تڪلف کان ڪجهه پيٽ ۾ گنجائش نه هئڻ ڪري نه نه ڪيم پر حڪم ٿيو ته پيءُ – مونسان ڏاڍي ڪار ٿي، چوٿين پيالي ٻي مهرباني سمجهي پيالي ميز تي رکيم ته وري ڀرجي ملي. ڏاڍو اچي ششدر ٿيس، ڏاڍي نه نه ڪيم، ادب جو پاس ننڍ وڏائي جو سنڌو وڃي، هن جو رعب ۽ حشمت ۽ هيڏانهن نه حجت نه وس، ۽ پيٽ جي هيءَ حالت جو ٿو ڪجهي اچي ڇاتيءَ سان لڳو، چيم هي ڇا؟ هو پيو مرڪي ۽ وري سنجيدگي سان حڪم ڏئي ته پيءُ، اها پنجين پيالي پي رکيم ته ڇهين ڀرجي ملي – ! چيم متان هي بزرگ مون سان مذاق پيو ڪري! هن پئي ملاقاتيءَ جي ته پن پيالين کان مٿي تواضع نه ٿي، هي مڙني

مهرباني مون سان ڇو؟ ڇهين پيالي هٿ ۾ ڪيئن ادب احترام جو پاس نه هجي ها ته اها پيالي ڪٿي پاهر اڇلايان ها يا ميز تي رکي وٺي پاهر ٻوڙ پايان ها، هڪڙو ڏک پريم ته اکين جا تارا پاهر نڪرندا محسوس ڪيم، ڏاڍي ويچارگي ۾ رهيم جو ڪهڙي حالت ۾ سائينءَ ڏانهن نهاريم ۽ چيم قبله هاڻي ته ڏک به نٿو ڪڙي. تڏهين مرڪي چوڻ لڳا: "ته پوءِ خالي فنجان سڌي رکڻ بدران اونڌي ڪري رکو، جيسين اوهين پيالي سڌي رکندا رهندا تيسين آءٌ ڀريندو رهندس پلي هڪڙي ڪلاڪ کوهي وڃي ۽ ٻي ٿي اچي، اها اسان جي روايت آهي. ٻهرين پاسم اوهين چاهيندا هوندا جو خان صاحب ته اسانجي انهيءَ روايت کان واقف آهي. اسانکي اٿين به چوڻو هي ته پيالي اونڌي ڪري رکو پر هاڻي جو ڏٺوسين ته اوهين برابر اڻ واقف آهيو تڏهين ٻڌائڻو پيو، بهرحال تڪليف معاف ڪجو، فڪر نه ڪريو هيءَ چانهه ڪا تڪليف نه ڪندي جلد هضم ٿي ويندي." — تڏهن ڏٺم ته برابر هن پٺي ملاقاتيءَ ٻي پيالي پي اونڌي ڪري رکي هئي ۽ پاڻ به اونڌي ڪري رکي هئائون. اهڙي ريت هڪ نئين روايت مڪيس پر آنڌن کي مٽ به واهه جي آئي -!

... ... ...

[حيدرآباد]... فخر اٿم انهيءَ تي ته صحافت جي ميدان ۾ محترم مولانا خير محمد نظاماڻي صاحب جي شاگردي جو شرف مليم، هڙي رندي ههڙو زهد، ههڙو حوصلو ۽ ههڙي حريت مون اڄ تائين ته پٺي ڪنهن قلم جي صاحب ۾ ڪانه ڏٺي، هو روزنامه ڪاروان جو ايڊيٽر هو تڏهن نوڪريءَ لاءِ وٽس ويس ۽ نوڪريءَ سان گڏ اهو شرف پرايم، محترم غلام محمد گوڪر ۽ محراب خان لغاري (پوءِ جلد ڇڏي ويو) اڳ ئي سب ايڊيٽر هئا ٿيو آءٌ ٽيون، پگهار پنجهتر روپيه مقرر ٿيو پوءِ مهرباني فرمائي هڪ سئو روپيه ڪيائون، تنهن وقت (١٩٥٨ع) اهو اجورو وڏو هو. خود سندس پگهار ساڍا ست سئو هو جو مڙني ايڊيٽرن ۾ گهٽي ۾ گهٽ پگهار هو... هي سربڪفن فيل مست صحافي موجوده ڪيترن ايڊيٽرن جو استاد آهي... ننڍي هوندي هن کي هٿي خاڪسار تحريڪ جي جلسن ۾ ڏٺم، سندس تقريرن جو طوفان ڪڙو ڏٺيندو ڏٺم، پر هاڻي جو سندس صحبت ۽ قلاميڙم ويٺس ته ڏٺم ته برابر صحافت جي ميدان جو سورمون آهي، آءٌ ته ڪيس وقت جو منصور چوندس...... پهلا ڪهڙو قلمڪار اٿين ڪندو جو پلي گهر ۾ اٽي لپ نه هجي ۽ ڦاس لاءِ هڪ پائلي کيسي ۾ نه هجي پر هو جنهن اخبار ۾ ايڊيٽر هجي تنهن اخبار جي ئي مالڪ جي بي قاعدگين ۽ بدعنوانين جا وڪا انهيءَ ئي اخبار ۾ پڌرا ڪري رکي ۽ چوي ته ضمير جو مجرم نه ٿيندس، پلي اخبار جو اهو مالڪ ڪو بي تاج بادشاهه پير صاحب هجي يا اسيمبلي جو ميمبر هجي يا وزير هجي. ڪاروان جي مالڪ رئيس کي وزارت ملي ۽ سا به ايڪسائيز اينڊ ٽئڪسيشن جي وزارت ته مولوي صاحب هن جي خلاف ايڊيٽوريل لکيا ته هي ڪهڙو انياءُ؟ جي اطلاعات جو اکر اکر قوم جي امانت آهي تنهن ۾ ڪا هير ڦير ڪجي ... ڪير تصور ڪندو ته ايوب خان جي مارشل لا کي اڃا ٽي مهينا مس گذريا هجن، پڪي پر هٽڻ کان آذرت هجي، وڏن وڏن ڪبرن کي رڦٽي لڳي پئي هجي ۽ هي مرد قلندر سنڌ جي مارشل لاءِ ايڊمنسٽريٽر جي خلاف سخت ۽ تکي طوفاني تنقيد وارا ايڊيٽوريل لکندو رهي؟ ۽ سو به هن عنوان سان - "ڇا ٿو پولي حق نواز -؟." اهو ايڊيٽوريل ٽن قسطن ۾ هليو، (ميجر جنرل حق نواز سنڌ جو مارشل لاءِ ايڊمنسٽريٽر هو ۽ حيدرآباد ۾ هڪ ڀيرو تقرير ڪندي چيو هئائين ته سنڌ جا ماڻهو پاڻ نوڪرين ۾ نٿا اچن ۽ شڪايت ٿا ڪن ته کين نوڪريون نٿيون ملن ... وغيره) مولوي صاحب قوم پرستي يا صوبائي تنگ نظري کان مٿي هو پر هي موڻو برداشت نه ڪري سگهيو... ڊان وارو الطاف حسين صاحب (جو بعد ۾ مرڪزي وزير ٿيو) ۽ نواءِ وقت لاهور وارو مجيد نظامي صاحب جي انوقت جا وڏا بي باڪ بي خوف صحافتي سياسي سورما سمجهيا ويندا هئا مولوي صاحب کي ٽيلفون ڪندا رهندا هئا ته يار جيڪي ڪجهه ٿو لکين پيو سا تنهنجي جرأت آهي اسانجي پروا ڪانهي ... وقت جو ڊائريڪٽر انفرميشن سائين علي احمد بروهي صاحب توڙي ايس-پي توڙي ٻيا عملدار چون پيلي مولوي صاحب اسانجي نوڪرين جو ته خيال ڪريو، مولوي صاحب چوي ته مونکي پنهنجي نوڪري جو خيال ڪونهي، لکبو ته سچ لکبو ۽ منهن تي ڦوڪائبو ظالم حاڪم کان ڪونه پڇبو پنهنجو مڪ مهسانبو باقي رياڪاري واري صحافت مونکان نه پڄندي، ظلم ناانصافي جو وڪيل نه ٿيندس،... اهو ئي سبب هو جو چند مهينا هڪڙي اخبار ۾ ته چند مهينا ٻيءَ ۾ ته چند مهينا بيروزگار ٿيو وتندو هو پر اصولن ۽ ضمير جو سودو نه ڪيائين ته نه ڪيائين. کيسي ۾ استعيفي هڪ تيار رکيو ويٺو هوندو هو، آفيس کان ٻاهر ويندو ته چئي ويندو ته ڪو ڪم

هجي سونسان رابطو ڪرڻ ضروري هجي ته ٻهرين اي.پي.پي جي آفيس ۾ ٻيا ڪجهه ڪئي به نه ملي ته سڀئي ڏٺي تي ڪي هڪ سان هوندس... سچ ته هن مڙس مٿير جي "حرڪتن" سبب اسانکي به سدائين پنهنجي سر جي اچي پئي هوندي هئي، دروازي تي ڪو ڪو ٻاچو ته ڏڪوسين ته چرڪي پوندا هئاسين ته متان پوليس اچي وئي -! ٽيليفون جي گهنٽي وڳي ته به هيسجي ويندا هئاسين ته متان انفرميشن جا ڏڪا هجن يا ڪنهن ٻي عملدار جا... کهڙي صاحب کي (١٩٥٨ع جي آخر يا ١٩٥٩ع جي شروعات) ڪيس ۾ سزا ملي ته هي واحد صحافي هو جنهن کهڙي سان سخت اختلافات جي باوجود هن کي جيل ۾ اي ڪلاس ڏيڻ جي ايڊيٽوريل ذريعي گهر ڪئي ۽ اهو مطالبو هڪدم مڃيو به ويو. ياد اٿم ته حيدرآباد جي ٻين اخبارن جي هڪ هڪ ايڊيٽر کي فون ڪئي هئائين ته اوهان به لکو پر هنن جواب ڏني ڇڏيو ته سائين اسان ۾ اهو حوصلو ڪٿي... قابليت ۽ علم به هن مڙس جو دنگ هو، انگريزي جو اکر به ڪونه ڄاڻندو هو پر اسين جي انگريزي تان ترجما ڪندا هئاسين تن مان ڪيترئي چڪون ڪڍي ڏيندو. اسين بحث ڪنداسين ته سائين اوهان انگريزي متن پڙهيو ئي ڪونه سنڌي متن مان ئي ڪيئن ٿا سمجهو ته هي اکر ضرور هيئن هوندو هيئن نه هوندو، پر پوءِ جو ڊڪشنريون ڦلهوڙائيندو ته قائل ٿيڻو پوندو ته برابر پليل اسين هئاسين. هو رڳو سنڌي عبارت مان سمجهي ويندو هو ته انگريزي اکر ڪهڙو هوندو. مجال آهي جو ڪو پسو ٻي وزن ۽ نا مطابق اکر لکجي وڃي پلي اهو صحافتي

پولي ۾ عام هجي ۽ ڪنهن کي لکڻي به نه. هو پولي، عبارت ۽ مضمون تو وڙي نفس مضمون ۾ ذري به ڪچائي اصل نه برداشت ڪندو هو... عربي ۾ جو ته هونئن ئي استاد هو. عراق، مصر ۽ ٻين عرب ملڪن جي ريڊيو جون خبرون ٻڌي اسانکي لکائيندو جي سچ پچ اسان جي اخبار ۾ ٻهرين ايڊيون ۽ ٻين وڏين اخبارن ۾ به پوءِ. هي صاحب ائين گهوءِ ڪئي ويندو هو. اي اي سي جون خبرون ترجمو اسين ڪنداسين ۽ تصحيح هو ڪندو ويندو... تڏهن الجزائر جي آزادي جي تحريڪ زورن تي هئي ۽ فرانس جي صدر جنرل ڊيگال سان تيونس ۽ الجزائر جون ڇڪريون هيون، پرڏيهي خبرن ۾ الجزائر جون خبرون خاص موضوع هيون جيئن هن وقت ايران عراق يا افغانستان جون آهن. هڪ رات بي بي سي پنهنجي شه سرخي جي خاص خبر ڏني ته جنرل ڊيگال جي حڪم تي فرانس ۾ موجود ستر تيونسين ۽ الجزائرين کي گولي سان اڏايو ويو آهي. اسان اهو گولي سان اڏائڻ وارو ترجمو لفظ Fired تان ڪيو هو جو خبرن پڙهڻ واري بار بار بي استعمال ڪيو، فرانسيسي حڪومت هونئن ئي الجزائرين ۽ تيونسين سان وڏا ڪلور پئي ڪيا سو پڪ هئي سون ته هي معمولي انباءِ به نيو ئي هوندو، ڏاڍيون ڪڇيون پئي هنيونسين ته واه جي شه سرخي ۾ ڏيڻ واري اهم ترين خبر ملي. مولوي صاحب آيو ته اها خوشخبري ٻڌائيسونس ته اهم خبر ملي آهي، هو ٻهرين سوچ ۾ پئجي ويو جي جنرل ڊيگال جي پاپي کي به اهڙي جرات ڪانه ٿيندي پڪ اوهين پليا آهيو، آءٌ ۽ غلام محمد هونئن ئي هن جا دادلا هئاسين هن سان حجتون

ڪندا هئاسين، اچي بحث ۾ پياسين وڏي شاهي ڊڪشنري ڪڍي ويٺاسون ته ڏسو لفظ FIRE جي معنيٰ، اوهين اسانکي اهڙو نااهل به نه سمجهو، ڇوٽ لڳو انهيءَ جون سڀ معنائون پڙهو، ڊڪشنري ۾ انهي هڪڙي اکر جون ويهن کان مٿي معنائون هيون اسين انهي ئي گوليءَ واري اکر تي اچو ايهون هو چوي اڃا پڙهو - هڪڙي معنيٰ آخر ۾ هئي. "نوڪري سان ڪڍڻ -" چي بس اهو ڪم ائين ٿيو آهي خبر اها ٿاهيو ته ستر ڄڻا نوڪريءَ سان ڪڍيا ويا. اسان جو اهو ئي نخر پارن وانگر ڪيٽوته پلا ويهن اکرن سان اهوئي اکر چو -؟ چي بس ائين ٿو اٿن. ۽ برابر اها خبر هئي به ائين... اهڙا هزارين مثال... سچ پچ خبرون ۽ خاص ڪري ايڊيٽوريل هوندا به آفتن کي دعوت ڏيڻ وارا. سرڪار وٽان پڇاڻو به ڏاڍو ٿيندو هو پر هن مڙس سان بحث ڪري پڇا ڪري عملدار مورڳو منجهائنس ئي جند ڇڏائڻ ۾ پورا هوندا هئا. اخبار جو مالڪ تنهن ڪانسواءِ سورن ۾ اچي ويندو هو. استعفيٰ هن صاحب جي اڳ ئي تيار هوندي هئي. پنهنجو اپائنٽمينٽ آرڊر هڪڙي هٿ ۾ ۽ ٻي هٿ سان استعفيٰ اڳ ئي لکي ڏيندو هو ته جڏهين ڪاوڙجو تڏهن هن تي تاريخ وجهي ڪٽي قبول ڪجو. اداري جي پاليسي به هٿ ته حڪم ۽ اختيار به هٿ، مالڪ جو وڃي ڇا -! چي اوهان اخبار ڪڍي آهي هاڻ پنهنجي واڪاڻ ۽ شهرت لاءِ ته پوءِ لکڻ به سکي اچو ۽ اچي لکو. اسانجي قلم کي پنهنجو نوڪر ڇا ٿا بنايو، اخبار قوم جي امانت آهي، پنهنجو ڍنڍورو ڪنهن ٻيءَ طرح پڌاري سگهو ٿا... پوءِ پلا اخبار جو مالڪ هاڻ پنهنجي اخبار ۾ پنهنجي

”نوڪر“ مٿن پنهنجي ڪرتوتن تي نڪته چيني ڪئن برداشت ڪندو. اهڙي رنڊي جرنلسٽن ۾ آهي؟ تنهن ڪري هن سرمست صحافيءَ جون اهي اڳ لکيل استعفائون پڻ قبول ٿينديون هيون — اڪثر ته احتياج، ۽ ان هوند سبب ڏاڍو پريشان هوندو هو پر مايوسي تي سڙيو ڪڏهن به ڪونه...

...هڪ پيري ايڊيٽوريل لکڻ لاءِ ڪو موضوع نه مليس، اسان ۾ ڪمپوزيٽر چيو ته سائين جلدي ايڊيٽوريل ڏيو سڀ ميڙيا ويٺا آهيون، مولوي صاحب ڪي اخبارون ڏنيون ۽ پوءِ وڃي پاهر در تي ويٺو، (سخت سيري جي مند هئي، اخبار جو دفتر ۽ پريس شاهي بازار ۾ هئا)، اسين ويٺا اوٻاسيون ڏيون ۽ ايڊيٽوريل جو انتظار ڪريون ته ڪمپوزيٽر ته پروف ڏسي چٽي ڪريون، هوڏانهن ڏسون ته مولوي صاحب در تي ويٺو هڪ ٺيلهي واري پٺاڻ سان ڪچهري ڪري ۽ اخروٽ ۽ نيزن جي معاملي تي خبرون چوڻ ڪري، ڪمپوزيٽر ڪجهه ناراض به ٿيا ته ڪوڙي ٿيو ويٺا آهيون ٿوري دير کان پوءِ صاحب پڻ آنن جا نيزا وٺي اندر آيو ۽ ايڊيٽوريل لکي ڏني ويو. دستور موجب ايڊيٽوريل جو پروف اسان وٽ آيو ته ڏسون ته سڄو ايڊيٽوريل سڪي فروٽ جي اگهن بابت ۽ چرپر تي هجي ته فلاڻي شئي جو ڪوئٽه وغيره ۾ هي اگهه آهي، نقل حمل جا هي مرحلا ۽ مسئلا آهن ۽ سنڌ جي مختلف حصن ۾ هي اگهه آهي، هي محصولات آهن، هي خرچ پڙا آهن ته پوءِ سنڌ ۾ انهن شين جي اگهه ۾ بلوچستان جي ڀيٽ ۾ هيترو فرق ڇو آهي؟ حڪومت ڇا پئي ڪري؟ هنن معاملن تي حڪومت جي نظر ڇو ڪانهي؟

يقين ڪريو انهيءَ ”ڪاڻين نه ڪم جي“ ايڊيٽوريل — ترڪو مچائي ڇڏيو، چند ڏينهن ۾ حيدرآباد جي پٺاڻ ٺيلهن وارن جي وفدن ڪين گهرائي عملدارن سخت تنبيهه ڪئي ته اگهه بابر صحيح رکو! تنهن بعد وڏو فرق پئجي ويو.

... اداري جو مئنيجر رضا صاحب ته هن جو عاشق هو، منڍي جي الف - ب به ڪونه ڄاڻندو هو پر مولوي صاحب جا ايڊيٽوريل اردو ۾ ترجمو ڪرائي سانڍي سنڀالي رکندو ۽ پڙهندو هو... زناڪاري اغلام بازي جهڙين خبرن توڙي راندين جي خبرن جي مولوي صاحب جي اخبار ۾ اشاعت تي سخت پابندي هئي، اهڙيون خبرون آڻڻ وارن کي اهڙي ڊوڙ ڪڍائيندو جو وري ڪهڙ ساهه پٽيندا، چوندو اخبار علم ۽ معلومات جو ذريعو آهي نيائيون سيائيون به پڙهن ٿيون، اخبار به مقدس دستاويز آهي تنهن ۾ اهڙن اطلاعن جو ڇا—؟ شل نه ڪنهن ڪاموري جي دانهن مولوي صاحب وٽ پهچي، شل نه ڪنهن عملدار جي زيادتي جي مٿس به پوليس پلي اهو مارشلا جو ڪو اعليٰ عملدار هجي، هن جو قلم عليءَ جي تلوار بڻجي ويندو هو...

.. اهڙ طرح جا ديني ۽ سماجي سوال ڪٿي اچي وٺندس، پوءِ ڪهڙو ٿي اچي ڪو بحث ڪندس ته پلي ڪيترو وقت لڳي ڪيتري سمون طرفان رد ڪدڻي هو سڄي ڳالهه سمجهائي قائل ڪري پوءِ اٿندو، اڪثر وٽس هلي ڪراچي هوٽل ۾ ويهندو پوءِ هوندا منهنجا پارالا سوال ۽ هن جا سنجيدا مدلل جواب، نه بيزاري نه خفو، Orthodox نه هو، مون ته هن ۾ ڪوڙ روشن دماغي ۽ وسيع النظري ڏٺي، خبرون ۽ مضمون لکڻ ۾ اسان کي همٿائيندو پئي ٿورپيندو ۽ پڇيو ڪندو پرڪٽي جوش ۽ هيڪاندو جهاد جو جذبو ڏيکاريو سين ته مناسب گوشمالي ڪري جهل به وجهي ڇڏيندو، اهڙي استاد تي جيترو فخر ڪريان گهٽ، هوڙو گهڻ ڪٿائتو ساٿي هو تنهن لاءِ جيترا پنا لکندس ٿورا آهن... توڙي اهو صحافتي عظمت ۽ وقار جو زمانو هو، صحافيءَ جو مان هو ۽ اخبار جي اڪر اڪر جي سرڪار وٽ توڙي پرجا وٽ اهميت هئي ... مولوي صاحب هڪ عراقي صحافيءَ جا (شاه فاروق جي وقت جو) هي اکر هميشه ورجائيندو هو ته ”خبر قوم جي امانت آهي، اسين ان ۾ خيانت نه ڪندا سين...“

[ٺٽو الهيار] ... درويش صفت ليکڪ سائين لل محمد شاه رضوي صحيح ڏو چوي ته ٽنڊي الهيار جي تاريخ اڃا کوجنا طلب آهي، بهرحال مختلف شاهدين ۽ اتهاس جي ڪن ورقن مان هي ثابت آهي ته هي شهر مير الهيار خان ٽالپر جي هٿي وارد ٿيڻ ۽ قيام کان گهڻو اڳ موجود هو البت شهر جو نالو مختلف حاڪمن ۽ سمن جي عروج زوال سان گڏوگڏ بدلبو رهيو آهي، ڪڏهن هي شهر ڪنيڊو نگر جي نالي سان مشهور هو جنهن نسبت سان هتي جو وڏي ۾ وڏو مقام (قبرستان) ڪنيڊي وسي جي نالي سان اڃا موجود آهي. ڪڏهن هي شهر محمود آباد يا احمد آباد به هو. اڄ ٿي هڪ قديم قبرستان گل غيبي جي نالي سان سڃاتو پيو آهي جو ڪنيڊي وسيءَ کان به جهونو ٿو چيو وڃي... ۽ جڏهين ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ مير فتح خان حاڪم سنڌ جي فرزند

مير الهيار خان اچي هتي (موجوده قلعي ۾) قيام ڪيو ۽ انکي وڌايو ويجهايو وسيع ۽ آباد ڪيو ته شهر جو نالو ٽنڊو الهيار ٿيو... هڪ مشهور روايت عام آهي ته مير فتح خان اولاد جو سڪايل هو، ڪنهن جي ڏس تي هو هتي جي هڪ بزرگ سيد تراب علي شاه بخاري وٽ پاڻ هلي آيو ۽ اولاد لاءِ دعا گهريائين. بزرگ دعا سان گڏ اها هدايت به ڪئي ته هن شهر کي آباد ڪري ۽ ترقي وٺرائي. مير صاحب جي آس پني ته هڪ شهزادي مير الهيار خان کي هتي دائمي قيام لاءِ موڪليائين جنهن شهر کي ترقي وٺرائڻ جو انجام پاڙيو. موجوده قلعو مدس قيام گاه هو جنهن جي عملداري ۾ موجوده سائين گهوٽ رح جي درگاهه تائين جو علائقو هو. هي جا هيڏي ساري پاڙ ڪڏ موجود آهي سا انهيءَ امر جي شاهد آهي ته شهر ۾ جي نيون نيون جايون (انهيءَ قلعي سميت) جڙيون تن لاءِ مٽي انهيءَ هنڌ تان کڄندي هئي جنهن جي نتيجي ۾ اها درياءَ جيڏي کڏ ٿي جنهن کي پوءِ واه جي شڪل ڏني وئي ۽ ان ۾ باقاعده واهاري تيلا سان هلندا هئا...... انهيءَ شاهه بخاري جي ننڍڙي درگاهه اڃا ڪتري پاڙي ۾ گمنام حالت ۾ موجود آهي پر ... "بر مزار ما غريبان..." وارو معاملو آهي يعني جنهن بزرگ جي دعا سان حاڪم جو وڙهو ۽ هي شهر آباد ٿيو تنهن جي مڙهي ويران آهي... ڪڏ جي پيءَ پر اپرندي وارو علائقو اڃا مير محمد ڳوٺ سڏجي ٿو ۽ هتي اڃا به ڪي تاريخي ۽ قلعي جاين جا آثار موجود آهن، اهو علائقو مير الهيار خان جي هڪ عزيز مير شاه محمد خان اچي آباد ڪيو ۽ اتي پنهنجو ٺاڪ ڪيائين. هڪ طرح سان اها ڪڏ اهڙن پن تاريخي واقعن ــ ٽنڊي الهيار ۽ مير جو ڳوٺ ــ جي وچ ۾ هڪ سرحد هئي. عام روايت آهي ته هتي پنهي عزيزن جي پاڻ ۾ انبٽ هئي... انهيءَ ڪڏ جو دريا سان ناتو جوڙيو ويو ۽ ان ۾ واهاري پيڙن جي آمدرفت به ٿيندي هئي ۽ ميراج اچڻ کان (١٩٣٥ع کان) اڳ پنين جو رنج به ٿيندو هو... ڪنهن وقت ته هڪ لحاظ کان هي شهر ڏري گهٽ هڪ جزيرو هو يعني اپرندي ۾ اها ڪڏ هئي ڏکڻ ۾ ساڳئي اهميت جو ڳوڙهو (١٧٥٨ع تائين) واه الهندي ۾ ڏاٽ واه ۽ اتر ۾ موجوده نصير واه. هينئر اهو نصير واه موجود آهي ۽ شهر جي جياپي جو وسيلو آهي باقي ٻيا واه سڀ "واه واه" ٿي ويا آهن ــ انساني آباديءَ هيٺ آهن، اڳي برسات جو پاڻي ۽ نالين جو سيلاب انهن ۾ نيڪال ٿيندو هو هاڻي نالين جو پاڻي نالين ۾ برساتن جو پاڻي شهر جي جاين جي بنيادن ۾ پلانٽو رهندو آهي.. منڪ مڙئي مضبوط ٿي رهيو آهي......

مرحوم مولانا شيدائي پنهنجي ڪتاب تاريخ تمدن سنڌ ۾ مير الهيار خان جي هٿان هن شهر جي تعمير جو سن ١٧٩٠ع ڏنو آهي سو مير موصوف جي هتي آمد ۽ قيام جو سن هوندو جڏهن ته مٿين روايت مان ثابت آهي ته شهر خود مير صاحب جي پيدائش کان به اڳ موجود هو... علامه عمر بن محمد دائود پوٽو مولانا گرهوڙي صاحب جي تصنيف جي ديباچي ۾ لکي ٿو ته "ميرن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ هڪڙي جنگ ٽنڊي الهيار وٽ لڳي... ديوان پيرومل آڏواڻي مشهور دڙي" ڪاهوءَ جو دڙو" جي بيان ۾ لکي ٿو ته ڪو وقت هو ته ٽنڊو الهيار ۽ عمر ڪوٽ جي وچ ۾ پيو ڪو شهر آباد نه هو... خود ميرپورخاص شهر ميرالهيار جي هتي آمد کان به سورهن سال پوءِ ١٨٠٦ع ۾ تعمير ٿيو... مطلب ته شهر قديم ۽ تاريخي آهي. نالا مٿيان رهيا ٿس، تنهن کانسواءِ مشهور تاريخي ورگٽن نصرپور ۽ اڪهم ڪوٽ سان آنبي گجيءَ وارا ڳانڍاپا به هن شهر جي تاريخي حيثيت ڏانهن اشارو ڪن ٿا... ميرن جي هتي قيام جي يادگار قلعي جي صورت ۾ اڃا موجود آهي جنهن ۾ هاڻي آفيسون، ٿاڻو ۽ جيل گهاٽ آهي. مير صاحبان انگريزن هٿان سنڌ جي فتح بعد به هتي رهندا ڪي جهونڙا (مثال طور حمو فقير شيدي) ميرن کي انهيءَ قلعي ۾ اينگهن ۾ لڏندي ڏٺي جا شاهد آهن. شهر پهرين اپرندي طرف گهٽو آباد هو هاڻي چئني ڏسن ۾ پکڙندو گهٽو اڳتي رملوي لائن کان به پري نڪري ويو آهي... مير شير محمد خان شير سنڌ، انگريزن سان آخري معرڪي کان اڳ ۽ هنن سان گڏوءَ واري معرڪي کان پوءِ هڪ وڏي معرڪي لاءِ ڏهه هزار سوءِ وٺي ٽنڊي الهيار آيو هو پر انگريزن جي تحريڪ تي مير صوبدار خان وٽس قرآن پاڪ ميڙ ڪري آيو ته مير صاحب ميرپور خاص موٽي وڃو، اهو به هن شهر جي تاريخ جو هڪ ورق آهي ... ڏاٽ واه ميونسپل ايڊمنسٽريٽر ڏاٽ صاحب کوٽايو... هتي هڪ مشهور صوفي بزرگ راهب فقير جي درگاه موجود آهي ۽ اطراف جو علائقو راهب پڙي جي نالي سان. هن بزرگ بابت به ڪيتريون روايتون مشهور آهن، سائين محترم محمد عمر صاحب سومري جي چوڻ موجب هو پنهنجن وڏڙن ڪار پڙندو اچي ته سنڌ فتح ڪرڻ بعد مير

چارلس نيپئر به هتي آيو هو. فقير صاحب جي هڪ ڪرامت ڪري (يعني جتيءَ سوڊو سنڌس محفل ۾ اچڻ جي نتيجي ۾ اکين جي نرت وڃڻ ۽ وري بزرگ سان معذرت جي نتيجي ۾ نرت موٽي ملڻ وغيره) ڪري متاثر ٿي ڪافي سارو علائقو هنکي وقف ڪري ڏني ويو جنهن جي سند به لکي ڏني هئي. والله اعلم. بهر حال حاڪم ميرن جي هن بزرگ سان عقيدت، حاضريون، نياز ۽ فيض جون ڳالهيون ثابت آهن. لانئت هتي سيپٽمبر ۱۹۳۸ع ۾ آئي، شهر ۾ فلنگ ڪهڙي تٿي سک خالص ڪٿي البت مسجدن ۾ پنجابي مسلمانن. تڏهن جا لڳل گهنٽا ٽنيا ۽ سٽر وغيره اچا لڳا پيا آهن تنهن بعد ڪيترا لڳا ۽ ڍهي ويا ۽ وري لڳا وري ڍهيا اهو سلسلو اڃا جاري آهي ۽ جهڙي ترقيءَ جي رفتار آهي ته جاري رهندو باقي پراڻا تنصيباب اڃا بيٺا انهن

ترقي يافته شين کي حيرت سان ڏسن .. سون ڀيهنجي سانپر ۾ آڻن جي ڪوڙي (آڻن جو اسٽينڊ چئجي) ڪانوڏي موجوده جديد مواصلاتي نظام جو دور ڏٺو. آٺ ڏکهي مفاصلي لاءِ ريٺي سوا ريٺي تي هلندو هو ... هي جو عام محاورو مشهور آهي ته "ڪيڏانهن منهن مريم جو ڪيڏانهن ٽنڊو الهيار ..." تنهن جو سچ پچ ٽنڊي الهيار سان ذرو واسطو ڪونهي. مريم ۽ الهيار ڪي ٻه شخصيتون آهن جن بابت اهو محاورو مشهور ٿيو. وقت جي رفتار ۽ شهر ٽنڊي الهيار سان انهيءَ ميان الهيار جي نالي جي ڪي قدر ملي اچڻ سبب يارن الهيار ڪي ڪٿي ٽنڊوالهيار ڪيو آهي باقي ٻيو مڙني خير آهي. انهي همراهه جو ٽنڊي الهيار ۾ ڪجهه ڪونه وڃي ۱۹۴۶۰۰ع ۾ هتي عاليشان زناني اسپتال جي افتتاح جي شاندار تقريب ٿي، سردار بهادر

محمد بخش ڪاڪٽر (سون ڪاليج جو باني) افتتاح ڪيو ۽ خاص مهمان هو، تڏهين صدارت جدا مهمان خصوصي جدا ۽ افتتاح جدا ڪرائڻ جو رواج نه هو، هڪڙي پيلي ۾ فقط هڪڙو شينهن ويهندو هو هاڻي يا ته شينهن ڪجهه لوسي ڏي پيا آهن يا شينهن ئي نه رهيا آهن. تڏهين جيا آتش بازي پري هئي تنهن جو لقاءُ اڃا نٿو وري، هڪڙو ته ويال ڪم زنده باد ۽ مبارڪباد جي پيغام جو بينر هو جنهن کي ٻاري جو ڪٽي ڇڏيائون ته آسمان ۾ رڪي اهي پرنڊڙ اکر سونهري تجلي سان ڪيترو وقت بي ڏسن ۾ آيا جڻ ڪيترا چنڊ اچي سيڙ ٿيا آهن. سيونسپل جي درويش صفت ايڊمنسٽريٽر فقط صاحب هڪ پڳل ٽڪل شعر ٺهي پڙهيو "شهر جو نالو ٽنڊو الهيار آهي، انشاءَالله هنجو پيڙو پار آهي ..." ته واه واه ٿي وئي.



عالمي معاملا :

# آسام جي تحريڪ

## پس منظر ۽ ڪارڻ

رئوف نظاماڻي

ماڻهوءَ مٿان ماڻهو جي وحشاڻي ڪيس هڪ ڀيرو وري سڄي دنيا جو ڌيان آسام ڏانهن ڇڪيو آهي. ١٩٧٩ کان شروع ٿيل آسام جي تحريڪ جو هي اهڙو باب آهي جنهن تاريخ کان اڳ واري دور جي وحشي پڻي جي ياد کي تازو ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهي مبصر ١٩٤٧ ۽ ١٩٧١ وارن واقعن کانپوءِ انهي کي ننڍي کنڊ جو بدترين واقعو ڪري ڪوٺين ٿا.

آسام جي انهي سڄي صورتحال جو رڳو سطحي نموني تجزيو ڪري انهي کي مذهبي يا نسلي جهيڙي جي صورت ۾ پيش ڪرڻ غلط آهي ضرورت انهي ڳالهه جي آهي ته ڳوڙهو جائزو وٺي انهن سڀني معاشي، سماجي، ۽ تاريخي سببن کي سامهون آڻجي جيڪي انهي سڄي صورتحال لاءِ ذميوار آهن.

ڀارت جي اتر اوڀر وارن رياستن جن ۾ آسام کانپوءِ ميگهاليا تريپورا، منيپور، ناگالينڊ، ميزورام ۽ ارونا چل پرديش جا علائقا اچي وڃن ٿا. انهن رياستن جي هڪجهڙائي ۽ ويجهڙائي ڪري کين "ست ڀينرون" جي نالي سان پڻ سڏيو ويندو آهي انهن جي خاص ڳالهه اها آهي جو هي ثقافتي، تاريخي ۽ ٻولي وغيره جي لحاظ کان پوري ڀارت کان هڪ ڌار حيثيت رکن ٿيون. جاگرافيائي طور به اهي پوري ملڪ کان ڄڻ ته ڪٽيل آهن. اتر ۾ نيپال، ڀوٽان ۽ چين جي وچ ۾ هڪ ننڍڙي پٽي کين باقي ملڪ سان ڳنڍي ٿي، جڏهن ته ڏکڻ ۾ بنگلاديش سان ڳنڍيل، هڪ پٽي کين ڀارت سان ڳنڍي ٿي انهي خاص حيثيت جي ڪري ئي کين سڄي ملڪ ۾ "هڪ ايڪو" ڪري ليکيو ويندو آهي.

انهي ڳالهه جي باوجود ته انهي علائقي جو باقي ملڪ سان ڪوبه ويجهو ثقافتي لاڳاپو ڪونهي علائقي ۾ رهندڙ اصلوڪن رهاڪن جو واسطو اٽڪل هڪ سئو مختلف قومين ۽ قبيلن سان آهي انهن سڀني ۾ گڏيل هڪجهڙائي رڳو مرڪز کان سندن پري هجڻ آهي. انهن ثقافتي يونٽن سان اهم هند-آريائي آسامي، آسامي ڳالهائيندڙ ماڻهو، برهم پترامائري ۾ رهندڙ هندو، هڪ درجن کن منگوليائي نسل جا جابلو قبيلا ۽ ميداني علائقي ۾ رهندڙ اصلوڪا رهاڪو آهن هتي بنگالين کي پهريون ڀيرو انگريز سرڪار، چانهه جي پوک ۽ پنهنجي انتظامي مشينري کي هلائڻ لاءِ آندو.

برطانوي راڄ هلندي انهي علائقي کي چانهه واري يونٽي رکڻ جي ڪوشش ڪئي وئي انهي مقصد لاءِ سندن پاران "ورهايو ۽ حڪومت ڪريو" واري جڳ مشهور طريقي ڪار کي استعمال ۾ آندو ويو ۽ سڄي معاشي ۽ سماجي پسماندگيءَ لاءِ پاران آيل بنگالين کي ذميوار قرار ڏيئي کين مقامي ماڻهن جو حقيقي دشمن ڪري پيش ڪيو ويو. انهي گهٽتاڻي کي آزادي کان پوءِ به ڪنهن حد تائين پورو نه ڪيو ويو نتيجو اهو نڪتو جو سڄي ڀارت جي ڀيٽ ۾ هتان جو ماڻهو سڀ کان پوئتي رهجي ويو. انهي جو اندازو هن ريت لڳائي سگهجي ٿو. ١٩٥١ ۽ ١٩٧٦ واري عرصي دوران ڀارت جي زرعي پيداوار ۾ سئو سيڪڙو واڌارو ٿيو جڏهن ته آبادي ۾ پنجاهه سيڪڙو واڌ آئي. انهي جي ابتڙ آسام جي زرعي پيداوار ۾ پنجٽيهه سيڪڙو واڌارو ٿيو ۽ آبادي ۾ واڌ جو حساب ستر سيڪڙو هو. ٻين لفظن ۾ آسامي ماڻهن جو معيار زندگي گهٽ ٿي ويو، جڏهن ته مجموعي طور ڀارت جي ٻين حصن ۾ ان ۾ واڌ ٿي. انهي ريت آسام ۽ باقي ملڪ ۾ موجود اڻ برابري ۾ اڃا واڌارو ٿيو. ساڳي ريت آسام ۾ في ماڻهو آمدني ١٩٧٦ ۾ اٺ سئو پونجاهه رپيا هئي جڏهن ته سڄي ملڪ ۾ اها ٻارهن سئو اٺهتر رپيا هئي. آسام پوري ملڪ جي تيل جي ضرورتن جو ٽيهه سيڪڙو ۽ چانهه جو پنجاهه سيڪڙو مهيا ڪري ٿو. صنعتي طور تي پڻ اهو علائقو تمام پٺتي پيل آهي. انهي جو اندازو انهي مان لڳائي سگهجي ٿو ته صنعت ۾ هتان جي آبادي جي رڳو چار سيڪڙو ڪم لائق ماڻهن کي

روزگار مهيا ڪري ٿي، جڏهن ته پوري ملڪ لاءِ اهو انگ ويهه سيڪڙو آهي. ڀارت جي ڪل چاليهه سيڪڙو ڳوٺن کي بجلي جي سهولت حاصل آهي، جڏهن ته انهن ستن ڀينرن جي ڏهن ڳوٺن مان رڳو هڪ ڳوٺ کي بجلي مليل آهي. هتان جي زراعت پڻ ڪهڙي حد تائين ماڻهن جي ضرورتن کي پورو نه ٿي ڪري سگهي. زرعي پيداوار گهڻو ڪري روڪ پوکن تائين محدود آهي. انهي ڪري ئي خوراڪ، ڪپڙي ۽ ٻين شين جو انگل اسي سيڪڙو ملڪ جي ٻين حصن مان گهرايو ويندو آهي.

انهي معاشي طرح پٺتي هئڻ هتي ڪيترن سونجهارن کي جنم ڏنو آهي. اهي سونجهارا هن وقت جڏهن سڪيه نڪر جي صورت ۾ ظاهر ٿيو آهي اهو آهي مقامي ۽ ڌارين وچ ۾ اختلاف. اسهن ڌارين مان گهڻن جو واسطو اولهه ۽ اوڀر بنگال جي ماڻهن مان آهي جڏهن ته منجهانئن ڪجهه نيپالي پڻ آهن. اهي ماڻهو هتي مختلف وقتن ۾ ۽ مختلف سببن جي ڪري ايندا رهيا آهن. منجهانئن گهڻي ڀاڱي ۱۹۴۷ ۽ ۱۹۷۱ جي مذهبي ۽ نسلي اره زورابن جي ڪري بنگلاديش مان جان بچائي هتي اچي پناهه وٺندڙ بنگالي آهن. انهي سڄي لڏپلاڻ کي آسام جي انتهاپسندن پاران "ڌارين جي خاموش اڳراڻي" ڪري ڪوٺيو وڃي ٿو. هن وقت هتان جي انگل هڪ ڪروڙ نوي لک جي آبادي مان پنجويهه سيڪڙو اهي "ڌاريا" آهن. آسامين پاران اها ڳالهه ٿي ڪئي وڃي ته مقامي ماڻهن جي پيٽ ۾ ٻاهران آيل ماڻهن ۾ جم جي رفتار تيز هئڻ ڪري هو ٿورائي ۾ تبديل ٿي ويندا. انهيءَ جو اندازو انهي مان لڳائي سگهجي ٿو ته هن وقت اولهه بنگال جي هڪ چورس ميل ۾ ٦١۴ ماڻهو رهن ٿا. انهي ڪري ڪيس دنيا جي وڌيڪ گهاٽيل علائقن ۾ ڳڻي سگهجي ٿو. آسام ۾ سراسري طور هڪ چورس ميل ۾ ۳ ـ ۲۵۳ ماڻهو آباد آهن.

انهي بنياد تي آسامي ماڻهو اهو خوف پڻ ظاهر ڪن ٿا ته اڳتي هلي سندن ثقافت ۽ ٻولي وغيره لاءِ خطرو پيدا ٿي ويندو ۽ ادي ڌارين جي قبضي هيٺ اچي ختم ٿي ويندا.

اهڙي طرح بنيادي طور آسام ۾ معاشي پسمانـدگي ۽ انهي جي بنياد تي پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت جي ختم ٿيڻ جو پيدا ٿيل خوف ئي هتان جي قوم پرستن جا مکيه محرڪ آهن. سندن پاران مسئلي جو جيڪو حل پيش ڪيو وڃي ٿو اهو آهي هتان ڌارين کي نيڪالي ڏيڻ. منجهانئن ڪجهه انهي کان به اڳتي وڌي انهن ستن ئي رياستن جي ڀارت کان ڌار ٿيڻ جي گهر پڻ پيش ڪن ٿا. آسام جي اها قوم پرست تحريڪ ۱۹۴۷، کان ئي هلندڙ آهي. ڪڏهن منجهس تيزي آئي آهي ته ڪڏهن ماٺائي پر مسئلي کي حڪمران ڌرين پاران سنجيدگيءَ سان حل نه ڪرڻ ڪري صورتحال جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ ڳنڀير ٿيندي ويئي آهي. ان ۾ قوم پرست تحريڪ جي اڳواڻي هن وقت آل آسام شاگرد يونين ۽ آل آسام گنا سنگرام پريشاد جي هٿ وس آهي. انهن تنظيمن جو لاڳاپو علائقي جي ٻين رياستن جي مختلف تنظيمن سان پڻ آهي. ان سلسلي ۾ آل آسام گنا سنگرام پريشاد جي جنرل سيڪريٽري جو چوڻ آهي ته "اسان جي جماعت جي جهنڊي تي ۷ تارا آهن ڇاڪاڻ ته اتر اوڀر جون ست ئي رياستون ستن ڀينرن وانگر آهن. اسان کي لازمي طور گڏجي پنهنجي حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي." انهيءَ تحريڪ پنهنجي ماٺون ڌار ٿيڻ واري ڳالهه کي تمام چٽي نموني سامهون رکيو آهي. يونائيٽيڊ نيوز آف انڊيا جو چوڻ آهي ته سندن پاران هڪ "گڏيل فوج" ٺاهي ويئي آهي جيڪا هڪ "آزاد رياست" لاءِ وڙهندي.

اها تحريڪ بنا ڪنهن شڪ جي ڀارت جي آزاد ۽ گڏيل حيثيت لاءِ هڪ للڪار کان گهٽ نه آهي. ڇاڪاڻ ته ٻاهرين طاقتن پاران پڻ ان ۾ اندروني ڇڪتاڻ کي پنهنجي فائدي ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ بين الاقوامي معاملن ۾ ڀارت کي پنهنجي موقف کان هٽائڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ويون آهن. انهي سلسلي ۾ گهربل معاملن جي ڀارتي وزير جو پارلياميٽ ۾ ڏنل اهو بيان ڏيڻ جوڳو آهي، جنهن ۾ هن علائقي ۾ اولهه جي جاسوسي ادارن جي وڌندڙ سرگرمين ڏانهن ڌيان ڇڪايو هو جيڪي عيسائي مشنري ادارن جي وسيلي پنهنجو ڪم ڪري رهيا آهن. سندس چوڻ هو ته انهن مشنري ادارن تي سخت نظر رکڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي ۽ جيڪڏهن ضروري سمجهيو ويو ته کين ملڪ مان ٻاهر ڪڍيو ويندو. اهي ٻاهريون طاقتون انهي حد تائين وڃڻ لاءِ تيار آهن. جيئن ڀارتي "هفتيوار ڪرنٽ" لکي ٿي ته "ڀارت جي اڀرندي حصي مان هڪ اهڙي نئين رياست وجود ۾ آندي وڃي جيڪا علائقي ۾ سندن مفادن جي حفاظت ڪري سگهي." اهڙي سازش اولهندي وارين طاقتن لاءِ پڻ مقصد پورو ڪري ٿي. هڪ ته ڀارت جهڙي

علائقي جي اهم ملڪ
کي هٿ ڪري علائقي ۾ پنهنجي
اثر کي وڌائجي ۽ پيو جيئن ته
هي علائقو دهلي جي پٽ ۾
ڏور اوڀر جي ملڪن کي وڌيڪ
ويجهو آهي، انهي ڪري انسان
جي عوامي جدوجهد کي
چيڀاٽڻ لاءِ پڻ انهي رياست
کي اڏي طور استعمال ڪيو وڃي.

پڻ پاسي انهي علائقي تي
چين جي پڻ دعويٰ رهي آهي.
ڀارت جي هفتيوار "لنڪ" سائوزي
تنڪ جي هڪ چوٽيءَ جو حوالو
ڏنو آهي جنهن ۾ چيو ويو آهي
ته "تبت چين لاءِ هٿ جي تري
وانگر آهي، جڏهن ته نيپال،
ڀوٽان، سڪم، لداخ ۽ آسام
انهي هٿ جون پنج آڱريون
آهن. هن وقت تري ته چين کي
موٽي ملي آهي، پر انهن آڱرين
جو هٿ ڪرڻ بنهه ضروري آهي".

انهي ڪري ئي ڀارت جا
محب وطن حلقا انهي مسئلي کي
ملڪي مفاد ۾ حل ڪرڻ تي زور
ڏين ٿا. اندرا سرڪار پاران باقاعده
آسام جي قوم پرستن سان ڳالهه
ٻولهه هلائي وئي آهي پر
انهي جو ڪوبه نتيجو نه نڪري
سگهيو آهي. ٻئي ڌريون انهي تي
متفق آهن ته ڌارين کي آسام مان
نيڪالي ڏني وڃي پر وقت واري
معاملي تي ٻنهي جو پاڻ ۾ اختلاف
آهي. ڀارت جي سرڪار ۱۹۷۱
کان پوءِ آيل ڌارين کي آسام مان
ڪڍڻ لاءِ تيار آهي جن جو تعداد
اٽڪل ڏهه لک آهي. جڏهن ته
آسام جي قوم پرستن پاران اڳي
۱۹۵۱ ۽ هاڻي ۱۹۶۱ کي آخري سال
ڪري پيش ڪئي زور ڏنو پيو وڃي. معاملي
نه نبيري سگهڻ ڪري مڪمل
لاءِ هتي هنگامي حالتون لاڳو
ڪري علائقي کي سڌو سنئون
مرڪز جي ضابطي هيٺ آندو
ويو. اهو معاملو آئين موجب هينئر
مارچ ۾ ختم ٿي رهيو هو.

ماڻهن جي رتوڇاڻ جو تازو سبب
اهو آهي ته قوم پرستن پاران گهر
ڪئي پئي وئي ته معاملي نه
نبيري سگهڻ تائين ۱۹۷۱ ۽ پوءِ
آيل ٻاهرين ماڻهن کي ووٽ جو حق
نه ڏنو وڃي، ٻئي طرف ڀارتي سرڪار
هنگامي حالتون هٽائي انهن
ماڻهن کي ووٽ جو حق ڏيئي
رياست ۾ چونڊون ڪرائڻ جو
اعلان ڪري ڇڏيو اهڙي ريت
اهو ووٽ جو حق سندن لاءِ موت
جو پروانو ثابت ٿيو.

هن وقت معاملو رڳو هڙتالن،
بائيڪاٽ وغيره تائين محدود نه رهيو
آهي. اڪيلائپ تنڻ جي احساس
معاملي کي وڌيڪ قبيلن جي هٿ ۾
ڏيئي ڇڏيو آهي، جيڪي پنهنجي
وحشي طاقت وسيلي معاملي کي
حل ڪرڻ جي حل ڪرڻ جي
ڪوشش ڪري رهيا آهن. ونن
سواني پنهنجي گروهي ۽ قبيلائي
سيڙپ محفوظ رکڻ کان سواءِ
ٻيو ڪوبه ڳنڍيل مقصد
ڪونهي. اها ڳالهه پنهنجي ليکي
قوم پرست تحريڪ لاءِ به گهٽ
هاڃيڪار ڪونهي. انهي قتلام
هزارين ماڻهن کي ڪهن سان
ڪنڌ ڪڍ لڪن کي ئي گهر پڻ ڪيو
آهي. ڀارتي وزيراعظم اندرا گانڌي
انهي تي پنهنجي خيالن جو اظهار
ڪندي چيو ته "مون آسام
جو ڏک ڏٺو آهي. مون وٽ لفظ
ڪونهن جو آئون ان ۾ ترنجيدي
کي بيان ڪري سگهان".

آسام جي مسئلي جو مستقل
نبيرو رڳو ان وقت ئي ممڪن
آهي، جڏهن هتان جي معاشي ۽
ثقافتي مسئلن کي حل ڪيو وڃي.
ماڻهن جي سماجي ۽ ذهني حالت
کي اوچي ڪرڻ جي ڪوشش
ورتي وڃي. هتان جي
لوسي ۽ ثقافتي ايڪن
کي اهو احساس ڏيارڻ صفا ضروري
آهي ته معاشي ۽ ثقافتي ترقي لاءِ
سرڪار پاڻ ذميوار آهي.



# ادب :

# اچي به وچ الا



استاد بخاري

سردا سهاڳ ڏينهڙا، سجهيون سهاڳ راتڙيون،
هليون بسنت هيرڙون، اٿيون لطيف لاتڙيون،
تڏهن ته ڪوڪ، ڪوڪ تي تنبي تنبي ڪيم سڄڻ:
اچي به وچ الا، اٿئي بهار جو قسم سڄڻ!

وري وري فيروري، ڦڳڻ ڦريو، رتون وريون،
ٻڏي تي ڪڪ ڏي، ڪڪوريا ڀير ۾ ڦريون ڦريون،
وڻون گهڻيون ئي سوڪڙيون ڪري رکيون اٿم سڄڻ۔
اچي به وچ الا...

مٺي ملهار، سنڌ مست، هيرهاڻ ٺار ڏس!
سڳنڌ، سونهن، ساوڪون، ڦڪي۔ اچي ڦلار ڏس!
هي گل ته ڏس، هي ڳُونچ ڏس، هي پُور ڏس نرم سڄڻ!!!
اچي به وچ الا...

سڄين باغبان ٿا نوان قلم، نيون چڪيون،
گلاب، سوتئي، رتن، عقيق، نازبوء جون،
ادم، اسيد، چاه، چوچ جون چڪيون هنيم سڄڻ
اچي به وچ الا...

جهجهڪ جهوڪي ڪري عجيب، اچو ضرور پيار پر،
سچي خوشي، سچو مزو، صحيح سرور پيار پر،
ڏکن ڏچن، ڏجهن سندو وڌيو هتي وهم سڄڻ۔
اچي به وچ الا ...

اچو ته اڳيرو وڌون، ڪجو ڀڪو ملير آ،
ڏسي آيار ڏيهه جا، اکيون ٺريو ٻون منا،
هي ڪيٽ، پٽ، چيٽ پنهنجي پوڙء جو ڀرم سڄڻ.
اچي به وچ الا ...

لڳي هوا، پڄي سڳنڌ ٻار بار تنهنجي لئه،
امنگ انگ انگ ۾ آڪنب، آر تنهنجي لئه،
شديد انتظار ديد، دل ڪسي دم ٻدم سڄڻ.
اچي به وچ الا، اٿئي بهار جو قسم سڄڻ!

# غزل



ذوالفقار سيال

زندگي حسن سورن سان سرچي نٿي
سونهن جي نيسين خوشبو ڦهلجي نٿي
راهه تنهنجي تڪي پٿرائي وري
اک هاڻي اسان جي هي برسي نٿي
توکي ساهون ڏسي نيڻ مرڪيو ٻون
دل دعائون ڏيڻ کان به ترسي نٿي
گهنڊ کي کير کڙڪائي ڦاهي وئي،
سڏ گهٽجي پيا، آهه ڪرجي نٿي
ڦيک طوفان جا، آڳ جا ڪي آلاء
ست اهڙي اسانکان ڪا سرجي نٿي
خواب سهڻا ڏسي، ساٿهي سمهي پيا،
زلف چا ٿي پيو، دل جي پرجي نٿي۔

# نيڙو

شفيع محمد "مخفي"

سڪان سارو سال
آن ڪسي پوتار ويو
پچو آهي پلال۔
ڪيڏو ڪيس ڏيو
رنيس جي وانگر
پگهر ڪن سڪو۔



# ٻه نظمون



## تاجل بيوس

### ”گرهڻ ۾ انسان وٺو آ“

* مايا ني ٻڌي ماس کنيو آ،
آويءَ ۾ انسان پڪو آ.

* لاٽن تي ٻيو لڏندو لمندو،
ٽيڪ ٻنجي آخر ڇانئجندو.
ڪنهن ساڻوڻ ۾ نيٺ ته پچندو،
جيڪو ميرو اڄ ڪچو آ.
آويءَ ۾ انسان پڪو آ.

* جيون ڪوئي ليڪو ناهي،
جنهنکي ڏاهي، ڇڏجي ڊاهي.
ڏنتلي هڪ تصوير نه آهي،
ڪٿان ڪٿان ڪو نقش ڏٺو آ.
آويءَ ۾ انسان پڪو آ.

* هڪڙا مرندا، پيا پيا ڄمندا،
واڇوڙن ۾ ويندا وڌندا.
اوندهه ۾ ڏنڀائڻا ٽمندا،
منهنجو هي اعلان سچو آ.
آويءَ ۾ انسان پڪو آ.

* ڪيئن پڇين ٿو؟ ڇو آ، ڇا هي!
تنهنجي اک آفاقي ناهي.
مصور جو ڪو ڏوهه نه آهي،
مصور جو هر نقش چٽو آ.
آويءَ ۾ انسان پڪو آ.

* ڍير مٽيءَ ۾ ٽانو لڪائي،
وٺو ڪوئي باهه لڳائي.
پلي ڏي ڪو خاڪ ڇڻائي،
گرهڻ ۾ انسان وٺو آ.
آويءَ ۾ انسان پڪو آ.

* جيون جا هي جهاڪا آهن،
نگريءَ، نگريءَ ناڪا آهن.
واهڙن ۾ واڪا آهن،
پاڻ شايد سچ لڌو آ.
آويءَ ۾ انسان پڪو آ.

* ڪالهه به ڪنهن جو رت نه پيو هو،
واريءَ تي نيشان ڏٺو هو.
سڪا آڇي، تو ته چيو هو:
”انسان جو رت مٺو آ“.
آويءَ ۾ انسان پڪو آ.

* هرڪو پنهنجو جام کڻي ٿي،
”شيخ“ کڻي ٿي، شيام کڻي ٿي،
بيشڪ ڪو بي نام کڻي ٿي،
مئڌماڻيءَ جو ڍڪ لڌو آ،
آويءَ ۾ انسان پڪو آ.

* ٿاريءَ، ٿاريءَ گل ٽڙن ٿا،
پرندا، پوپٽ واس وٺن ٿا.
جيون ڪي پي جهر ڪو آهي،
پاهر در تي ڪڙڪو آهي.

* نٽ ۾ موتي پوتل ناهي،
ڪير وٽن ۾ اوتيل ناهي.
جوانيءَ جو ڪو جرڪو آهي،
پاهر در تي ڪڙڪو آهي.

* نيل - ڪنول تي ماڪ پوڻي،
ماڻياريءَ مان ٻاڪ ڦٽي ٿي.
شايد تانگهو تڙ ڪو آهي،
پاهر در تي ڪڙڪو آهي.

* آڏيو ڪوئي عقاب نه آهي،
ڪنهن پڪشوءَ جو خواب نه آهي،
”بيوس“ ڪاڏو پڙڪو آهي،
پاهر در تي ڪڙڪو آهي.

### ”پاڻيءَ تي پيا هنج لهن ٿا“

* اک جو بند ٽيو، ڦڙڪو آهي،
پاهر در تي، ڪڙڪو آهي.

* مانگر تي ٿو ونجهه اولاري،
جيون جو پيو گيت جهونگاري.
ونجاريءَ جو ورڪو آهي،
پاهر در تي ڪڙڪو آهي.

* ماڻهو پنهنجو ماس چڪي ٿو،
من جي اوپر منجهه پچي ٿو.
حيرانيءَ ۾ هرڪو آهي،
پاهر در تي ڪڙڪو آهي.

* واڻين مان ڏسي وڻ پون ٿا،
پاڻيءَ تي پيا هنج لهن ٿا.
ذهن پٽيو چڻ سرڪو آهي،
پاهر در تي ڪڙڪو آهي.

* قلم، پنا، ڪڙن جو جوڙو،
لوڻي، اجرڪ، هر، هتوڙو.
پنهنجو ارڪو - ترڪو آهي.
پاهر در تي ڪڙڪو آهي.

* ڇلنديون ٿر جون پوربون ايندون،
ڏنڌرا ڪانڊ پوربون ايندون.
ٿر تي وچ جو ڪڙڪو آهي،
پاهر در تي ڪڙڪو آهي.



## غزل

### تاج جويو

سونهن سنگهر ۾ سوکها سپنا،
دلڙي قيدي، ڦٿڪن جذبا.

—

ڪهڪهه منجهان ڪي گهورڻا ڪيڙيون
دل ٿي دل جا سمجهي رشتا.

—

ڪتيءَ پٺيان ٽيڙن جو پيڇو،
اوندهه ڪي سورج جا آڏڪا!

—

هٽيا ناهن، وڌيا آهن،
مستقبل ڏي ويندڙ پيرا.

—

پنبڻيون ناڪي روڪ ڏسڻ کان!
ٽمڪي پوندا دل جا ڏيئا!

—

گل آهائي سور نه سکهندا،
ذهن اوهان جا هي ڪرڙا.

## غزل

شمس سومرو

زندگي نيٺ گذر ٿي ويندي
ڳالهه دل جي به اورجي ويندي

تون نه هوندين، نه ڪو به ڏک ناهي
ٻاڪ ٿيٺي آ، ٻاڪ ٿي ويندي

زندگي ڦان آ، منزل تي رسڻ جو ساٿي!
بي مهابي جاهلي، نيٺ ريٽجي ويندي

آءٌ جيڪر وڏا ٿي ٿهڪ ڏيان
ٻات آ، ميهن ٿي مري ويندي

سرت ڪوري ** ٻڪ ٿي آهي
ڪاسندي پوءِ به، راس ٿي ويندي

خون ناحق جو، جي نه داد ٿئي
ريٽي سج سان ڪڏهن سرخي ويندي؟

ٻت ريٽيون هو جي بيروت ڳهٽيون
ساڳي سازش وري رٿي ويندي؟!

"شمس" سوريءَ چڙهي به سرڪين ٿو؟
سات ڪي ٿاسٿي وٺي ويندي

سچ جي
سونهن جي
حوالي سان .

زندگي نيٺ گذر ٿي ويندي
اوڙي پوءِ به اورجي ويندي .

## غزل

آتم ناٿن شاهي



ڏوڙ برابر سارو ڏن،
سانڪ جهڙو تنهنجو من.

جوڙ نه تنهنجو ڪا به جواني،
سونهن نه ڪائي تنهنجو من .

تنهنجي آڏو منهنجي هستي،
آنداريءَ ۾ آڏري ٻن .

منهنجو ساهه سڄڻ تون آهين،
توريءَ منهنجو مڪٺو تن .

اهڙو منهنجو ڀاڳ ڪٿي آ،
جهڙو تنهنجو آ جوڀن.

ڪنهنجي سج سرڻهن جو داٿو
ڪنهنجو "آتم" اڻ ڏٺ ٿن.

وسيم سومرو

## بيت

١- سرتيون ڳڏجي سرت سان، پرين چنيءَ وٽ،
آهي ان جي سامهان، سام سشيني ڀٽ،
ٻري ڏيو ٻٽ چٽ، پنرا سندي پرت ڪان .

*

٢- ڪجرو ٻاني ڪنوار، سرتيون جڏهن سج تي،
جهرمر ڪيوا انهن ڪن، جهڙو چنڊ ٽڪر،
سنڌ جي ڇاتي تر، ڦارڻ ڏي چڻ آپ سان .

*

٣- ٻاسي ڳچيءَ چولڙو، جنهن تي جهلمل چٽ،
ٻسي موسل مٽ، ديس سڄو دهڪيو ٻوي .

*

٤- ڪنڌيون چولا چاهه سان، وڏندن سونهن سپاءُ،
اٿندن اي‌ءُ اهاءُ سڀي محنت ميندرو .

*

٥- اجرڪ جي جيئن وچڙ، ٻنڌڻي مت رنگي،
منهنجي ساهه سنگي، جواٿي انين جاني سان.

*

٦- ٻهرين ڳڙهو ٻريت سان، ڳنديءَ رنگ ڏنوم،
وري مٽس وروڻهن مان، ڪارڪ ساڻ ٿيوم،
ان ڪان پوءِ پريوم، سکي! نيري مٽ سان.

*

٧- جاڳي ٿي اِيءَ آس، پرڏيهن جي ذهن ۾،
"وٺان آنون به واس، اوچڻ امڙوني ڪري."

*

٨- چڪني جا ٻهراڻ تي، رکيل انوکا ڳل،
ان جا ڀٽا مل، ٻهري جو به جوانڙو.

*

٩- ڪنهن جي ڪنواري مٽ، هيءَ جا نواي آ جڙي،
ان سان سرهي مٽ، ٻهري جو به اها ٻرين.

*

١٠- وڏ ڦڙي وسڪار ۾، چولي رنگ لٿوم،
جڻ ڌنهن ڪوريءَ ارهه تي، چٽي چٽ ڇڏيوم،
چريءَ ڪوڙ چيوم، ڪچو ڪم نه آنجاڻ.



### منظور کهڙو

## "وائي"

اڄ پرينءَ وٽ پهرين پور،
ويهه نه مسافر! واٽ تي.
وڻجي منزل ملڻي ناهي،
توکي ڏکڙا سور،
ويهه نه مسافر! واٽ تي.
چوڌو سارين ۾ نورا،
سفر سڄو آ سور،
ويهه نه مسافر! واٽ تي.
ڏاڍا هڻندين هٿڙا،
جڏهن ٿيندين جهور،
ويهه نه مسافر! واٽ تي.

### بخشڻ مهراڻوي

## غزل

موهيو تنهنجي نيڻن مون،
تات، سدائين تنهنجي تن.
من ۾ گونڊر، سيني آڳو آ،
ڀل، ڀل، سهه سگهي ساجن.
تن وٽ دائو، دکڙو ناهي،
ڀوڳيو، اسڙيو، ڳهيو جن.
رات جو سينو چيري سج،
ٻيٺ تنهن جرڪائيندو جيون.

### ارشاد ميمڻ

## هائيڪو

* سرگم جي تان ـ
ستار جي چوڙ
ڏکي اٿي جان ـ

* ڪيڏي ناهي ڪاٺ
سڏو ڪنهن جابر جي!
سڏڙو اسان سان

* سور ۽ سڪ
سينهن وسي پيو
پاهر ڏاڍي چڪ

* اڄ ڪڏي رڃ
ڏکجي پوهاڙ
ڏاڍي اڃ اڄ

* ڏاڍي اڃ اڄ
ٿڌي ڪونه پيو ڏسجي
جيڏانهن ڪيڏانهن سج

* ملڻ جا وس
پوڙهو پيو جاڳي
ڪڪڙن جا دس

# نثري نظمون



عرفان مهدي

(۱)

پرين!
تو منهنجي
جيون ساگر ۾
منهنجي
وجود ـ احساس
جو ڪنول هٿي،
سڏو ڪيو ها
پرو؟
اهو سان:
تنهنجي سوچ تي
ٿو ڇڏيان.

(۲)

او لوڪو!!
جڏهين
ڳالهائيندي ڳالهائيندي
منهنجو آواز،
پرجي اچي،
ته پڪ ڄاڻجو:-
مون "هٿ" کي
ساڙيو هوندو.

(۳)

منهنجو جيون!
دوزخ جو دروازو
ته ناهي.
جنهن ۾
داخل ٿيڻ کان
تون ڊڄين ٿي!!؟
...
آجهاڻل نيڻن جا!
جيڪي به سپنا
آهن.
ڇو رکي ڇڏيا
اٿو ڪري؟
زندگيءَ جي
سماجي
ديو آڏو؟؟

(۴)

جيون ـ تند
جي ساٽ نپائيو،
ته سان توکي
ثابت ڪري
ڏيکاريندس ته:
پيار نفرت جو
روپ ڌاري
ڪيڏي نه
پوائتي شڪل کي
اختيار ڪري.

### خليل لاکير

جده

## غزل

ڪنهن نه سڃاتو تنهنجو ننگ!
ياد نه چڻ مصري جو سنگ!
جنهن سان انگ ازل کان آهي،
تنهنجو آهي پيارو سنگ!
لڙيو پنهنجي ڌرتيءَ خاطر،
زوري وٺيو پنهنجو ڏنگ!
ڌرتي پنهنجي سرتي آهي،
ڌرتي گهريو ريشمو رنگ!
ڪوڙو ڪانئر موجون ماڻي،
ڦاهيءَ چڙهندو آ اڙٻنگ!
هنج نٿو هن جاءِ تي ڏسجي،
ڪينجهر مرڪي ويٺو ڪنگ!
توسان پختو پيچ پيل آ،
جيڙو واسينگن جو ونگ!
جڏهن جي جاڳڻ خاطر،
لاکير ويٺو پوري چنگ!!

## ست رضوي

### غزل

رستو آهي جيون جو
سات نه آهي هل ڪن جو.
منهنجو گيت ٻڙاڏو آهي،
سندر سندر سپن من جو.
نيچ - نگر ۾ هوندو دوست!
پيار به آهي دشمن جو.
منهنجو سڏ پڙاڏو ناهي،
آهي منهنجي ئي "من" جو.
پاهر هرڪا سانت،
جيءَ ۾ شور آ جنهن جو.
من منهنجي ۾ دک آ سائين،
چنچل چنچل اکين جو.
پار اڱارا، ٻکي جواني،
گهر مٽڪو ۽ پڪ ان جو.

## آصف منياڻوي

### غزل

ٻوٽن جي پون پون سات ڪي ٽوڙي
چپ چپات ڪي آئي لوڙهي
(١)
سات آچا جي! سرڪڻ گهرجي
ڪل جا گهوڙا ڇڏڻ ڇوڙي
(٢)
ٻوٽن جيسان آزادي ماڻيون
اڇو ته سوچيون اوڙون اوڙي
(٣)
ٻوٽن ڳالهه جو رشتو پيارو
ڌاريءَ سان ڪو ٻن ڇو روڙي
(٤)
ٻرو اسان لئه جيڪو سوچي
تنهن جو ڇڏيون پيڙو ٻوڙي
(٥)
سچا ماڻهو، ڪوڙ - نگر ۾
"آصف" آيا ڪيما ڪروڙي.

## ج. ف غوري
### سنڌيڪار: نياز عباسي

## مسڪين دنيا جو محسن

چا تو گهرڻ! منهنجا محسن
تنهنجي زندگي چاهيان ٿو.
اها چا لاءِ؟
ڪنهن جي سالگرهه تي تحفو
ڏيڻ چاهيان ٿو.
ٻيو چا ڪهڻي؟
تنهنجا سمورا هڏا.
اهي چا لاءِ؟
انهن ڪي ٻٽرن سان ٻيهي فائديمند
دوا ڏاهيندس.
اها چا لاءِ؟
پورهيتن جي نمنڌڙ زخمن تي لڳائڻ لاءِ
ٻيو چا ڪهڻي؟
تنهنجو گوشت
اهو چا لاءِ؟
ٻکين جي بک ختم ڪرڻ لاءِ
ٻيو چا ڪهڻي؟
تنهنجو ڳاڙهو رت
اهو چا لاءِ؟
جيئن ظالم جي اڃ لاهي سگهان.
ٻيو چا ڪهڻي؟
تنهنجا خوبصورت لفظ
اهي چا لاءِ؟
مظلوم دلين جي آٿت لاءِ
ٻيو چا ڪهڻي؟
تنهنجي ٻڌڻ جي قوت
اها چا لاءِ؟
جيئن ٻوڙن ۾ ورهائي سگهان
ٻيو چا ڪهڻي؟
تنهنجي اکين جي روشني
اها چا لاءِ؟
جيئن انڌا ماڻهو ڏسي سگهن
ٻيو چا ڪهڻي؟
تنهنجي زبان
جيئن گونگا ماڻهو ڳالهائي سگهن
ٻيو چا ڪهڻي منهنجا محسن؟
اڃا تو وٽ ڏيڻ لاءِ ڪجهه رهجي
ويو آهي؟
ها!
اهو چا آهي؟
مون وٽ اڃا فولاد جهڙيون ٻه
ٻانهون آهن.
مهرباني ڪري اهي ٻه مون کي
عطا ڪيو،
اهي چا لاءِ؟
انهي لاءِ ته
انهن کي منڪڙيون پاراني سگهان.

## نياز پنهور

### غزل

چا چا راز سليندڙيون اکيون،
جڏهن به ساههون اينديون اکيون.
مون وٽ چاهي منهنجو پنهنجو،
گيت ڏين ٿيون تنهنجون اکيون.
هرڪا رت ۾ ماڻول ڪارڻ،
سڏڪي آهن روئنديون اکيون.
چنڊ - ستارا ساڪي رهجو.
ڪيڏو آهن رئنديون اکيون.

ڌرتي تو ڏانهن جڏهن به ڪچيون،
ڦوڙي سيڪي رکبيون اکيون.
سڀ ڪجهه آهي ساجن تنهنجو،
منڙا چهرا، دليون، اکيون.
جڏهن به منهنجا چپ وڌيا ٿي،
هن ٿي پنهنجون ٻوريون اکيون.
"نياز" اوهان جي پيار جون
ڪيڏيون،
آهن، پياريون، گهريون اکيون.

## فلسطيني شاعري:
## محمود درويش
سنڌيڪار: جاويد ڀٽو

### ساٿيو

لٽڪائي ڇڏيو مون کي ڪجيءَ جي ڇڳن ساڻ.
ڦاهيءَ چاڙهيو — آءٌ ڪجيءَ سان غداري نه ڪندس.
هي منهنجو وطن آهه ۽ ڪيڏو اڳ،
جتي مان ڪتيءَ ٽڏيءَ ۾ اڏيون ڏڏيون هيون.
منهنجو وطن ڪو داستانن جو مجموعو ڪونه آهي
نه ئي ڪا يادگيري، ۽ نه ئي ورق ڀرينءَ تاريخ جي چنڊن
جي ڌرتي.

منهنجو وطن ڪو فسانو يا ترانو نه آ،
نه ڪا موتئي جي ٽارين تان ترڪندڙ روشني.
منهنجي ڀڻن ۽ ڪيڻن لاءِ روئندڙ ٻوڙهو مرد،
۽ قيد خاني ۾ ڪهڙي، مسي ويندڙ هوا،
روئڻ جي مجبور ڪيل جلاوطن جي ڪاوڙ،
چمين ۽ خوشين جو ڪايل پار،
آ منهنجو وطن.
هي ڌرتي آ منهنجي هڏن تي ويڙهيل چم،
۽ منهنجي دل
انجي گاهن تي اڏامندڙ ماکيءَ جي مک،
لٽڪائي ڇڏيو مونکي ڪجيءَ جي ڇڳن ساڻ،
ڦاهي چاڙهيو - آءٌ ڪجي سان غداري نه ڪندس.

# نظم



شاهه محمد پيرزادو

قسم—
جنهنجو توکي يا مونکي،
نه آ اعتبار،
ڪٿي ڇا ڪبو—!
دعا—
جنهن تي تنهنجو يا منهنجو،
نه آهي يقين،
ڪهڙي ڇا ڪجي،
جيڪي آهن انهن لاءِ،
ڪٿا ڪهڙيون اجايون،
ذڪر ڇا ڪجي،
هلي آ، سوچي ٻنهنجي لاءِ ڳا هيون،
نوان ڪي معيار،
بدل جن جو بنياد،
مجي دل جي سچائي تي...!!

## گلزار علي سولنگي
## "آزاد نظم"
## "سوچون"

سوچن ۾ بدل ڪو امن ڏالي شخص،
سورت گوٺ جي ڪنهن ماوڪ،
واري ڀني تي ويٺو هو،
سندس سامهون هزارين جهنگلي،
رنگ برنگي انيڪ قسم گل هيا،
تن جي سونهن سپاوڪ ڌرتي،
عجيب غريب چاڪي دار مخلوق،
پرڪشش پونڻن جي پرسڪون، ٿون پون، جي هاچل
ڪيس هيسايو هيو، انهي پرسي ماحول،
سندس ذهن ۾ ٽئون منشڪ، ٽئون وچن،
سندس جان لرزش پيدا ڪئي هئي مساوات،
ڪيس وٺي هئي ٻوٻڻ واري مخلوق،
۽ سندس خوشبودار سر زمين،
جنهن ۾ نه جهيڙو، نه تڪرار نه نفرت نه فساد،
هرڪو خوش هو، پنهنجي جڳهه تي، ڇهڇڻي تي،
۽ پوءِ ڪهڙين سوچن سان ماڻهن جي سر زمين،
ڏانهن واپس رخ ڪئي ڪيائين،

## انيل گاف
## وائي

"آپ تتو پونءَ ڏمٽي"
ڪوري وانگيان من ڀري ...!
آهي ڪا، جا هام هٽي
وٽيون روهه ڪري
ريون رڪ ڪري
آپ تتو پونءَ ڏمٽي.

جند مٽي جنهن جوءِ ڪي
سا موتڻ جي ڪري
منهنجو ٻنڌ ڀري
آپ تتو ......

ساوج، چيٽا، ۽ پيو
ٻيٺين ڪن نه ڏري
اڳتي وات ڌري
آپ تتو پونءَ ڏمٽي —

رشيد احمد چڪائي

## آزاد نظم

## "نئون روح"

گهوڙا گاڏي ويهان،
تنهن کان اڳ،
هاڻ هاري ويهان،
تنهن کان اڳ؛
اميد جون ڪنواريون اکيون،
لڙڪ لاڙي لاڙي،
بي نور ٿي وڃن،
۽ مايوسي جي ڪاري ڏائڻ،
بدن ۾،
هميشه لاءِ،
واسو ڪري وڃي،
تنهن کان اڳ؛
همت هٿ هاري ويهي،
حوصلو پُٺتي پير ڪري،
تنهن کان اڳ؛
جذبا ٿڌا ٿي،
ختم ٿي وڃن،
خواهشون جلي،
ڀسم ٿي وڃن،
تنهن کان اڳ؛
بازي هاري ويهان،
هاڻ هاري ويهان،
تنهن کان اڳ؛
او سائين!
پنهنجي هٿ پنهنجو،
پورا پورا ڪري،
هليو آءُ اڱڻ تي
ٿورا نه ٿورا ڪري!
تون جي ايندين،
آس جي ڏيئي ۾،
نئون تيل پوندو،
نئين وٽ جڙندي،
۽ لاٽ جيڪا؛
اڳ هئي آجهامڻ تي،
سا،
ڀڙڪي اٿندي،
جنهن ۾،
مايوسيءَ جي ڪاري ڏائڻ
سڙي،
مري ويندي،
۽ اسوءَ،
جذبن ۾ نئون ساهه پوندو،
همتون جاڳي اٿنديون،
سينو ساهيندو حوصلو،
قسمت ۾ ايندو انقلاب،
۽ هن ابي روح دنيا ۾،
نئون روح پئجي ويندو!

معصوم سانگهڙائي

## گيت

لوچ سوچ سان جهاتي پائي
ڇپجي ٿي ڇاتي
هاءِ حياتي!
تو وٽ ڪائي پرک نه آهي!
پيٽ بکيو ڇا ماڻهو ناهي؟
رکو کڻي تو چاڙهين ڪاتي
هاءِ حياتي
ڇپجي ٿي ڇاتي!
محبت منهنجو مذهب آهي
تنهنجو ڪوئي مذهب ناهي
ڏهڌر تون آهين برساتي
هاءِ حياتي
ڇپجي ٿي ڇاتي!

زوار نقوي

## غزل

ٿر مٿي ڪي مور نچن،
پنهنجي ملڻ جا ڏينهن اچن.
ڪيت ڪڻن شل مينهن وسن،
ونجهه ورن ۽ پيرون پچن.
يار مٿي پهرا نه هجن،
تنهنجي ملڻ جا مون سان وچن.
تو کان دور او پرڀا سائين!
ڪچا، ڦڪا پيا ڪيت رچن.

منظور مگسي

## غزل

توکانسواءِ مون شام محل،
ميڙيا وکريل سارا پل.
ڪنهن ۾ رت جو ٽيپو هو،
ڪنهن ۾ هاسا کراوتول.
نين نشيلا، ميٺا وڻا،
مکڙو سورج گل ٽڙيل.
چوري! تنهنجي چانئ تي،
موتين جهڙا لڙڪ لڙيل.
ورهه لنگهي ويا وسريا ڪين،
واتيون وارا ڀوپسان پل.

ستار

## غزل

ذاتءَ هجي ڪا ذات ملي،
جنهن مان ڪوئي ڪيت لکان.
آڏو تون جو ايندي آهين،
پاسي تنهنجا چپ چهان.
رات وسي جا برکا پئي،
سوچيم تو سان ڪڏ هجان.
ڳالهه جو ڪتي تنهنجي هيئن،
چو نه ڪهان چو ماٺ رهان؟
ڪوڙهنيون مون کان نه پڄي،
جو به چوان سچ ٿو چوان.
نيٺ انڌيارو اجهالو ٿيو،
ني پوندا سپ سير سنوان.

هنسراج

## غزل

مون جي پلا سن ڏٺا،
جهڙا سيندي هٿ رتاه.
موتيو مهڪيو، پوڪيا انب،
چڻن پوءِ پي ٿوٽ پتا.
ڪوڙا ماڻهو، ڪهت ڪن،
پولن توڙي پول مٺا.
ڪوڙ کي جيڪي ڪوڙ چون،
سينا تن جا صاف سچا.
تن کي منهنجا سڀ نم چئو،
تن تي جن ساز بچيا.
ماڻهو ڪلندي ڪوڙي ڪل،
ڏيکاريون ٿا ڏند ڦڪا.



ڪهاڻي

# نظام ڪاسائي جو انت

دستگير ڀٽي

(هڪ انهن ته ننڍپڻ جو هڪ خواب، نيٺ هڪ ڏينهن پورو ٿيندو.)

ڪنهن همراهه جي گهر، روزانو اڌ اڌ رات مهل هڪڙي ڇنڪيري ٻلي ڪاهي پوندي هئي ۽ رڌڻي ۾ گهڙي . ڪير ماني پرڀل ديڳڙيءَ تي ٻيل ڍڪ کي چنبا هڻي، ڪيرائي. سڄو ڪير ڳڙڪائي ويندي هئي . ٻليءَ جي انهيءَ روزاني ڪرت همراهه کي بيزار ڪري وڌو. گهڻئي جتن ڪيائين ته ڪير کي لڪائي سمهي پر ٻليءَ کي سندس سڄو گهر نهاريو پيو هو. ٻليءَ کان جند ڇڏائڻ جي جاکوڙ ۾ همراه، ڪيترين راتيون جاڳي ته گذاريون. ديانون پيو گهرندو هو ته من اها ٻلي سندس ور چڙهي ته سموريون ڪسرون ڪڍي پنهنجو اندر ٺاري. شل نه ڪو ڪڙڪو پئي، لڪ ڪئي اوندهه ۾ گهوراڙيون هڻي ٻليءَ جي گولها ۾ لڳي ويندو هو. پر

ٻلي به ڏاڍي سياڻي هئي، جيئن ڪ نه ٺئيس ته همراهه متل آهي، تيئين مجال آهي جو ٽڪر ڪري.

نيٺ همراه هڪڙي ڏينهن انڪل ڪئي. ڪير جي ديڳڙيءَ کي اندر ڪوٺيءَ ۾ رکي، در کي اڌ ڀيڪڙيل ڇڏي، پاڻ هڪڙي ڪنڊ ۾ راليءَ منجهه ويڙهجي، لٺ سوڌو لڪي ويهي

رهيو. رڌڻي ۾ ناڪامي ٿيڻ ڪانپوءِ ٻلي جڏهن ڪوٺيءَ اندر گهڙي ديڳڙيءَ کي ڏٺو ته هانءُ ٺري پيس ۽ هيڏانهن هوڏانهن نهاري، وڏي اچي ڪير ۾ منهن وڌائين. همراه به آهستڙي آهستڙي راليءَ اندران لٺ ٻاهر ڪڍي ۽ ڏاڍي ڦڙتيءَ سان در بند ڪري اٿي ڪڙو ڏنو. اها ماجرا ڏسي ٻلي به ڪنڊن پاسن ۾ ڪُهتون هڻڻ لڳي. سمجهي وئي ته اڄ شامت اچي پهتي آهي. پيچ پچان ته ڏاڍي ڪيائين پر ڪو ڪس ئي هٿ نه آيس. ايتري ۾ ٺهڪو ٿي ويس لٺ جو. هيٺ مٿي گهڻائي ٽپ ڏنائين پر ڪجهه ڪين وريس. همراه ڪاوڙ ۾ ڇتو هجي، سو هٿ ئي نه روڪي. ڏهاڪو کن لٺيون کائڻ کان پوءِ به ٻليءَ کي جند ڇڏائڻ جي پي ڪا واهه ڏسڻ ۾ نه آئي. تڏهن



مچرجي ڪٿي وات ڦڪيائين ۽ اڇل
ڏيئي اچي همراه کي نڙيءَ کان
سوگهو ڪيائين. ٻليءَ جي چڪ
کان همراه جي هٿ مان لٺ
ڇڏائجي وئي. هو ٻنهي هٿن سان
ٻليءَ کي هٽائڻ لاءِ زور
ڏيڻ لڳو پر ٻليءَ جا ڏند سندس
نڙيءَ ۾ اهڙي ڪُپي ويا هئا جو
هزار حيلن ڪانپوءِ ٻلي سندس ڪنڌ
تان هيٺ لٿي ته وات ۾ همراه
جي ڳچيءَ جو ڳچ هيس. هنجي
نڙيءَ مان رت ڦينگجيون ڪري
وهي رهيو هو ۽ رنبن ۽ رڙين جي
اپ ڏاريندڙ ڪوڙ ۾ هو ڦٿڪي
ڦٿڪي پورو ٿي ويو.

هيءَ قصو امان مونکي ننڍپڻ
۾ ٻڌايو هو ۽ جڏهن ٻڌم ته ٻلي
به اهڙي خونخوار مخلوق آهي
تڏهن ٻلين جي پاسي کان مُنهندي
به هانءُ ٻڏي ويندو هئم. جيڪڏهن
ڪا ٻلي منهنجي منهن ۾ گهوري
ڏسندي هئي ته. لڱ ڪانڊارجي
ويندا هئم ۽ يڪدم سڀ دريون
دروازا کولي ڇڏيندو هئس ته
متان مون سان به ساڳي ڪارڻي!
انيڪ ٻلا، ٻليون ۽ سندن ٻلونگڙا
اسان جي گهر ۾ ائين پيا ڦرندا هئا
جڻ اهي به گهر جا ڀاتي هئا.

نيٺ هڪڙو وقت اهڙو به آيو
جو هڪ ئي وقت ڇهن ٻلين، اسانجي
گهر جي اندرين ڪوٺيءَ ۾ ٻيل
ڪٽولي هيٺان ڄڻن کن ٻلونگڙا
پيا به جڻي ڇڏيا. ڏينهن توڙي
رات ٻلين ۽ ٻلن جي اچ وچ لڳي
پئي هوندي هئي ۽ "مياؤ مياؤ"
سان سڄو گهر مٿي تي کڻي
ڇڏيائون. اسان ڏاڍي حب سان
ريڊيو تان ڪلام ٻڌندي هئي پر
"مياؤ مياؤ" هن جو به سک
ڦٽائي ڇڏيو. ڪڏهن ڪڏهن ته
آڌيءَ مهل ڪي ٻلا، ٻلين سان
وڙهندي (الائي ڪهڙي ڪارڻ؟)
اهڙيون ٻاڪارون ڪندا هئا جو
بابا به ننڊ مان ڇرڪ ڀري اٿي
ويهندو هو. گهر اندر ٻلين جي
متل بيگهيءَ تي هنڪي به ڏاڍا
خار لڳندا هئا.

تن ڏينهن بابي ۾ ونجهه وڌي
۽ اِني ڏکر جي اهڙي ته ونـدر
هئي جو بڙهاپيءَ ڏانهن اصل خيال
ئي نه لڙندو هو. شل نه ڪو
چوي ته، "ڪتاب ڪٿي وڃي
پڙهه،" صفا ڀرو چڙهي ويندو هو.
پر بابا دڙڪا ڏيئي ڏينهن صبح
ٿي اسڪول ضرور اماڻيندو هو.

هڪڙي ڏهاڙي اسڪول جي
موڪل ٿي ۽ آئون سڌو گهر
پهتس. اندر گهڙڻ شرط منهنجي
اک هڪڙي ڳوڻ تي پئي جنهن
جو پوٽ ته سوٽليءَ سان ٻڌل هو
پر اندران اهڙي چرپر پئي ٿي جو
ڳوڻ پنهنجو پاڻ هڪ هنڌان ٻئي
هنڌ رڙهي رهي هئي. آئون ششدر
ٿي وس ۽ ٿيلهو رکڻ کانسواءِ
امان ڏانهن ڊوڙ پاتم جنهن رڌڻي
۾ ويٺي ٻوڙ کي ڳيٺي ڏني.
وائڙپ وچان پڇيم: "ڳوڻ ۾ ڇا
پيو ٿئي امان ؟"

"اهي ٻليون ۽ سندن ٻچا
آهن — مٺا." ٻوڙ کي ڏوهيءَ
سان اٿلائيندي امان ورايو "ٿيلهو
رک - ڳوڻ کڻ ۽ ٻلين کي وڃي
ڪنهن رڻ ۾ رولي اچ."

زمين کي پيرن هيٺان نڪرندي
محسوس ڪيم جو هن همراه وارو
قصو ياد اچي ويو هئم. منهن
بچڙو ڪري چيم: "پر، امان!
انهيءَ ڪم لاءِ رکيو آئون پڇيو
هئس جو مونکي پئي چوين!" امان
قرب وچان مون ڏانهن نهاريو ۽
ڏاڍي نرميءَ سان چوڻ لڳي:
"تون ئي ته منهنجو سدورو پٽ
آهين، منٺارا! مونکي خبر آهي ته
منهنجو چيو ڪونه موٽائيندين."
آئون سمجهي ويس ته. امان پرپاني
پئي. اندر ڪوٺيءَ ڏانهن ويندي
جواب ڏنومانس: "آئون ڪونه
ڪندس اهو ڪم امان! آئون نه
ويندس ... مونکي ڀؤ ٿو ٿئي. ادا
وڏي کي چئو." اڳڻ ۾ ٻيل
انهيءَ ڳوڻ پرسان لنگهندي سچ
پچ ته مونکي ڊپ پئي ٿيو.
ساهو ڪري اندر گهڙيس ۽
ڪتابن وارو ٿيلهو ڪيٽ ۾
رکي ٻاهر پئي نڪتس ته امان کي
چوندي ٻڌم: "پُٽهين جا ته سڄا
سڪي ويا آهن. ناسارو آهي
ناسارو - ڪک پيو پر ڪين ڪري
سو ويندو قبيليءَ تي ٻلبو ڇڏڻ!"
مون وري به نهڪر ڪئي ۽ امان
جيڪا باهه جي پرسان ويٺل هئي
تهي باهه ئي وئي. "منٺار تون
مون کي جواب ٿو ڏين؟ اڏن -
اٿان!" امان ڏوني هٿ ۾ جهلي
اٿڻ لڳي ۽ روئنهارڪو ٿي مون
به کٿي هار ميڃي. ڏڪندڙ هٿن
سان ڳوڻ کنيم. ڏاڍي ڳري هئي
تنهن ڪري هٿ ڪيڏي ڇڏيم.

"ڇ ٻڌا! خالي ڳوڻ واپس
ڪٿي اچجانءِ!" ڏوني اچي بـه
سان جي هٿن ۾ هئي. پيهر ڳوڻ
کي چاچي جوچي ڏٺم ته ڪٿي
ڪو ٽنگ ته ڪونهيس، متان
ٻليون رانپوڙ نه هجن. جڏهن پڪ
ڪيم ته ڳوڻ نشين ۽ ٿلهي مٽي
ا. ڦهيل آهي تڏهن دل جهلي
ڳوڻ کٽي ڪلهي تي رکيم ۽
پنڌ شروع ڪيم قبيليءَ جو!

اسانجي گهر کان ٿورڙي پنڌ
تي وڏي بازار هئي، جنهن جي
موڙهين گهٽين مان لنگهندي،
مون ٻنهي پاسن ڏانهن نهاريو پئي.
سڀ کان پهرين سڙيل مهوي وارن
جا کاڏا ڏٺم - ان کانپوءِ پرالسن
ڏانون کي قلعي ڪرڻ وارا. انهن
سان لڳو لڳ خالي ٽين ڊبن
۽ ڪٽ چڙهيل لوهه جي سامان
جا هٽ. اچا ٿورو اڳتي تعويذن
۽ ٽوڻن ڦيڻن وسيلي علاج ڪرڻ
وارا ڪاريگر، انهن جي سامهون
وارن دڪانن ۾ ڪشتن ۽ معجونن
وارا حڪيم. انهن سان لڳو لڳ
چانهن حجام جو دڪان جتي
ٻاهران ئي پاڪيون ۽ استرا پئي
نظر آيا. پاسي ۾ چري چاقو تکو

ڪرڻ وارو ۽ انهيءَ بعد ڪاسائين
جي دڪانن جي قطار. پري
کان ئي منهنجي اک نظام
ڪاسائيءَ تي پئي جنهن ڪاتيون
۽ ڇرا پئي تيز ڪيا. نظام بنهه
حرامي شئي آهي. ماڻهن کي
مئل جانورن سان گڏ گهوڙن ۽
گڏهن جو گوشت به کارائو
ڇڏي. گوشت ۽ قيمي سان گڏ
ڇيڇڙا به ملائي ڏيندو. شهر جي
چونڪيءَ وارن ڪامورن جي
مهربانيءَ سبب ڦونڊجي پيو هو.
ڪيس ڪو چوڻ وارو ئي ڪونه
هو ته ڌڻي جيئن ٿي وڻيس تيئن
پئي ڪائين. مونکي ته انهيءَ
ڪاسائي نظام جو پورٽ ڏئي
ڪين وڻندو هو جو سڪين ماڻهن
کي ڪتن ۽ گدڙن سان گڏ
کارائيندو هو. ڪلهي عام اها هام
هڻندو هو ته منجهس ايڏي طاقت
آهي جو اٺ جي ڪچي مروڙي
پاسان کي ڪن سان ڇڪي
ڏسي ڇڏيندو آهي. انهيءَ
ڪاسائي نظام، غريب ماڻهن سان
ويل پئي وهايا ۽ مجال آهي جو
ڪوڙي ناحق تي ڪٿي ڪو پڙڪ
به ٻاهر ڪيدي! ڏيکاءُ ڏيڻ لاءِ
هو هر هر پيو "بسم الله بسم الله"
پڙهندو. جيڪڏهن همت ڪري،
ڪو ماڻهو حرام ۽ ٻاروڻي گوشت
بابت رسال ۾ ويڙهي منس ڪا
ڳالهه به چوريندو ته وراڻيندو،
"نعوذ بالله نعوذ بالله. ڪوڙي
وائي نه ڪيو! سڄي دنيا جي
سامهون پنج پنج ڀيرا تڪبيرون
پڙهي، "الله اڪبر" ڪري جانورن
کي حلال ڪندو آهيان." پرتنهن
هوندي به هر ماڻهو نظام جي
ٺڳيءَ ۽ حرامپائيءَ کان پليءَ پٽ
واقف هو. مون ته پڪو پهه ڪري
ڇڏيو هو ته هڪڙي ڏينهن ضرور
انهيءَ ڪاسائي نظام جا تختا
ڪيندس. "جي انهيءَ نظام
جي پاڙ نه پٽيان ته منهنجو نالو به
منٺار ڪونهي."

هينئر آئون سندس دڪان جي
ويجهو پهچي چڪو هئس، دل
چيو ته پلين کي اتي ئي ڇوڙي
ڇڏيان ته پلي پڻ تي ڇيڇڙا
کائين. پر پوءِ ياد آيم ته اهو شوم،
ڇيڇڙا به ماڻهن کي کارائيندو
آهي. مونکي ويجهو ڏسي، نظام
ڪاسائيءَ هميشه جيان، بڪايل
مرونءَ وانگر ڏند ڪرٽي ڪاتيءَ
کي تکو ڪرڻ لڳو. آئون ڊپ
وچان ڪنڌ هيٺ ڪري تڪڙيون
وکون پريندو اڳيرو ٿي ويس. شهر
کان ٻر پرو نيڻ ڪانهوءَ، ڪلهي
تان ڳوڻ لاهي پٽ تي رکيم.
ساڄو ڪلهو صفا سائو ٿي ويو
هيم. هڪڙي وڻ هيٺان ويهي،
هيڏانهن هوڏانهن نهاري، نيٺ
ڳوڻ جو منهن کوليم ۽ ٽپ ڏيئي
وڻ تي چڙهي ويهي رهيس. ڳوڻ
منجهان پهرين به پليون نڪتيون.
ويچارين جون اکيون ئي نه کلن جو
صبح کانولي ڳوڻ جي اونده ۾
پيون هيون. مس وڃي پلين اکيون
پٽيون ۽ چوڌاري نهار ڪيائون ته
ڏٺي مونکي وڻي وني. همراه
وارو قصو وري ياد اچي ويو هيم.
رڳو اهي دعائون پئي گهريم ته
شل پليون ٽڙي پکڙي وڃن ۽
آئون پڇي جند ڇڏايان. پر
ڪلاڪ کن وڻ تي ويٺو رهيس ۽
اهو نظارو پئي ڏٺم. ڪڏهن
هڪڙي پلي ڳوڻ ۾ گهڙي
پلونگڙن جي ڀرڳهور ٿي لڏي ته
ڪڏهن ٻئي پاسيءَ ساڳي ڪار
پئي ڪئي. ڳوڻ خالي ڪرائڻ
جو ست ئي نه ساريم. سوچيم ته
ڳوڻ وڃي گڏ ۾ پوي؛ اهڙو سون
ئي گهورپو، جنڪو ڪن ڇني.
آخر مڏهن پئي پليون روزگار جي
تلاش ۾ واپس شهر ڏانهن وڃڻ
لڳيون ۽ مڏهن اکين کان اوجهل
ٿيون ته ٽپ ڏيئي آئون به وڻ تان
لٿس. وڏي ويڙ پاتم ۽ سچ اٿمي
مئل اچي گهر پڙو ڏيس. سوڪي
سيڪي سائو ئي ويو هئس. ڦڦڙ

ڦوڪجي ڦاٽڻ لڳا هئا. پاڻکي
کٽ تي ڇڏيم ۽ خبر ناهي
ته ڪهڙيءَ مهل منهنجي اک
لڳي ويئي. اها سڄي رات خواب
۾ پليون ۽ ڇيڇڙا ڏسندو رهيس.

صبح جو سوير "مياڻو مياڻو"
جي آواز تي اک کلي ته آئون
وائڙو ٿي ويس. پئي پليون خيرن
سان پنهنجي ماڳ تي موٽي آيون
هيون. امان به مونکي صبح نيراني
مت ٽريون پڙانهي رهي هئي:
"مٺا چنبا ــ توکي چنبو الو ته
آڻيندين گهوپانو ــ پلين کي اتي
ئي اوڙي پاڙي ۾ ڇڏي ڏنو
هوندءِ! ٻالي ئي ڪلاڪ گهمي
ڦري موٽي آئين. ڏس تنهنجيون
ماسيون به موٽي آيون آهن."
(امان کي سچي پڪ هئي ڪانه!)
هوءَ پاراتا ڏيندي رهي: "هئه
ڙي هئه!! هيڏي وڻ وڻان کان
پوءِ مار منهن کي جهلي پوريءَ ۾
وڌو هئم. رلجهو ٿيون پنهنجا
پلونگڙا به ڪٿي اچن. مٺا ــ ڪم
جا نوڙي!!"

مون به من کن لسمن جو
ڪٿي، امان کي هڪ ڏيارڻ جي
ڪوشش ڪئي پر هوءَ ميڄي ئي
نه! مونکي ڪهڙي خبر ته جيمز
بانڊ وانگر پليون به پوريءَ جي
"بلائينڊ فولڊ" سان سڀ ڪجهه
ڏسي پيا محسوس ڪري سگهن
ٿيون! رڪارڊ جي پٺي پاسي
وانگر بابا به شروع ٿي ويو:
"پيشان پيتالو! نه پڙهڻ تي
روح رچائي ۽ نه ئي ڪو سولو
ڪم ڪري. سڄو ڏينهن رانده
هجيس رانده."

قارزن جي واپسيءَ وانگيان،
پلين جي واپسي واري واقعي تي
آئون رککو ورکو ئي رهيو هئس،
سمجهه ۾ ئي نه پئي آيو ته بند
ٿيل ڳوڻ منجهان رستو ڪيئن
ڏٺائون ۽ موٽي ڪيئن آيون؟ اهو
به ڊپ ٿيم ته متان پليون مون
کان ملاند وٺن ۽ هن همراهه وارو

ڪم ڪن، سپ نه ماري سپ جو
سراپ ماري. ٻن انهي ڏينهن ڪانوٺي
آئون "ٻلين ۽ ٻلن واري بيماري"
(هڪ نئين قسم جي بيماري، نئون
روڳ) ۾ وچڙي ويس. گهمندي
ڦرندي، هلندي ويهندي، اٿندي
سمهندي، رڳو ٻليون ۽ ٻلا ڏسڻ ۾
ايندا هئم. ننڊ ئي حرام ٿي وئي.
جڏهن ننڊ ايندي به هئي ته
خواب ۾ رڳو ٻليون، ٻلا ۽ نظام
ڪاسائيءَ کي ڏسندو هئس.

هڪڙي ڏينهن صبح سان،
اسان ڏاڍي پريشانيءَ وچان
منهنجي پاسي ۾ اچي ويٺي ۽
پيار سان منهنجي نرڙ تي هٿ
ڦيريندي چوڻ لڳي: "الاجي ڇا ٿي
ويو آهي، منهنجي ٻچڙي کي؟"

"ڇا ٿي ويو آهي - اسان؟"
مون ڏاڍا ڦاڙي ڏانهس ڏٺو.

"ابا، رات جو ننڊ ۾ ميائو
ميائو ٿو ڪرين. هڪڙو ٻلين جي
ٻليڪ ۽ مٿان وري تون به ماڻهوءَ
ڦاڙڻ لڳو آهين."

آئون پڌ تر ۾ ٻڏي ويس.
ڏٺي آگر وات ۾ وجهي، ٿورو
مغز تي زور ڏنم ۽ بي خياليءَ
وچان چيم: "اسان! هڪ انهيءَ
نظام ڪاسائيءَ ڪنهن ڏينهن
ٻليءَ جو گوشت کارائي ڇڏيو
هوندو."

"تنهنجي ته سڄي ڪاوڙ
ماڻهوءَ نظام تي آهي"، منهنجي
نرڙ تان هٿ هٽائيندي اسان چيو:
"ڇو کٽي وير وڌو اٿئي انهيءَ
ظلميءَ سان ... متان ڪجهه نه
ڇڏينءِ!!" آئون ماٺ ٿي ويس.
انهن ئي ڏينهن ۾ مون هڪ
عجيب خواب لڌو!

ڏٺم ته آئون ماڻهوءَ مان ڦري،
هڪڙو وحشي ۽ جهنگلي ڪارو
ٻلو ٿي پيو آهيان ۽ نظام ڪاسائيءَ
جي دڪان آڏو ناسون پيو هڻان.
ايتري ۾ اوهان هڪڙو هٿ وڌيو
۽ منهنجي چيلهه کي سوگهو ڪري
ڪيائين. ڪن پل ۾ آئون ڳوٺ جي

اونداهيءَ ۾ چڙهيون هڻڻ لڳس.
آئون سمجهي ويس ته نظام
ڪاسائيءَ مون کي قيد ڪيو
آهي. ڳهٽجي پوڪٽ ڪيئم
۽ ميائون ميائون ڪيم پر نظام اها
ڳوٺ ڪٽي اچي دڪان ۾ رکي،
جنهن ۾ آئون ٻوريل هئس. مون
کي پڪ هئي ته اهو ظالم
ڪاسائي اڄ مون کي ڪهي
ڇڏيندو. پر همت هارڻ بدران
مون حوصلو ڏاريو (نيٺ ته ڪارو
ٻلو هئس.) سوچيم، آئون ته ڪو
گگدام جانور ڪونه آهيان. ڏسان
ته ڪيئن ٿو مون سان هٿ ڳنڍي؟

ڳوٺ جي اونداهي ڪوٺڙيءَ ۾
ڪاسائيءَ جا ٿهڪ به ٻڌڻ ۾
آيا پئي. هو پنهنجي سوپ تي ڏاڍو
خوش ٿي رهيو هو ۽ اهو سوچي
هيڪاندو پئي هنيائين ته نيٺ
شر پسند ٻلو اڄ سندس مٺ ۾
اچي ويو هو. مونکي هن همراهه واري
سڄي ڳالهه ياد هئي تنهنڪري
ڪٽيءَ ۾ ڳرڻ بدران، سڀون
سٽون ضروري پانيم. مونکي پنهنجي
ڦڙتيءَ، پنهنجن ڏندن، چنبن ۽
رانپوڻن تي پورو پورو ويساهه هو.
ڪن اپا ڪري ويهي رهيس.

ڪلاڪ ڏيڍ کانپوءِ جيئن ئي
ڪاسائيءَ ڳوٺ جو منهن کوليو ته
آئون ٽپ ڏيئي سندس ڪلهي تي
چڙهي ويس ۽ نڙيءَ ۾ اهڙو ته
زورائتو چڪ هنيومانس جو هٿن
مان ڪاتيون ڇڏائجي ويس. وٺي
رانپاٽ ڪيائين ۽ مونکي هٽائڻ
لاءِ پنهي هٿن جا زور به لاتائين پر
مون ائين پئي ڀانيو ڄڻ منهنجي
ٻلي ڪچونءَ وانگر پٺ جهڙي
ٿي پئي هجي. منهنجا ڏند هنجي
نڙگهٽ ۾ هئا ۽ رانپوڻن سان
سڄو منهن چيلي ڇڏيومانس.
لڇي لڇي نيٺ هن
ڦهڪو ڪيو. ڪٺل ٻڪريءَ
وانگر ڪيس ڦٿڪندو ۽ چڙيون
هڻندو ڏسي، جڏهن مون خاطري
ڪئي ته هن جو انت اچي ويو

آهي تڏهن سندس نڙيءَ مان ڏند
ڪڍيم ۽ ڏٺم ته منهنجي وات ۾
هن جو نڙگهٽ هو.

ايتري ۾ ڪنهن مون کي
ڌونڌاڙي اٿاريو. اکيون مهٽي
ڏٺم ته آئون اسان جي پاڪر ۾
وڪوڙيل هئس ۽ هوءَ اٿاولين
نظرن سان مون کي ڏسي چئي رهي
هئي: "سالهن رات گذريل
ڪاسائي نظام جو دڪان ڀاهي
ويو آهي. ڪيس ڪڙي سوگهو
ڪيو اٿن ۽ ڳنڍ جي ڳولا ۾
نڪتا آهن ته جيئن ڪارو منهن
ڪري ان تي ويهاري شهر ۾
سندس آخري جلوس ڪڍن."
منهنجو ماڻهوءَ ڦري پيو. مون کي
ائين لڳو ڄڻ منهنجون واڇون نڙي
وچي ڪنن سان لڳيون هجن.

(هڪ اٿر ته ننڍپڻ جو هي
خواب، نيٺ هڪ ڏينهن پورو
ٿيندو.)



# مامتا جون لهرون

شمس سومرو

اهي ويندڙ اُرمڙ جا وچولا ڏينهن ته هئا جڏهن تون منهنجي زندگيءَ ۾ سونهن جي سڳنڌي هير جيان، ڦلاريل سرنهن جي پهڪڙ ۾ مست خوشبوءِ وانگرآئي هئينءَ. توکي ياد هوندو ارباب! (لڳم ٿو تون به ساڳي ساٿ آهين) تو لکيو هئو: ”آءٌ ڪنهن وڻندڙ جيان وڪاسي حواسي پيار پيدا ڪرڻ لاءِ ڪانه چاهي آهيان. آءٌ منهنجي ذات جي حوالي سان جيئڻ چاهيان ٿي. ڇا تون سونهن اهڙو جيئڻ ڏيندين؟؟“

آءٌ سنجهي پيو هئس تنهنجي ايڏي وڏي ڳالهه پڙهي. هاڻي جڏهن سان پنهنجي هيڪلاين ۾ سوچيندو آهيان، ته لڳم ٿي تنهنجي ڳالهه. اسين ڪير آهيون؟! ڪو ڏيکو فيصلو ڪري نه سگهيو آهيان.

اها ڳالهه ڪا ڳجهارت رهي ني ڪٿي آهي. آءٌ ان کي لڪائي به نٿو سگهان. ماضي... گذري ويل سمو، جيڪو تنهنجو منهنجو ماضي آهي سو لڳم عذاب ناهي. پر لڳم ٿو اهو ڪو خواب هئو. ڪيڏي ورتل منظر. ڪوهيڙو ڇانيل رهيو آهي پورو ڏيک ڇٽو ٿي رهيو آهي. پري ڪٿان تون اچي رهي آهين مرڪندي پل پل سرهي مرڪ. دلن ۾ ٽڪر گهڻي چوهڙ، ٽوري رنڊڪ. تون ائين روزڪندي هئين. لڳندو هئو هن رستي تان هلندي توکي ڇا ٿي ويندو هئو، هلندي هلندي تنهنجي چهري تي نور



رنڊيندي چهري بوٽي هئي ۽ پوءِ ان ڏينهن شديد ارج جو ڏينهن هئو. ويندڙ اونهاري جا پوياڻ ڏينهن، جڏهن تو پوءِ دفتان سون ڏانهن خط لکيو هئو. آءٌ نه چاهيندي به تنهنجي پوءِ سان تنهنجي گهر تائين اچي نڪتو هئس.

آءٌ جو زندگيءَ کان قايل هئس. جنهن جو ڪو آدرش، ڪو ذوق نه هو.

گهر.

پٽ.

آفيس.

منهنجي زندگيءَ جا محور هئا. تن ڏينهن تو اسان جي گهر اچڻ شروع ڪيو هئو ته گهر ئي بدلجي ويو هئو. پاڻيندو هئس گهر جي بي ترتيبيءَ ۾ سڪون ايندو ٿو

”ڇا ٿا چون...“

”چون ٿا ڪٿي ڪمائيو! ته ڪٿ به ونبي آ.“

”۽ اهو به چوندا آهن ته ڪٿ تي ويهڻ کان اڳ گهر جي ڏکيو جو خيال نه ڪيو آ.“

مان ٻليءَ کي چڙائڻ لاءِ چوندو هئس ته روئڻهارڪي ٿي چوندي هئي.

”مان ڏورونئي ٿي چوان.“

”باقي ڪير ٿو چوي...“

”ماسيءَ جمالان چيو ٿي وڏيرن پاڙي ارباب جا مانت منبريل آهن. ڇي ڇوڪر چڱو آهي، نه ڪٿي ته آڪو نه وٺ... سون کي ڇا هي... مان ڏنگوري آهيان سا آهيان“

منهنجون اکيون پڙهي وڃي ۽ ٻوڙ ٻليءَ به ڇاتي وٽو هئو تنهنجو منهنجو پيڊ. ٻلي سڀ سڀالي ٿي وئي هئي.

”اسانجو راڻو به ساماڻو ٿي ٿي شهر وارن جو خير ناهي.“

”ڇري ڇا ٿي چوين.“ چوندو هئو ساڻس.

”چوڻ وارا چون ٿا، مان ڇا ٿي چوان“

ايندا هيون ڏني وڃي اها پڇڻ
ٿي ته اٿم هن جهان ۾.

ڏينهن وري سونهي آيا
هئا، تو سون شادي جا ڪئي
هئي. ٻيلي به ته پنهنجي گهر
وڃي سگهي ٿي هئي. منهنجا پر
مقصد پورا ٿي ويا هئا. انهن
ڏينهن ڌرتي گهر کان آفيس
ڦاڻين نه پر نه ڄاڻ ڪيستائين
پکڙجي وئي هئي. رستن جي
رونق وڌي وئي هئي. زندگي ۾
زندگيءَ جو سمورو حسن لڳندو
هئم پکڙجي ويو آهي هڪ ڪنڊ
کان ٻي ڪنڊ تائين. جنهن کي
اڄ ڇهي سگهان ٿو. پنهنجو ڇني
سگهان ٿو هن ڌرتيءَ کي.

ڪڏهن ڪڏهن چاهتون،
اڻڌون سوچن جي صحرائن ۾
پڙاڏو ٿي رهجي وينديون آهن.
سيني ارمان هن ننڍڙي جيون ۾
ڪير پورا ڪري سگهيو آهي. اڄ
وري تنهنجي ياد هردي تي هري
آئي اٿم. تون هوا جي ان جهوني
جيان، جيڪو ايندو آهي ان گهٽ
ويل جڏهن ڌرتيءَ جي سموري
هوا ڪافور ٿي الائي ڪيڏانهن
پوڙارن ۾ هلي ويندي
آهي ۽ پوءِ هڪ اڻ لکو
هوا جو جهونڊو جسم جي اپامنڊ
ڪٿي کي جهڪو ڪري ڇڏيندو
آهي؛ ايندي آهين منهنجي ذهن ۾
جڏهن منهنجو ذهن بنهه خالي
ڪوڪو هوندو آهي. سوچن جا سڀ
وڏڪ ڊارا شل ٿي پوندا آهن. پوءِ
تنهنجي يادگيري منهنجي هردي
جي ڪنهن ڪنڊ مان ابرندي
آهي. ڪنهن پيرجي انگوريل ڪونج
جيان جو وڏجي وڃڻ کانپوءِ
جڏهن ڦٽندو آهي ته انجا ڪنڊا
اچي وڏ تڪا ٿي پوندا آهن.

جيڪر نيم آهر اسانجي
ڪلڊڙ، سرهي زندگي اٿس ٿي
هلندي اچي ها! جي ماسي
جمالان سون کي جيج واري رات
اولاد نه هئڻ جو مهڻو نه ڏني ها.
خبرناهي ڇو اسين ٽڪل زمين
سان جا سل ٻنا ڪيڙ، ٻنا
آباديءَ ڇڏي ڏيندا آهيون پر
اولاد جي سلسلي ۾ به سال به
سهي نه سگهندا آهيون. سندس
انهي ڳالهه ته " ڪنهن سنڍ
زال کان ڪلراٺي اها زمين
چڱي آ، پوءِ نه ته پيو پاريون
ساريون ته لهنديون. مڙس لاءِ
زال جو ڪو ڪال!" پايان ڏو
ڏو لاءِ ۽ سون لاءِ گهڙيءَ پل ۾
ڪيڏي نه اوچي ويري اڏي
ڇڏي هئي.

انهن ڏينهن کان پوءِ سون
توکي ڇا پانيو هو. سوين گل ۽
ڦل ڏيندڙ زمين کي ڪلراٺي زمين.

هڪ گهر خوشين جو
ننڍڙو، سينڌڙو
جنهن ۾ اسين رهون ٿا
اسان جو گهر آهي
هن کي اسين آباد ڪنداسين
خوشين سان
ڏک ڪلي ڪڍنداسين ورهائي
۽ اسان جي خوشين تي ڪو
ڌاڙيل ڌاڙو هڻي نه سگهندو
اهو اسان جو وچن هو.

پر اهو ڇو ٿي ويو. وياڪل گهر ۾
راڪاس گهمي ويو هو، ڪو ڌاڙيل
ڪاهي پيو هئو ان خوشين ڀرئي
گهر ۾.

ڪجهه ڏينهن پڄاڻان، ڪاسڪ
ايندي سون توکي ليڊي ڊاڪٽر
وٽ آندو هئو. ايڪسري، ٽيسٽون،
دوائون ......... نتيجو.

اڄ ڪٿان آهيان. منهنجي جيون
جر ۾، اها سگهه نه هئي جا تنهنجي
فرشتڪيءَ ۾ نوان گل اپائي سگهي.
پر هڪڙو نمبرو آهي خامي دور ٿي
سگهي ٿي. ليڊي ڊاڪٽر چيو هئو.
اڄ اچا به ڊيڄي ويو هئس
ڪمزوريءَ جي احساس هيٺ.
ڪهڙو هيٺ.

مهيني کن کانپوءِ آخري
ٽيسٽ ۾ ليڊي ڊاڪٽر چيو هئو.
" توهان خيال نه ڪريو سي
منهنجي محنت ساب پئي ته سگهو
ٿي توهان کا خوشخبري ٻڌندا."

هاڻ اها ڪجهارت، ڪجهارت
ناهي رهي جو تو پنهنجي آخري
هڏڪين ۾ ٻڌايو هئو. ويم ويل.

"اونداهي ...
هيءَ ڇا جي اونداهي آهي
اونداهي پري هٽايو.
هي رڙيون ڇا جون آهن."

تون سڏڪندي چئي رهي هئين.
"اڙي اکيون کول اسانکي
پٽ ڄائو آهي." سون چيو هئو.

" هان .......!!!"
" پر هيءَ اونداهي."
" ڪجهه به ته ڪينهي."
"هتي ته آئون آهيان تنهنجو ڪريم"

پوءِ تو ڪجهه ڪجهه ساڻ
سنڀاليندي چيو هئو:
" جيتوڻيڪ اونداهيءَ ۾ سون
کي ڪجهه سجهي نٿو ... پر...
پوئينءَ ٽيسٽ ۾ ڊاڪٽرياڻيءَ
منهنجي جسم ۾ ڏٺو پيچ ضرور
وڌو هئو. خبرناهي اهو تنهنجو
هئو يا ......؟!

جي اونداهي سونکي اڄڙڻ
نه ڏئي ته هنکي پنهنجو نالو
ڏجانءِ ڪريم."

اونهاري جي ويندڙ ڏينهن ۾
گهٽو پوءِ جڏهن آفتاب پنڌ ڪندو
ٿي ويو آهي ته پاياڻو اڄ توکي
وساري نه سگهيو آهيان. سون
توکي ساڻي وڃايو آهي، وڃا
ساڻيو آهي پر توکي وساري نه
سگهيو آهيان. .........



ڪهاڻي

# پويان پاڇا رات جا

ابراهيم خشڪ



”چنين ته اڪوهو جانو جي منڊي ۾ ڪيو ڪنيو اڃان باقي گهٽو ڇو ٿو چئين؟“

”سالن ۾ ڏيهون آهن تيرهن متارا، گهٽو انهيءَ ڪري ٿو چوان متان ميلو متان اچي ٿوي ۽ هو ڏميو فرٽ ترو ڇڏي اسانکي اهو ميدان به ماري وڃي.“

”وڏس گهوڙي هوندي ڪانه باقي زال ڊوڙائي توکي ميدان ماريندين ٿوءِ اسان تي ميار ڪانهي.“

ڪوڪ اڏائيندي، مسافرن کي آسيرا پاسيرا، هيٺ مٿي، اڳتي وڌندي لوڏا ڏيندي، ڪڙڪون ڪندي رات جي خاموشي خلاف چٿ واڪا ڪندي گاڏي ان اسٽيشن تي اچي بيٺي جتان متاري ٿي لهي ۽ ميل ريل جي ٽاپ سان ۽ ميل کان پيو پنڌ ڪري وڃي جانو جي گهوڙي ڪيڏي هئي.

متان سيٽ تي وڪيل ڇپي ڏانهن وري ڏٺائين جنهن ۾ جانو سان مقابلي لاءِ پستول وڪيل هو ۽ جيڪڏهن گهوڙي نه ڪيدي سگهيو ته ان جي گاهه تي زهر ذرو هارڻو هوس، اهو زهر به ڇپي ۾ رکيو هئائين. پستول متاري جو پنهنجو هو پر اهو زهر ذرو گهوڙن جي شوقين حاجي ڪرم عليءَ ڏنو هوس.

”خدا جي ساهي ڪسي زهر ڏيڻ ڪيڏو پاپ آ، ڪرم علي کي ساڙ سڙي ڇڏيو آ“ اهو سوچي متارو پنهنجي سيٽ تان اٿندي ڇپو کڻي هيٺ لٿو. ڪچو پليٽ فارم، چوڌاري اوندهه جو راڄ.

پريان ٽيشن جي بابو جي ڪوٺڙي ۾ بتي ٻري پئي ٻري.

”ٻاڏي ڍڪ هتان ٿي پيو وڃان.“ اهو خيال ايندي ئي بابو جي ڪوٺڙي ڏي ويندي پنج ست وکون کڻي واپس ٿيو. ”وري اتي ويٺو هجي ڪو ڪتو ڇهڻي نه وڃي.“ پڻ پڻ ڪندي چوڻ لڳو ”ٻاڏي اڳيان واهيءَ سان ويندس.“

”بلڪ ائين آهي جڻ سندس آخري ٽيشن هي آهي“ دل ۾ چيائين ”پر هر اسٽيشن تي بيهوش ائين ٿيو پئي وڃي.“

”هيڏانهن اچ هيڏانهن ادا متارا“ اڳيان زنانو گاڏي جي دروازي وٽ کي سڏ پڌي ڇرڪ ڀري ويو. در ڏي ڏٺائين. ساڻي ڏسي ٻه ڪيس رهي هئي پر متارو سڃاڻينس ڪونه پيو. هي اچا ٻه سندس ويجهو ويندي چتائي ڏسڻ لڳس. ساڻي ڪيس ويجهو ڏسي چيو ”ادا متارا ٻوڙ پاڻي گاڏي اجها ڇٽي.“

”اڃان پيو اڃان رڳون لڳوڻي ٿو“ سندس پويان ڊوڙي ايندڙ پوڙهو چوڻ لڳو.

”ساڻي ڏسي ته ائين پئي جڻ واقعي سون کي پئي سڏي! سون ڪنهن ڪونه پئي ڏٺين. سنهجي پويان ايندڙ پوڙهي کي پئي ڏٺين. اوندهه ۾ لڳو ائين پئي جڻ سونکي پئي ڏسي. اهو سوڻ سڏ ڏيو، هڪ ڪسان ٻه متارا آهيون.“

پليٽ فارم کان نڪري ريل جو وچ وڏي وڃي رهيو هو گاڏي آخري سيٽي وڄائي ڇٽي. هن ٻونتي لوڏو هڻيو گاڏي پليٽ فارم تان رڙهندي وڃي رهي هئي ڪجهه وکون کڻي ويندڙ گاڏي ڏي وري ٻونتي لوڏو هڻي ڏٺائين. گاڏي سيٽي هڻندي ڄڻ خدا حافظ چوندي هجي. ڇپو ريلوي پٽڙي جي وچ تي رکي ٻڪي جو پلئه ڇوڙي ان ۾ ڪجهه پئسا پڙهندي اتر ڏي منهن ڪري آهستڙي آهستڙي چوڻ لڳو ”پيران پير بادشاهه پير دستگير اڙين جا آڌار وهين جا وسيلا تنهنجي آسري آهيان. اڄ ته سڀاڻي ڪر صبح جو هي تنهنجي نالي سڻاني ورهائيندس“ ٻڪي جو پلئه وري ٻڪي جي ور ۾ ورائيندي چيائين ”مولي توکي ٻه پارت آ.“

وري اولهه ڏي منهن ڪري ٻوٽ سان ساڄو پير ڪيڏي ٻوٽ جي متان رکي ساڄي هٿ جي شاهد آڱر ريل جي پٽڙي تي ڇهي سڌو بيهي انهي شاهد آڱر کي ڏوڙو ڪري پهريان پنهنجي ساڄي ڪن جي پاڙي تي، وري کابي ڪن جي پاڙي تي ڇهي وري نڪ تي گسائيندي چوڻ لڳو ”سائين ڪيل تڪبر معاف ڪجانءِ، تو درتوبهه ذاري، مولا توڻ مدد ڪجانءِ“. پڻي هٿ پڌي، ڪندهيٺ ڌهڪائي

اڃا به ڪجهه دل ۾ چوڻ لڳو. پوءِ پير هيٺان رکيل بوٽ ٻانئي چيپي سان پستول ڪڍي ور ۾ وڌائين. ڪارتوس کيسي ۾ رکي زهر جي ٻڙي اڳٽ ۾ پٽدي ٻالي جيپي ۾ رکيل ٻڪڙ به ڪڍي ور ۾ هنيائين ۽ نئين اسهنج جي چنمبل ۽ گوڏ ڪڍي جيو اچلڻ تي هو ته خيال آيس ته جيو پاڻي سان هجي. ڪو وات تي مليو ته ٻاڻ گاڏي مان لٿل مسافر سمجهندو. جيپ کي وڻين مان ڪٽي اڳتي هلڻ لڳو.

”اڙي سارو ويس“ چئي چرڪي بيهي رهيو. سامهون ڪير جهڙن سفيد ڪپڙن سان ريل جي ٽاپ وڌيو ڪو اچي رهيو هو.

”لڙي وڃان!“

”آتا پير ڪنياتون يا ريل سان اڙون ڏناتون ته هروپرو نشان ٿي پوندا.“

”وڃان ٿو گهوڙيءَ جي ڦڪر تي ۽ لڪايان ٿو پير.“

”نه به احتياط چڱو آ.“

”پوءِ“

”پوءِ ڪير نه هجي سونکي چا ڪندو.“

آهستي آهستي هلڻ لڳو. منهن تي سرڪ نري آيس ”خواهخواه چرڪاني چڏيائين، پورٽر آ، پهرين سنگل کان موٽيو آ“

”هان بيهي چو رهيو.“

”بيٺو ڏوڙ ساني منهنجو تنهن ۾ چا؟“ دل ۾ چئي سلام وراڻيئنس.

”سلام عليڪم“

ڪو به جواب نه.

صفا ويجهو پهچي وري ڏٺائين.

”هان! هي چا؟“ ريل جو وچ چڏي پاسي وارن پٿرن تي پير ڏني هٽ لائي ڏڏئين. ”اڙي پنهار! هي سلهڙ کي زمين ۾ ڪوڙي سيڙهي هٽي چڏي اٿن. پاپو به وڏا.....آهن. اهو سڙني اسان شڪارين کي ٻيچارڻ لاءِ هٽي چڏيو اٿن.“ پنهنجو پاڻ تي مرڪڻ لڳو.

جانو جي ڳوٺ ڏانهن ويندڙ ڪچي رستي جو ڦاٽڪ اڃان سامهون ٻاقي فرلانگ کن پنڌ تي هو، ته ستر و اکير ني بوٽ لاهي جيپ ۾ وجهي، اسهنج جا چنمبل ٻاني ٻڙي چڏي جهنگ منهن ڪيو. اڳيان ڪرڙي واري زمين هٽي جتي پيرن جي نشانن جو سوال ني نٿي پيدا ٿيو. سامهون ڳوٺ کي اچي ويجهو ٿيو. واڄ ٿي ڏڏنين. اوندهه جي ڪري واڄ جون سيون ڏسڻ ۾ ڪونه آيس. مٿي تارن ڏي ڏسي وقت جو اندازو ڪيائين. چنڊ مٿي چڙهي آيو هو“ پوئين سونهي ۾ هوندا، اڃا ڏورو اکير پهچان هاڪڙي ليٽ پهتي نه! انهن... کي به اهو خيال ني نه ٿو ٿئي ته ڪنهن کي مهل سر پهچايون.“

ڪتي جي ڀونڪ ڪنن تي پيس. ياد آيس ٿيون ورهيه جڏهن سال جي چور بدران ڪنڙ بوهوندو هو، انهي ساڳئي ڳوٺ سان پاڻئي پنهنجي چاچي کي ڪاٺ هڻيو هو ۽ ڪتن جي ٻاهوڙ تي ماڻهو اٿي پيا هئا ۽ پاڻ پڇي نڪتو هو ته به رات اجائي ڪانه وئي هئس. پاڻئي وٽان مليل ڀه سؤ رپيا ته ڦيا هئس. پر هن دلمي ڪنهن الا چوري جي جئي تي شڪار ڪرڻ ڪونه آيو هو پر حاجي ڪرم علي جهڙي ڪانڪو موڪليو هوس. جنهن رت ڪنهن زماني ۾ وٽي ٻاٽاري هئي، جيڏانهن ڪيڏانهن ڪرم علي پئي پوندي هئي، پوءِ وڏائين سنگت ۾ هٽ ته انهن به اهڙو ڪم ڪرايس جو پڇي وڃي حج پهتو. پر کان ڪنهن ورهيه ڪونه آيو. وري آيو ته پاڻ سان گنج ڪنيو آيو. زمينن جا نمبرن جا نمبر ڪٽي خريد ڪيائين پر خفتي ماڻهو پنا خفت مري وڃي! سو پلا گهوڙا پالڻ لڳو. سندس گهوڙن جي هاڪ ڪراچي جي ريس ڪورس تائين وڃي پهتي ونس هر قسم جا گهوڙا ڊيڪي پڇي به چڙن هلي نه چڙن پر جانو واري گهوڙي ” دل بري “ حاجي ڪرم جي گهوڙن کي پنهنجي دز تائين پهچڻ نه ڏيندي هئي. حاجي ڪرم علي حيلا ڪري چڏيا جانو کان گهوڙي خريد ڪرڻ لاءِ. پر جانو جو جواب سدائين ساڳيو ” پچا وڪڻبا آهن، چا؟ واقعي غربت آهي پر انهيءَ کان پئي کائبو، پچو نه وڪڻبو“.

حاجي ڪرم علي انهن ساڳين ڀسن جي پنجين پتي کان به گهٽ، چار هزار رپيا صحيح سلامت گهوڙي آڻي ڏيڻ لاءِ يا پنج هزار رپيا گهوڙي کي زهر ڏئي ماري اچڻ لاءِ ستاري کي اڳ هي پوئين واهر جو سچو ڏنو. ڪٽي اڳواٽ سٺ رپيا ڏئي ستن راتين اندر ڪم مڪمل ڪرڻ لاءِ هن کي موڪليو هو.

ڪتو وري ڀونڪيو. ستارو ڪمند جي پوک جو پاسو وٺي چپو هڪ چڙ ۾ رکي بوٽ جيلهم جي پنهي پاسن کان ڪوڙي سان انبن پٽائين، جيئن اڳيي گهڙن کان پنهنجون ڪکون بچائڻ لاءِ ماڻهو پٽيندا هئا، وري پٽڪو لاهي منهن ڍڪڻ لاءِ پٽ پٽدي چئن طرفن جي اوليائن کي ياد ڪري ” هاٿي ڪٺ ڪماني شاهه “ چئي قدم کنيائين.

ستارو راتين جو رولاڪ. هن ڳوٺ جي به گهٽي گهٽي گهر گهر کان واقف هو. ڳوٺ ٽيشن کان پري، پر شهر جي ويجهو هو.

ستارو جانو جي گهر تائين پهچي ويو. ڪچي پٽ، ڪاٺ جو دروازو، گهر ۾ ڪتو ڪونه. درجي وٽين مان نظر ڪري چنڊ جي روشني ۾ ڏڏئين سامهون پٽدل گهوڙيءَ کي جانو ڪرڪرو ڪنيو

پيئو هئي.

”مار پويس خدا جـــي اچـا جاڳي پيو!“ ستاري ٿڌو ساهه کڻي دل ۾ چيو.

”جئي لڳي آئي لا“ تـــه ڪرڻي ڪانه هئس، گهورو هـــو گهوڙيءَ جو سوساٽ ڪري واپس چار ڏي هليو ويو جتي چپر ڇڏي آيو هو.

ڪلاڪ سوا ترسي وري آيو، وڏين سان جاچيائين، ڪڪڙو ڪو لڳي پئي هئي.

”جي ٿو سامهون در وٽان ٿي چڙهان پٽ تـــي تـــه گهوڙي ڪڏيندي ڏاهه، پريان وڃي ٿو پٽ ٽپان.“ ور ۾ لڳي پڪڙڪي هٿ لائي پڪ ڪيائين. ”در پيو ڪنيو پڇي جل پري کي کڻي آڪيم ته ڪير پڇندو.“ تصور ئي تصور ۾ باٽ کي گهوڙيءَ تـي چڙهي پڇندو ڏٺائين. پريان وڃي پٽ تان نرو ڪنهڻين لهوڙي ڏـڻ ۾ ڪونه پئي اچي پر جانو ۽ سندس زال جا آڳند ۾ پيل کٽولا پڌرا پئي نظر آيا. چپ مٿي چڙهي چڪو هو.

”ڦرر“ گهوڙيءَ ڦونگاروهنيو.

”جي چوان ءَ“ چئي جـــانو کٽولي تان اٿيو.

”مٿو ٿيو مـــون ڏانهـــن پٺي هئس“ پٺن تـــي پـــٽ ڦٽي ڪري ستارو وري در ڏانهن ڦري آيو. وڏين مـــان ڏٺائين جانو گهوڙي تي هٿ گهمائي رهيوهو.

”شايد سوير نه هـــٽ پئي گهمايائينس، مـــون سمجهيو ڪرڪرو پيو هئس“.

”من چڱي پڌائـــي“ دل ۾ چئـــي ستارو موٽي وري وڃـــي سامهون ڪمند جي پوک پـــٺ چار ۾ ويٺو.

ڪلاڪ منو ويهي اٿيو ۽ اچي در جي وڏين سان جاچي وري وڃي پريان پٽ تان اپڙ ڦيو. جـــانو ستو پيو هو پر جانو جي زال شايد پار کي ٻيو ڏيئي رهي هئي.

”مولا ٿون ستائي ڪر“ چئي ستارو وري موٽي چـــار ڏي ويو. اني مک ئي نه آيس. اڌ ڪلاڪ ڪن ويٺو، اٿيو وري اچي در جي وٿين سان ڏٺائين تـــه دنگ رهجي ويو. جانو وري گهوڙي تي هٿ گهمائي رهيوهو. ستارو دل ۾ جانو کي ڪچي گار ڏيندي واپس وريـــو، واپس ورڻ کان اڳ ڳچي کـــي ويڙهيـــل انگوچهو ڪڍي ان سان در آڏو پنهنجي پيرن جي نشانـــن کي اندازي مطابق انهن انگوچهي گهمايائين جيئن ڪمڙي سان ڪا شيءِ ڇنڊبي آهي. وري پريـــان جي پٽ جي پاڙ ۾ جتان نرا کڻي اندر ڏٺو هئائين اهي پيرا به ڊاهي واپس چار ۾ پهتو. اتان چپو کڻي ساڳي ٽيشن جو رخ ڪيائين. واٽ سان سوچيندو آيـــو آهيان ته مٿو پليٽ فـــارم تـــي نه ويندس چو ته شڪ رلاءِ وري اچنو اٿم. ٽيشن تي جانـــو جي ڳوٺ وارن مان ڪنهن سڃاتوءَ ڏٺو ته انهي چوري بعد پڌائيندو وتندو ته ستارو پـــم ٽيشن تي ڏٺـــو هئم. پيو ته هشيار به ساٿ اٿم انڪري هلندڙ گاڏي ۾ چڙهي ٽڪيٽ لاءِ ”ڏنو پٽ چئي جو“ ڪري هلي ڳـــوٺ پهچڻدس.“ انهيءَ کان سواءِ اهو به خيال هئس ته ستان اوسي پاسي جي ڪنهن پئي ڳـــوٺ ۾ رات ڪ چـــوري ٿـي هجي ۽ پڳيا گيٽ گهيڙ جاچيـــندا اچي ٽيشن تي مٿان پون ته اجايو پرائي پوهي ۾ پري وڃـن. اهي ۽ اهـــڙا پيا احتياط ستارو هميشه ڪندو هـــو، ان ڪري اڄ به ٽيشن کان پرڀرو جهنگ ۾ لڪي ويهي رهيو. اچا اڌ ڪلاڪ ڪونه گذريو تـــه پري کان سندس ڳوٺ ڏانهن وينـــدڙ گاڏي جـــي روشني ڏسڻ ۾ آيس. ڪنهن مسافر يا بابو ڊابو اسٽيشن پرسان ٿهيل ڪچي مسجد مـــان اسر جي بانگ ڏيڻ شروع ڪئي. بانگ به ختم ڪيائين تـــه گاڏي

اچي ٽيشن پهتـــي پـــر ته به هي جهنگ مان نه نڪتو.

گاڏي جڏهن ٽيشن مٿان وچائي رڙهڻ لـــڳي ته هي ڇپر هٿ ۾ کنيو پڇي پڇـــي وڃي گـــاڏي تي چڙهيو.

ٻي رات به ڏاڙ ڪيائين پـــر حالت ساڳي. جانو کـــي رات جو ننڊ ئي ڪانه. هر هر اٿيو گهوڙيءَ تي هٿ پـو ڦيري.

ٽين رات جو ستارو سچي وات اهـو سوچينـــدو ويـــو تـــه ”اڄ جانو جي گهر جي پٽ تي وڃـــي ٿو چڙهـــان، جيڪڏهن پورين نظر ڪنهن مٿي شيءِ تي پئي تـه سمجهه ته موٽ سڌ ٿو آهـــي پيو پلي ته جاڳن پيا تـــه پـــم زوري گهوڙي ڪاهيندو مان.“ ائين سوچي جيئن ئي پٽ ۾ هٿ وجهي پـــانهن تي زور ڏئي مٿي نرو کنيائين تـــه فقط چند فوٽن تي ملڪل ستاري جـــي آمهون سامهون گـــوڏ پاسي تـــي ڪيو جانو نڙي چوڙ ڪري رهيو هو. بي اختياري ۾ ستاري جـــا هٿ ڇڏانجي ويا. پـــٽ ۾ سانڌو پنجي ويس. پيرن جا نشان ڊاهڻ کان سواءِ ئي ڪن ڏيا ڪري وڏي پويان پير ڪيائين. ”جـــانو شايد ننڊ جي نشي ۾ هيٺ ڏسي رهيو هو جو صفا اڳيان سامهون هوندي به ڪونه ڏٺائين“ دل ۾ ائين چوندي ستارو واپس وڃي رهيو هـــو ۽ ان رات وڏي ڪ پـــوءِ ڪا ڪوشش ئي ڪونه ڪيائين چو ته کيس وهم وٺي ويو ته ”اڄ مـــوڻ خراب ٿيو آ.“

ميلي ۾ باقي ڏهه ڏينهن اچي بچيا هئا. ميلو به هيل ڏم لڳو هو. امير وزير سڀ ميلي تي اچڻا هئا. هن دفعي ڪنهن عرب ملڪ جـــو بادشاهه پـــم ميلي تي پلن جانورن کي وڏا انعام ڏيڻ لاءِ اچي رهيو هو، پر انعام کان وڌيڪ ناليءَ عزت جو سوال هو. حاجي ڪرم علي هزار ....... پيو پـــم ستاري کي اڳڀرائي ڏنو ته ڪيئن پـــم ڪري

جلدي ڪر.

خمس جي ڏينهن ستارو صبح جو آرام ڪري بوڙن پهر بس تي چڙهي اچي ان شهر ۾ لٿو جتان ميل سوا تي جانو وارو ڳوٺ هو.

پراڻي ڪچي هوٽل ۾ گهڙي ويو. چانهه پيتائين. گهڙي ڪن ويٺو پر بيقراري ويهڻ نه ڏنس. اٿيو. اڃا سج ڪونه لٿو هو. وقت ڪاٽڻ لاءِ شهر سان چڪر ڏيندو ڏيندو اچي سنيما اڏي بيٺو جتي اشتهار لڳي پيا هئا. ستاري جي خوشيءَ جي ان وقت حد نه رهي جڏهن مهل اوچتو ڏٺائين ته هڪ ڇوڪرو فلم جي ٽڪيٽ وٺي رهيو آهي پاسي ۾ بوسڪيءَ جي پٽڪي سان جانو به بيٺو اٿس. ستاري جي دل ڌيريءَ سان ڌڙڪڻ شروع ڪيو. ڇوڪرو ۽ جانو ڳيڙيا سنيما هال ۾ اندر ۽ ستاري ڪيئي پوئتي ڪڙڪن تي زور ”مولا مس آس اڳياني اٿني“ ٽڏو ساهه کڻي سامهون ڏٺائين، ڳوٺ سندس اڳيان هو. رستو ڇڏي پاسي واري جهنگ ۾ ويو. سج سوڙ سٽ ڪري اڳتي وڌيو. پٽ وغيره به ڪانه پئي. پاهر نڪري وري کو خيال آيس چيائين ”مولا ڪارائين به تون، هارائين به تون، اڄ پيڙو پنهنجي لاتني نه پنهنجي انهي. ڪنهن جي چالهين نتي تهنجي نالي ڪندس.“ انهي پاس پاڻ ڪانءُ دل تان چڻ وڏو بار لهي ويس. پڪ ٿي ويس ۽ دل ۾ چيائين ”اڄ جل پريءَ جا پنهنجي هٿ سان پيه ڏيندس“

پهريان ڪمند واري پوک جو پاسو ڏئي اچي چار ۾ اندر وڙهيو، اتان سامهون جانو وارو گهر ڏسڻ ۾ آيس پئي، پڪي اونده ۾ ڪوڙ جي چڪي ڏسي جانو جي پاسي واري ڪوٺي سان کو اڪڙ پڪڙ ماڻهو پيا ڪٻڏي ڪڏي مهل کو پير ڊوڙندو لنگهي رهيو هو باقي ماٺ لڳي پئي هئي.

”هتي چار ۾ ويٺي اڌ منو ڪلاڪ ته ٿي ويو هوندو، بسم الله ڪري هليو وڃان.“ ائين چئي چار مان نڪري اچي گهٽي ورتائين. جانو جي در تي پهچي اوسي پاسي لوڏنا هڻي در جي وٿين مان ڏٺائين پر ٽڪڙ ۾ ڪجهه نه نظر ڪونه آيس.

در جي تاڪ کي ڏورو زور ڏنائين ”چو چم چم ؤ ؤن“ تاڪ کلي پيو.

”مولا!...“ دل جو ڌڙڪو وڌي ويس. اندر گهڙي آهستڙي آهستڙي تاڪ کڻي بند ڪيائين. سامهون جل پري گاهه ڪاڻي رهي هئي، هن کي ڏسي منهن مٽي ڪري ڪن کڙا ڪيائين. هي دڄي ويو.

”گهوڙي هڻڪار ڪئي ته ماڻي ڏسي وٺندي، نورل شاهه تون مدد ڪجانس“ گهوڙي وري گاهه ڪاڻ لڳي. پٺن تي هلي هي گهوڙيءَ جي بوڙن ٿهيل جاءِ ۾ گهڙي ويو. جاءِ کي دري ڪانه هئي، رڳو هڪ وڏو در هئس، جنهن کي به دروازو پيل ڪونه هو ۽ نه ئي ڪليل روشندان هئس. اونهاري جي گرمين ۽ سياري جي سردين ۽ اها جاءِ گهوڙي پڌڻ لاءِ سٺي هئي. آنان در کان ڏٺائين. جانو ۽ سندس زال جي سمهڻ وارا ڪٽولا ان جاءِ سامهون ايترو ويجهي هئا جو انهن ڪٽولن تان پڙڪي جو آواز به هي چڱي طرح ٻڌي سگهي.

ڪٽولي تي ماڻي سندس سامهون منهن ڪيو پار کي ڪجهه ڪاراڻي رهي هئي. پار کي ڪاراني ماٺ به ڪئي اي سمهي پئي. هينئر ماڻيءَ جو پاسو پرئين طرف سندس پر ڏانهن وريل هو پر هئي اڃا سجاڳ.

هي جاءِ مان نڪري آهستي آهستي وڃي گهوڙي جي آهر ڪان ان جي اڳين ڏنگن تي هٿ گهمائڻ لڳو. گهوڙي ڪيس سڱهي گاهه ڪاڻ لڳي.

”ڪهڙو ظالم مهڙي پيار ڪندڙ ساٿي کي زهر ڏيندو؟ مان هن کي ڪيڏي پار پهچائيندس.“ ستاري دل ۾ چيو.

اوچتو گهٽو سوجهرو ٿي ويو. آهر ڪان ڏورو منهن مٽي ڪري ڏٺائين ماڻي بتي پاري رهي هئي.

”اڙي مار بويس خدا جي، هي ڇا ٿي ڪري!؟“ دل ۾ چوندي آهستي آهستي ٿي ساڳي ڦتل جاءِ ۾ هليو ويو.

ماڻي بتي کنيو گهر جي پاهرين در ڏانهن وڃي رهي هئي. ستاري جو ساهه ٽڪڙو ٽڪڙو هيٺ مٿي ٿيڻ لڳو. ماڻي در کان اندران ڦيري وارو ڪڙو چاڙهي، ڪٽولن ويجهو پاسي واري چور جي ڏوٺيءَ ۾ بتي ڏنگي وري وڃي پنهنجي ڪٽولي تي ليٽي پئي. بتي جي وٽ به هيٺ ڪونه ڪيائين.

”اڄ جمعي جي رات نه اچان ها“ پر بلڪل پي ساعت خيال آيس ”راتيون سڀ رب جون آهن چالهين بتي جو ورهائيندو سانس“ پاهر ڏٺائين سڄي اڳڻ تي سوجهرو لڳو پيو هو ته به ڪوٺي اندر اونده اهڙي هئي جو اک نه ڏسي ڪوڏي ڏي. ۽ آهر آڏو ٿلهي جي ڪوڏي مٿر جيڏي پٽ جي اوٽ هڻڻ ڪري اڳيان گهوڙيءَ وٽ چڱي خاصي اونده هئي.

ستاري پنهنجو پٽڪو لاهي پٽ پڌي، پستول ۾ ڪارتوس پري وڌائين ور ۾، زهر جي پڙي کي به هٿ لائي ڏٺائين.

”چر، چر، چر“ اهو جاءِ ۾ اندر ڪنهن کٽ پاسي تي تڏ آواز ڪرڻ شروع ڪيو. هن آواز پڌي، سرڪي پٽ کي چيو ته: هينئر تڏ به چوي ٿي“ چر...

اڳتي وڌ" سرڪي سرڪي آهر ويجهو اچڻ لڳو. پٽ جي پاسي کان ڏڏن لڳو پيو هو.

"ستارا اڄ سڀ سونهن سجايا اٿئي" لڳو هٿ ۾ ڪٽي پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳو هيڪر جل پريءَ جي هٿيءَ تي لانگ ورايان سهي پوءِ لڙڻ کي آڱوٺو آ. سڄي رات پئي آ." گهوڙيءَ جي اکين ننگن تي وري هٿ گهمائڻ لڳو. گهوڙي وري سنهن هيٺ ڪري ناسن سان ڪيس سنگهيو. ستاري مٿي تي هٿ گهمايس. گهوڙيءَ جي پوين پيرن ڏي ڏٺائين. پنهي پوين پيرن ۾ پاڇڙيون ٻڌل هئس گهوڙيءَ جي ڳچي وارو رسو ڏسي ڪلهي ۾ هت لائي ڏٺائين. اهو ڇوڙڻ سولو هو "پر پاڇڙيون" هيڪر خيال آيس ته "ڪلن وڏن ڪٽي آهي ڪهيان" پر ساڳي ساعت سوچيائين ته "جي انهن پاڇڙين جون رسيون پيرن ۾ ٻڌل هوندس ته گهوڙيءَ کي هلڻ وقت ڇڪون وانگر لڳنديون هلنديون. گهوڙي آ پلي. اهي لڳس ته نروڪٽي ڪيرائي وجهنديسو اول اهي ڇوڙبانس" پر پاڇڙيون ڇوڙڻ لاءِ ٻهريان گهوڙي کي پنهنجو ڪرڻو هوس انڪري ٻهريان وري گهوڙيءَ جي اکين ننگن تي، پوءِ ويٺي ني ڏورو اپو تي ڪنڌ تي اٿن آهستي آهستي ڪري هٿ گهمائيندو گهمائيندو گهوڙيءَ جي پوئن پير جي هڪ پاڇڙيءَ ۾ هٿ وجهي ڇوڙڻ لڳو. اڃا رسيءَ جا پيچ پئي سوريائين ته سامهون ڪنڌ جي ڇت تي ڊپيل ڊڪ پڏيو. نروڪٽي ڏٺائين ته ڪوسا ٿهو ڀڙي واري ڪنڌل ڪنڌ تان ٿهو ڏيئي جانو جي ڪنڌ تي لٿو ۽ ڏاکڻ طرف وڃي رهيو هو.

ستاري جي هڪ به وٺي ته پر ٻه وڃن. ڪرونڊڙو ني آهستي آهستي سري وڃي ساڳي ڦڏل جاءِ ۾ اندر کهڙي در کان ڏسڻ لڳو.

ماني اٿي ڪنولي تي ويهي رهي. هو ڏاکڻ اٿو سڌو ماني ڏي هليو آيو.

"اڙي هن جي پيڙي تري چور مٿان سور" ستاري چپن ۾ چيو.

ماني اٿي ڪنولي اوريان پيهي چوڻ لڳي "ادا توکي اڳ ۾ به جهليو ٿم، اسانجي گهر نه ايندو ڪر. پوهي ٿئي بادشاه پير جي، مونکي هٿ نه لائجان."

"بادشاهه پير جي پوهي آ توکي، ڪجهه اسان تي رحم ڪر ظالم، گهڻا ڏينهن موڙيو اٿئي."

"اڙي رئيس سئينداد جو پٽ وڏو ڪو حرامي آهي... مهل ني هي سلي هئس" ستارو پنهنجي چپ کي چڪ هڻي دل ۾ چوڻ لڳو.

"چوچه چه چوڙون" انهي آواز سان ڪڙڪو به ٿيو، پاهرين در جو هڪ تاڪ کلڻ سان وڃي زور سان پٽ کي لڳو.

هو ته پئي ڇڪجي ويا پر ستاري جي اکين اڳيان به ڇڻ اونده اچي وئي "هي ظلم سوري ڏيڻ کان اڳ ۾ هليو آيو ڇا؟" اڃا پنهنجي دل جي سوال جو پاڻ جواب ني ڪونه ڏنائين ته صفا جهيڻو آواز پڌائين "ڪير ڏي وڃان؟" هو ماني کان پڇي رهيو هو.

ماني ستاري واري ڪوٺي ڏانهن اشارو ڪيس.

ستارو سمجهو ڏڪي ويو.

هو ڏوڙڙو ٿيندو پر نڪو نڪو سڌو انهي جاءِ ۾ پڳو آيو جتي در جي هڪ پٽ پرسان ستارو ويٺو هو. ان جي سامهون درجي پي پٽ پرسان هو به ويهي پاهر ڏسڻ لڳو.

ستاري، رئيس سئينداد جي پٽ کي سامهون ويٺل ڏسي دل ۾ ڪيس گار ڏني ۽ پاهر ڏٺو جتي جانو ڦريءَ وارو ڪڙو کولي در کي وري اندران سڀون ڪڙو ڏيئي، پٽ جي پاسي کان رکيل گسليٽ جا ٻه پراڻا خالي دٻا کڻي در جي تاڪ آڏو هڪ ٻئي جي مٿان پاسيرا ڪري رکي رهيو هو.

جانو کي ڏسي گهوڙي ٻه ٽي هنڪارون ڪري ڪنڌ سان مالڪ کي چاندون ڏيڻ لڳي ڄڻ ته چوندي هجيس ته "هيڏانهن اچ هيڏانهن، گهر ۾ ڇا ٿي رهيو آهي. توکي تنهنجي زال ڪونه ٻڌائيندي، اهو مان ٿي توکي ٻڌايان. تنهنجي زال جهڙي ڪان ٻڌي ني، ان کي اها همت ني ڪانهي جو توکي ڪجهه ٻڌائي."

هيٺئر رئيس سئينداد جو پٽ ستاري کي به چٽائي ڏسي رهيو هو ۽ پاهر جانو ڏي به هر هر لوڻا هنيائين پئي. پر سهڪيو اٿين ٿي جيئن گرمي ۾ ڪو ڪانءُ ڪتو سهڪي. سندس انهي سهڪي جو آواز ستارو چڱي طرح ٻڌي رهيو هئس.

جانو گهوڙي جي هنڪار ۽ چاندن کي نظر انداز ڪري پئي ۾ ويڙهيل ڪا شيءِ آئي پنهنجي ڪنولي جي سيراندي کان رکي زال کي سڏڻ لڳو.

گلان، او گلان، رن سنجهي ٿي مٿي پئي آهين. ننڍ اٿئي ٻيا مري وئين - اڄ شهر مان چانور آنديون اٿمانءِ، اٿي ڪاڄ" ڪلهي کي لوڏا ڏيندي چوڻ لڳس.

ستاري کي هڪ هٿ ۾ زهر ٻئي هٿ ۾ ڀريل پستول ۽ سنهن تي پٽ پڌل هئي. ڪنهن فيصلي تي پهچڻ لاءِ مغز پئي ڦريس.

"اون هون ڇا هي!" جانو کي جوڻس ننڊاکڙي آواز ۾ پاسو ورائيندي چوڻ لڳي "مان ڪجهه ڪونه کائينديس، هڪ پار اوجاڳا ڪرائي، پوءِ تون."

رئيس سئينداد جي پٽ ڏي لوڏو هڻي وري جانو ۽ گهوڙيءَ ڏانهن نظر ڦيرائي خيال آيس "اڄ

جي ٻڪڙجي ٻوان تہ !؟“ اهو خيال ايندي ئي ستاري جو پٽ ڪانڊارجي ويو.

جانو ٻونتي لڏو هٽڻ سان رڙيون ڪري ڀڄندو آيو آن ڪوٺي طرف جنهن ۾ ستارو ۽ جانو جي زال وارو چور رئيس سئينداد جو پٽ ويٺا هئا.

”هش هش هش هش“ اڙي هي ڇا ٿيون ڪٿي ويو. پلو ڪوٺيءَ ۾ اندر ويندو ڏسي جانو آن جي پويان ايندي ٿيءَ ۾ ٻہ هٿ وجهيو ڪنيو ڊوڙندو آيو.

پلو بہ ڪوٺيءَ ۾ اندر تہ جانو بہ اندر گهڙڻ سان پٽ پٽدل ستاري تي نظر پيس. ستاري يڪدم پنهي هٿن سان سندس زال جي چور ڏي اشارو ڪيس تہ هن کي ڏس جانو لڏو هٽڻ سان هن کي چيو ”اڙي تون!؟ ڪيس ڪچي ڪار ڏني“، ٻئي ڦٽي ڪري ٺڪا ناسن واري ٺڪ ڪرائينس، هڪ لڳڻ سان رئيس سئينداد جو پٽ زمين تي ڪريو ستان جانو چڙهي ويس ۽ مڪن جي وارو وار ڪري ڏنائينس. ٻئي وجهي ٻاسيري ڪري، ستارو ڊوڙ پائي پنهنجي وارو زهر گهوڙيءَ جي ڳاهہ تان آهر ۾ هاريندي وٺي ڀڳو. رئيس سئينداد جو پٽ هراس ۾ انهن هيان ڦاٽ رڙيون پيو ڪري جيئن سونهر ٻنجوڙ ۾ ڦاسندي ڪيهاٽ ڪندو آهي.

ستارو جهٽ پٽ جانو جي گهر مان نڪري ڪمند جي ٻوڪ ۾ گهڙي، اهي رڙيون پڌندو ڪمند وچان نڪتو. لاڳيتو ميل ڏيڍ ڀڄندو رهيو ٻوءِ خيال آيس تہ پيرا لڪايان ۽ وري سمجهيائين تہ رئيس جي پٽ سان جهڙي ۾ سچو ڪوٽ ڏيو هوندو ڪڏ. جانو جي ٻهرين مڪ سان رئيس جي پٽ جو دنبي ڏيڍر جهڙو نڪ ڦسي پيو هوندو هائي انهي معاملي کي چڏي ڪٿي ٿا منهنجو پيرو کڻن. اهو سوچي ٻيا ٿي ميل ڪن پنڌ ڪري وڃي حاجن سائين جي درگاهہ تي آرامي ٿيو. جمعي جي رات هئڻ ڪري آتي اڳيئي گهڻا ماڻهو آيل هئا.

”جل ٻري پيٽ جي سور ۾ مري وئي“ اها خبر ۽ ٻيون خبرون صبح ٿيڻ سان جانو واري ڳوٺ جي رستي سان آئن تي ٻہ ٽہ ٽا پوڙها ڪٿي آيل جتن واتان ٻين ماڻهن سان گڏ ستاري بہ حاجن سائين جي درگاهہ تي ٻي ٻڌيون.

انهي واقعي کي هفتو کن گذري ويو. اڄ پوليس ٿئون رسانب وٺڻ لاءِ هن کي هٿڪڙيون هنيو شهر جي وچان وٺيو پئي وڃي. سڀ ماڻهو ڏسي رهيا هئا. هو شهر جي روڊ ۽ آسي پاسي جي انبوهہ خلق وچان ڪونہ وڃي رهيو هو جڻ ڪنهن پيلي جي ڪومل جهنگ مان ڪنڊ هيٺ ڪيو انن وڃي رهيو هو جو منهن مٿي ڪيائين تہ پيرن ۾ پاپرا ڪنڊا چپي ويندس.

جيتوڻيڪ شهر مان هٿڪڙين سان ويندي ڪيس پيرن ۾ ڪنڊن چڀڻ جو پتو ڪونہ هو ۽ ٻنو ئي چاتل سچاتل ماڻهن جي اکين جي ڪنڊن کان جيڪي منهن مٿي ڪرڻ سان سندس اکين ۾ چڀي وڃن ها. دل تہ وڏي هئس پر اکيون دل جو ساٿ نہ پيون ڏيئي سگهن. هونئن هو ڪنڊ هيٺ هوندي بہ گهڻو ڪجهہ ڏسندو وڃي رهيو هو. گذريل واقعي جي هرگهڙي سندس اکين آڏو اڀرن اچي رهي هئي جڻ اهو سڀڪجهہ هينئرپيو ٿئي ۽ اهو محسوس ڪري سندس سموريون رڳون وڌين کان وير وٺڻ لاءِ سندس وجود کي چڪي ۽ نوڙي رهيون هيون.

هن کي ڏسي ٻہ پوڙها هڪ ڪنهن آڏو پٽ ۾ ڳالهائڻ لڳا.

”سندس ڏوهہ ڪهڙو آهي!“ هڪ پوڙهو ٻئي ڏانهن پڇڻ لڳو. اهو پڌي سگريٽن ۽ پان جا پٽا کٽين واري کي ڏيندي ستاري يڪدم ٻونتي لڏو هنيو. پنهي ٻانهن ۾ هٿڪڙيون لڳل جانو پوليس وارن سان وڃي رهيو هو. ”سندس ڏوهہ اهو آهي جو“ پوڙهو چوڻ لڳو ”هڪ تہ ڌاريائين تمام پلي گهوڙي ۽ ٻيو شادي ڪيائين تمام سهڻي زال سان.“

”هائو“ هن پوڙهي ٽڏو ساهہ کڻندي چيو ”واقعي شريف ۽ غريب ماڻهوءَ کي پلي گهوڙي ۽ سهڻي زال جو حق ڪونهي.“

ستارو پنهي پوڙهن کي ڏسي آخري دفعو وري جانو ڏانهن ڏسڻ لڳو جيڪو پنهي ٻانهن هٿڪڙين ۾ اڳيان ڪيو رستي جي موڙ وٽان هينئر پوليس وارن سان گڏ مڙي رهيو هو.

ڪهاڻي

# اڀاڳو چنڊ - اڀاڳا ماڻهو

اڪبر سومرو

درياه جي ڪپ تي بيٺل ناريل جي اوچي وڻ پنهنجن وارن کي ڍرڙو ڏنو ۽ پوءِ پنهنجن پنن کي هوائن ۾ ڦهلائي بنا ڪنهن احساس جي اکيون بند ڪري نچڻ لڳو...... ڪجهه دير بعد هن نچڻ بند ڪيو ۽ پنهنجن پيرن ۾ نهارڻ لڳو، جتي ڪچن گهرن جي وستي هئي.

” اهي ماڻهو جيڪي منهنجن پيرن ۾ رهن ٿا“ ناريل جي وڻ بانس جي هڪڙي ننڍين ڦٽل وڻ کي چيو: ”تون کي آءٌ ٻڌايان...! ڪڪل، سڙيل، ڏٻرا، سنهڙا اهي ماڻهو شايد پنهنجيون دليون ڇڏي چڪا آهن. آءٌ ڪيترن روزانو ڏسان ٿو، سندن ڪل چڙهيل هڏاوان چهرا ڏسان ٿو، آءٌ سندن خواهشون ڄاڻان، سندن اکين ۾ پريل اونده کي به سمجهان ٿو ۽ مونکي خبر آهي ته سندن خواهشون ڪهڙيون آهن!!“ هوا جو هڪڙو تيز جهوٽو ناريل جي وارن کي ڪٽي اڏائڻ لڳو هو ”ڪهڙيون خواهشون انهن جون؟“ بانس جي وڻ پڇيو:

”انهن جون خواهشون ته ننڍيون هي آهن ته، اناج جي چانورن ۾ ڪجهه مڇيون ڦاسن جيئن پنهنجن ٻارن کي اڱڻ اجلائي ڏيون پيٽ ڀرڻ ڪاڻ. پوڙ ۾ لڙهي آيل ڪنهن ٻار جي اگهاڙي لاشي لاءِ به وال ڪهڙي جا ملن!. اسانجون مائرون ڀينرون به پنهنجا اگهڙا انگ ڍڪي سگهن!.“

ناريل جي وڻ جي پيشاني درد کان گهنجن سان پرجي ويئي هئي ۽ غم کان هن پنهنجيون اکيون بند ڪري ڇڏيون هيون. بانس جو نوجوان وڻ پڻ سوچ ۾ ٻڏي ويو هو. نيٺ ڪافي دير جي خاموشيءَ کان پوءِ ڳالهايائين:

”توکي اها خبر ڪيئن پيئي؟“

” آءٌ ته ڪيترن صديون کان ڏسان ٿو، ناريل نهٺائيءَ سان چيو: ڏسين نٿو منهنجي مٽي ۾ اڃا آهن، آءٌ سندن ابن ڏاڏن کي به سڃاڻان هنن جي جهڙن ڪان گهڻو اڳ آءٌ جوان هئس.“ بانس جو نوجوان وڻ ڌيان سان ٻڌي رهيو هو: ” پوءِ مون ڏٺو ته سندن چارين ۾ مڇيون ڪين ڦاٿيون، سندن مائرن ڀينرن جا انگ اگهاڙا رهيا ۽ پوڙ ۾ لڙهي آيل ٻار ڪڏهن اگهاڙوئي پورجي ويو......!!، مون کي ياد آهي ته ان ويل آءٌ روئي پيو هئس پر اهي ماڻهو نه رنا، انهن ڪو لڙڪ به نه ڳاڙيو ڇو ته اهي پنهنجيون دليون ڇڏي چڪا هن ۽ بي دليا ماڻهو روئيندا ناهن، سوچيندا ناهن، هو چئندا آهن، اکين ۾ اونده ڀري خواب ڏسندا آهن، ننڊ ۾ جيئندا آهن ۽ روز مرندا آهن انهن جو مرڻ به سولو ناهي ٿيندو ــ“.

بانس هاڻ پنهنجون اکيون هيٺ ڪري ڇڏيون ۽ گهريءَ سوچ ۾ ٻڏي ويو.

” هڪڙي ٻي پوڙ آئي هئي. ناريل وري ڳالهايو اهڙي پوڙ مون اڳ ڪڏهن به نه ڏٺي هئي! اها مونکي به نهوڙڻ لڳي هئي، پر منهنجن مضبوط ۽ صديون تائين اندر پختل پاڙن مون کي لڙهڻ نه ڏنو- پر مون ڏٺو ته ٻيڙيائن جي هيءَ ننڍڙي وستي لڙهي ويئي هئي... ڪاريءَ رات جو ٻڏندي ٻارڙن دانهون ڪيون هيون اماں... او اماں، مائرن ٻار ڪڍيا هئا...او...منهنجا ڪڪيلڙا ٻچا... بچايو بچايو... پيو پر سندن آواز اڏ ۾ پاڻيءَ جي ڇيڻي ۾ جذب ٿي ويا هئا... پوءِ بانس جا لڙها، مٿل ماڻهو ۽ ڍور، پيٽ ڦوڪيل ٻار، عورتون ۽ مرد مٿل اکين سان پاڻيءَ جي مٿان تري رهيا هئا دور تائين، مٿي آڪاس هو ۽ هيٺ پاڻي ۽ انهيءَ تي موت ئي موت سچ ئي سچ...!“

بانس حيرت سان ننڍڙي وستيءَ ڏانهن نهاريو ۽ پڇيائين، ” ... ۽ ...؟!

وري واءُ وريو ۽ بچيل نپاڳا ماڻهو ڪچا گهر اڏڻ لڳا ڇو ته ڪجهه ٿيو ئي ڪين هو...“

ناريل هاڻ وري اکيون بند ڪري ڇڏيون هيون ۽ پنهنجن وارن کي تيز جهونس تي ڇڏي ڏنو هئائين ۽ بنا ڪنهن احساس جي نچڻ لڳو هو. شام ٿي چڪي هئي. سج رت جي لام ڇڏيندو وڃي رهيو هو ۽ ناريل جي اوچي انگاس وڻ جو پاڇو درياءَ جي لهرين تي لڇي رهيو هو ڇڻ ڪو ڳيا ٿبل جيو پيل ۾ وڌي ٻل ۾ ڪنجي ٻل ۾ ٿهي، ٻل ۾ ڊهي...!

هن هاڻ وري هوائن ۾ نچڻ ڇڏي دور تائين وستيءَ تي نظر وڌي جتي اونداهي ڌرتيءَ جا اپلا ٻارڙا پنهنجيون ڪلڙيون پانهون کڻي روشن چنڊ جي ليڪ کي تڪي رهيا هئا... اوهيو چنڊ... اوهيو... سڀاڻي عيد، هڪڙي پيٽ ڀنيءَ سان لڱل پاسريون نڪتل ٻار چئو. سڀ ٻار جڏهن گهرن ڏانهن هليا ويا ته ناريل چيو ”سڀاڻي عيد ٿيندي پر هنن لاءِ چنڊ به نپاڳ ڪٿي آيو آهي“ رات جو جڏهن سموري وستي سمهي رهي ته:

ٻري ٻري کان درياون تان ٿي ايندڙ هوا ڏاڙيون وڃائيندي




صبح جو اک پٽڻ سان ئي دوزخ جي نئين ڏينهن جي شروعات! جسماني لوچ سان ڪڏ ذهني چڪتاڻ - لڱن ۾ هلڪو هلڪو درد - ٻک نه هرندي به پنهنجي ساٿيون ڪاڻي ڏاتار جا شڪرانا بجا آڻڻ ۽ اناج منڊيءَ جي انداتائن جا ٿورا مڃڻ - رات الاجي ڪهڙو سپنو ڏٺم؟! ياد نٿو اچي پر ساڻ ساڻ اٿين ٿو محسوس ٿئي، تہ ڪو ڊيڄاريندڙ خواب هيو:

دل جو ڌڙڪو تيز - گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ - اٺ وڄي ويا دير ٿيئي ٿي! وارن کي ابتي سبتي ڦڻي - "ڪڏهن وار ڏاڍا خوبصورت هوندا هئا - الاجي ڪهڙن ڏهاڙن کان تيل نہ وڌو اٿم - ياد ڪونهي، شايد مهينو اچي سٽائو ٿيو آهي". وري اسڪول وڃڻو آهي. گهر ۽ اسڪول جي وچ ۾ فاصلو وڌندو پيو وڃي. شايد اڳ کان ڪجهہ هيٺو ٿي ويو آهيان. يا وري اندر وارو رستو روڪي بيهي ٿو رهي - قدم ڳورا - اصلي زنجير ٿا پنجي وڃن" !! گهر کان ٽڪڙو نڪرڻ جو ساڳيو انداز! "وري ڪا شئي وسري ويئي" موٽي اچڻ - "نہ نہ ڪجهہ بہ نہ وسريو آهي - منهنجي وجود ۾ ئي ڪنهن شئي جي کوٽ آهي. اهڙي شئي جنهن جي ازل کان ڀولا اٿم!!".

اسڪول ڏانهن رخ "نئون ايس - ڊي - اي - او آيو آهي. اسيمبلي ۾ ئي اچي سلام عليڪ ٿو ڪري" اسڪول ۾ ٻارڙن جو چوليون هٿندڙ سمنڊ، لڙ ٻکيڙو، روڄ راڙو، سار جو زيمٽ، گلا غيبت، گروپ بندي، ڪاهلي، ڪرسيءَ تي ويهڻ سان ئي اوڊر جو ليڪو - "هن مهيني قرض گهٽو ٿي ويو آهي". پوءِ خيالن جو شيش محل پڄي پورا ٿي پوي ٿو.

وڏو سانداڻ تصوراتي دنيا مان واپسي - "سائين، نادر ساري ٿو." "اهڙي نادر شاه افشار جا پٽ سڙي وڃ". اجهو مهمان اچي ويو. سياست جون ڳالهيون، ڪڪڙن جي ميل جو اکين ڏٺو احوال، چانهہ جو دور، "هن پيري ميدن هوٽل واري جو ڏنڊو ڪجهہ سرس ٿي ويو." "پرواه نہ آهي ٽيوشن جا پئسا بہ ملڻا آهن. ٽيوشن جا پئسا پن پن مهينن تائين نٿا ڏين ڪا سار پئين!" موڪل جو ٽائيم ٿي ويو آهي. اک گهڙيال ۾، دل ٻکهار ۾، اهي لفظ ٽريننگ ڪاليج جي ڪنهن سبجيڪٽ اسپيشلسٽ جا آهن. الاجي ڪهڙو نالو هيس. ها ياد اچي ويو نقوي صاحب ڏاڍو رلڻو ملڻو هو ۽ اسان کان هٿراڌو ٻهاڙ جوڙائڻ جو بهانو ڪري، ٽي ٽي سئو روپيا وٺي ڦٻائي ويو.

ٽن، ٽن، ٽن ... موڪل ٿي ويئي، رستي تي ٽٽول بازي، بي مقصد ٽهڪ، "اهڙي ڳالهہ نہ لڄايو ڪجهہ وات ويندڙن جو خيال ڪريو." ڪوئي ڪنهن کي نٿو ڏسي، هر ڪو پنهنجيءَ ۾ پورو آهي. هي نفسا نفسيءَ جو دور آهي. جلال چانڊيئي جي ڪيسٽ پئي هلي. ان سان گڏ ٽريڪو هلڻ جو آواز - شانتي پنگياٽي پهاري پئي پائي. اک نيٽ سان ڏٺو اٿس - ڳالهہ مرادي مشڪ پيا ٽوڪ ۾ سرڪ؟! ڏڏڙ - نڪ تي رومال - نفرت جو غلبو - "چڱو يار آءٌ هن دڪان وٽ ترسندس" - "جاڏي پير تاڏي خير". "ماستر ڏي خبر فلسطينين جو ڪهڙو حشر ٿيو؟!" دڪاندار جو سوال - وري گراهڪن ڏانهن ڌيان - "هو فلمي بليڪ اينڊ وائيٽ ٽيليويزن سيٽ ڪهي". ها سائين ڪٽي وڃو - پن گراهڪن جي گفتگو - "اڄ ڪلهہ عالمي مارڪيٽ ۾ رنگين فلمون، هٿاچي ۽ سوني سان ڇٽا پيٽي ۾ آهي - پر لولا لنگڙا فقير بيٺا آهن - "معاف ڪريو پيسا کليل ڪونهن" آڏيلي ملڻ جي آس اڌوري رهجي ويئي.

ها ماستر اخبار ڇا ٿي چوي - ياسر عرفات رجعت پسندي ڏانهن راغب آهي" "نہ نہ تو غلط سمجهيو آهي. ان کي حڪمت عملي سڏيو آهي." عرب ٽڪجي پيا. آمريڪا جي ڊپلوميسي ڪامياب - "سامراج زنده باد".

سنڌي اخبار اچي ويئي - اخبارون چورا ڪاريءَ جي خبرن سان پريون پيون آهن. پيو ڇا لکن -؟! پڙهندڙن کي ڇهري خبر ڪهي - اهڙي عجيب واقعو - "هڪ پيرسن گلر کي بچائڻ جي ڪوشش ۾ ڪار هيٺان اچي مري ويو - ڪنهن وڏيري جي ڪار آهي. ڪار جو ڊرائيور هراس ۾ ڪار ڇڏي ڀڄي ويو." اهڙا خبر پڙهي ويچار خورن جي دل ۾ جنهنبڙي پوندي - آءٌ انسان کان مايوس نہ آهيان. غلط! غلط! سڀ ٽڳيءَ جا ٿاهہ آهن. بهرحال اها معصوميت جي سوپ آهي. چڱو ادا موڪلائي - يارو ياري.

خيالن جي سمنڊ ۾ ٻڏي - چوڪاري ماڻار - طوفان اچڻ جو امڪان - اوچتو ڪار جو هارن - چرڪ پري ڏسڻ - ڪار نظرن کان غائب - "شهر ۾ ڪار ائين ٿا هلائين ڄڻ هوائي جهاز آهي.

گهڻي پراڻي آهن“. بازار جي موڙ وٽ ٻه ماڻهو ڏاڍيان پيا ڳالهائين - هڪ اڌوڙ عمر جو ڳوٺاڻو ٻيو لنگهي. ”چاچا ڇا حال آهي؟“ ”ابا الله جي ٻاجهه آهي - سڙوني سک آهي - چاچا ڪوڙ ڇو ٿو ڳالهائين! اٺين ڇو نٿو چوين ته ٻچڙا بکيا آهن، زال بيمار آهي ۽ نياڻي جي مڱڻي ٿي ٿي سگهي ڪانهي. اڙي اڇا ڪڏهن سڌرندؤ - اڇا ڪيستائين ٻاڻ کي دوکو ڏيندؤ.

”پاڻو جي اسان هڪ ٻئي سان سچ ڳالهائڻ شروع ڪيو ته ٻوءِ اسان ۾ پنهنجو ٻاڻ پاڻيچاري واري سوچ اچي ويندي. اسانجي ڏولاون جو علاج اجتماعيت آهي“.

سامهون منهنجو گهر آهي - گهر جي زبون عمارت جو پلوڙو ڪري پيو آهي. دروٽ منهنجي ننيڙي ڪڪي ٻيٺي آهي. ننيڙي ٻار کي وڏي پار جا ڪپڙا ڀرايا ويا آهن. شايد گهر ۾ ڪپڙا پيا ڌوبجن - منهنجي نياڻيءَ جي مڱڻي ۾ مڱي آهي. اسانجي گهرن جون ديوارون مٽي مان جڙيل آهن - چوڌاري مٽي ئي مٽي آهي.

موت آيو ته روح مري ويو
جسم ٿيو آزاد،
مٽي اول مٽي آخر مٽي
زنده باد.

شيخ اياز جو شعر آهي - سٺو شاعر آهي - گهر جو دروازو بند آهي - سانجهي ٿي ويئي آهي - اڄ دير ٿي ويئي - ”تون اڄ ڪاهه روزانو دير سان پيو اچين“ گهر واريءَ جا معني ڀريل لفظ !- منهنجي منهن تي اڻ وڻت جا ٻاڇا- گهر جي اڪيلي ڪمري ۾ ٻارڙن جو پنيڻ - دس ڦس! اڙي خدا جي واسطي ماٺ ڪريو! شانتي! شانتي! (شانتي ڇهڙيءَ جو روپ ذهن جي پردي تي اچي وري گم ٿي ويو).

# مان سوچيان ٿو

## ڄائري جا ورق

پون سنڌي

* گونگهه اونداهي ۾ ڪپڙن ۾ هجين يا نه، فرق نٿو پوي.

* ڪير به جڏهن سچ کي بندوق ڏيکاريندو آهي ته مان ڪني ڏيندو آهيان.“

* ٻڪئي شخص کي مالدار چيو ”تون جڏهن مونکي ماني کپيوڪارائين ته مان توکي پنهنجي حصي ۾ آيل جنت ڏيڻ لاءِ تيار آهيان.

* هي جا شفق جي ڳاڙهاڻ ڏسين ٿو، سا شفق جي ڳاڙهاڻ نه، پر ڪنهن سنڌريءَ جا سينڌي رتا هٿ اٿئي. آئون انهن هٿن ۾ خنجر ڏيڻ آيو آهيان.

* پٺاڻي چيو هو ته ”مون جا ڪني ڇڙهي تنهن جو ڏکڻ سچل لاهيندو.“ مون انهي ڪني جو پٽ ورهايو آهي.

* رات جنهن ڪان تون ۽ مان نفرت ڪريون ٿا - پر ڇا تو اهو راز سليو آهي ته آپ ۾ تارا به رات جو ئي ڪڙن ٿا.

* تنهنجو وڏو ۽ ڏرڪيل ٻيٽ ڏسي، مونکي تنهنجي ٻرندڙ آهو هڏانون ڀيرو انسان، ياد ٿو اچي جنهن جو ٻيٽ هاڻي آنڊن سان وڃي لڳو آهي. لڳيم ٿو ان جو ٻيٽ تو ۾ هليو ويو آهي.

* مون ڏٺو سقراط کلي رهيو هو. کلڻ جو سبب پڇيو سانس، چيائين ”تو منهنجي اها چوڻي پڙهي آهي ته منهنجو استاد بيوقوف آهي.“ وراڻيم ”ها، پڙهي اٿم، پر انهيءَ ۾ کلڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟“ جواب ڏنائين ”ماڻهو اڄڪلهه مونکي بيوقوف سمجهڻ لڳا آهن، انهي ڪري کل ٿي اچيم.“

* هن مونکي چيو ”آءٌ توکي ڪونه سمجهان.“ مون چيو: ”انهيءَ ڪري ته آءٌ ڙهان پيو.“

* هو مسلسل رڙيون ڪري رهيو هو، هنجو ٻيٽ وڃي ٻٽي سان لڳو هو. سائو هنجي اندر ۾ ڳيان اوتي رهيو هو. مون ڏٺو هو ٻوءِ به رڙيون ڪري رهيو هو. هو ٽن ڏينهن کان بکايل هو.

* بزرگ! مون کي تنهنجي نصيحتن جي ضرورت ناهي. مون ڪکر ۾ ڪڙو ڇالين واٺين ٻوءِ هنيو آهي.

* او اجنبي! درياهه ۾ لڙهندڙ لاشا ڏسي حيرت نه ڪر، تون شايد هن ديس جي رسمن کان گهٽ واقف ٿو ڏسجين. هي ڪارو ڪاريون اٿئي. جڏهن به چنڊ پنهنجي چانڊاڻ سان منسار ۾ سونهن اوتي ڇڏيندو آهي ۽ ٻوءِ ڪيئي دليون ڪپڙن جي اوٽ ۾ اچي پيار ونڊينديون آهن ۽ ٻوءِ انهي پيار جي عوض هڪ ٻئي جو ٻڪ ٿي درياهه ۾ لڙهي وينديون آهن. صديون گذري ويون آهن پر چنڊ جي چانڊاڻ سان هي ڪاري ڪاري جو رشتو جيئن ٻوءِ تيئن اڻ مٽ ٿيندو وڃي.

* رنڊي جي حسرت: ”مون کي به ڪو زال چوي.“

* تنهنجو پيار مٽي ۾ مليل اهو زهر آهي جيڪو ٻيئي سو ڦٽڪي مري ۽ جيڪو نه ٻيئي سو اڄ مري.

* ”منهنجو موت؟“ جڏهن تون مون کي ٻڙهن ڇڏي

# لاطيني آمريڪا جي اڪيلائي

## نوبل انعام ملڻ وقت گارشيا مارڪيز جي تقرير

سنڌيڪار: ذوالفقار قاضي

انتونيو پگافيتا، فلورينتائين جو هڪ سيلاني جيڪو ميگلان سان گڏ دنيا جي پهرين سامونڊي سفر تي نڪتو هو تنهن آمريڪا (ڪنڊ) جي ڏاکڻين علائقن کان گذرندي هڪ زبردست سفرنامو (داستان) لکيو جيڪو ڪنهن به صورت ۾ عجيب و غريب دنيا ۾ جوکائتي مهم کان گهٽ ڪونهي.

ان سفرنامي ۾ هن، خصي سؤر جنجي پٺن تي چگهه هئا، بغير چنبن جي اهي پکي جن جي مادين پنهنجن نرن جي پٺن تي آنا لاٿا پئي ۽ پيا وڏيڪ پيليڪان (وڏا ڪاز) پکي جن جون چهنبون چمچن وانگر هيون، انهن کي ڏسڻ جي ڳالهه ڪئي. هن خچر جي مٿي ۽ ڪنن واري عجيب جانور، اٺ جي جسم، هرڻ جي نازڪ ۽ سهڻين ٽنگن ڏسڻ ۽ گهوڙي جي هڻڪار ٻڌڻ جي ڳالهه به ڪئي. هن اهو به ٻڌايو ته ڪيئن پيٽاگونيا ۾ سڀ کان اول مليل شخص آئيني ۾ پنهنجي شڪل ڏسي پنهنجي ئي عڪس جي دهشت کان ٻڇي پنهنجا حواس وڃائي ڇڏيا هئا.

اهو ڪتاب ننڍيو ۽ مزيدار هجڻ جي باوجود به موجوده زماني جي ناولن جو مواد مهيا ڪيو ۽ اهو ڪتاب ڪنهن به صورت ۾ ان زماني جي تلخ حقيقتن جو مٿو چڪرائيندڙ دستاويز آهي.

تمام گهڻو ڪجهه ٻيو به. انهيءَ جي تاريخدانن اسان



کي اڻ ڳڻت پين ڳالهين بابت به ٻڌايو. ايل ڊورادو اسان جي خيالي ۽ غيرحقيقي ڌرتي ڪئين سال اڳ بي شمار نقشن تي ابري، نقشن تي جڳهيون مٽائيندي رهي ۽ نقشن ڏاهيندڙن جي رحم ڪرم تي رهي. وڏين ته ڪٿي به رڪنس. وڏين ته مٽائي ڇڏين. ابدي جواني جي تلاش ۾ ڏند ڪٿائي الوار نونيز ڪابيزي دي واڪا اٺن سالن ۾ ميڪسيڪو جو اتر جهاڳي ڳولهي ورتو. ان خوفائتي مهم تي ويل ٦٠٠ ماڻهن مان صرف پنج ڇهه سلامت رهيا باقي پين سمورن هڪ ٻئي کي چيري ڦاڙي ڳڙڪائي ڇڏيو.

ان وقت جي اڏاهم آڪاڻين مان هڪ هيءَ به آهي ته يارنهن هزار خچر جن مان هر هڪ تي

١٠٠ پائونڊ سون لڏيل هئو تن هڪ ڏينهن ڪزڪو کي ڇڏي ايٽا هاليا ڏانهن ڏنڊ (رشوت) ڏيڻ واسطي راهي ٿيا ۽ پوءِ ڪڏهن به پنهنجي منزل کي نه پهتا. ان کان پوءِ پينڪيت واري زماني ۾

ڪارٽيگينا دي انڊياز ۾ ڪڪڙيون وڪرو ڪيون وينديون هيون جن جي گجين ۾ سون جا گولڙا هوندا هئا.

ڪنهن ڳولائوءَ جي سون لاءِ بک (لست) اڄ ڏينهن تائين اسان کي پريشان ڪري ٿي. گذريل صديءَ ۾ هڪ جرمن ماهر جنهن کي پاناما ۾ سمنڊ جي وچ ۾ موجود ڌرتيءَ جي ان ٽڪري، جيڪو پاناما جي ڌرتيءَ جي ٻن وڏن ٽڪرن کي ملائي ٿيو، ان مان ريل جو رستو ڏاهڻ لاءِ پلاننگ ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو جنهن غور ويچار ڪري ٻڌايو ته اهو ڪم صرف هڪ صورت ۾ پورو ٿي سگهي ٿو، اهو هي ته: ريل جون پٽڙيون لوه مان ڏاهڻ نه گهرجن چاڪاڻ ته هن علائقي ۾ لوه جي اڻاٽ آهي اهي پٽڙيون سون مان ڏاهڻ گهرجن جنهن جي گهڻائي آهي.

اسپيني تسلط مان آزاديءَ به اسان کي چريائپ جي پهچ کان پري نه رکيو. ميڪسيڪو جو ٽي دفعا ٿيل ڊڪٽيٽر (آمر) جنرل لوپيز دي سانتانا، جنهن پنهنجي ساڄي ٽنگ هٿ ڏوڪي پاسٽري جنگ ۾ وڃائي هئي تنهن ان ٽنگ جي وڏي ڌام ڌوم سان دفن جو جشن ڪرايو. جنرل گيبرل گارشيا مارينو جنهن اڪئاڊور تي ١٦ سال شهنشاهت ڪئي، ان جي وصيت جي پيروي ڪندي سندس لاش کي صدارتي ڪرسيءَ تي رکي باقاعدي شاهي پوشاڪ پهرائي ۽ ٻلن (Medals) جي حفاظتي تهن سان گڏ دفنايو ويو. جنرل

ميگزيميليانو هرنانڊيز مارٽينيز جيڪو ال سلواڊور جو مذهبي آمر هيو تنهن هڪ وحشتناڪ قتل عام ۾ ۳۰ هزار بي گناه هارين جو کوس ڪرايو هيو. هن پنهنجي کاڌي مان زهر معلوم ڪرڻ لاءِ هڪ پينڊولم به ايجاد ڪيو ۽ چمڙيءَ تي داغ ڪيرڻ واري وچڙندڙ بخار کان بچاءَ واسطي رستن جي بتين کي ڳاڙهي ڪاغذ ۾ لڪائڻ جو حڪم به ڏنو هئائين. جنرل فرانسسڪو مورازان جو جيڪو مجسمو ٽگيو سيگالپا جي مکيه چونڪ ۾ ايو ڪيل آهي دراصل اهو مارشل ني جو مجسمو آهي جيڪو پئرس جي هڪ اڳ ۾ ئي استعمال ٿيل مجسمن جي دڪان تان خريد ڪيو ويو هئو.

۱۱ سال اڳ جڏهن چليءَ جيءَ اسانجي دؤر جي عظيم شاعر پيبلو نرودا به پنهنجي عوام کي ڏاهپ جي روشني ڏني تڏهن کان ئي يورپ جي ڪجهه نيڪ تمنائون رکندڙ ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪجهه خراب خواهشون رکندڙ بڻ — لاطيني آمريڪا مان اٿندڙ انقلابي لهرن جي زد ۾ اچي ويا آهن. هميشه کان به وڌيڪ سنگوم مان — لاطيني آمريڪا پيڙيل ماڻهن ۽ عظيم عورتن جي وسيع ڌرتي آهي، جن جي بي انت بهادري جڻ ته ڏند ڪٿا لڳي ٿي.

اسان هڪ پل لاءِ به آرام نه ماڻيو آهي — هڪ پروميٿي صدر، پنهنجي پرندڙ محلات ۾ قاتل سموري فوج مان وڙهندي مري ويو — تن تنها — ۽ پن جهازن جو حادثو به ٿيو — ۽ اچا وڌيڪ اهو به ته: هڪ پٺي به وڏي دل واري صدر صاحب جي زندگي به کٽائي وئي ۽ اهو به ته هڪ جمهوريت پسند سپاهي به پنهنجي عوام جي عظمت وارين روايتن جي پوئواري ڪئي.

هتي لاطيني آمريڪا ۾ پنج جنگيون لڳيون آهن ۽ سترهن فوجي بغاوتون ٿيون آهن. هتي هڪ شيطاني سفاڪ آمر به اڀريو آهي جيڪو خدا جي نالي ۾ لاطيني آمريڪا ۾ پهريون پيرو اسان جي دور ۾ نسل ڪشي ڪري رهيو آهي. ساڳي وقت ۲ ڪروڙ لاطيني آمريڪي ٻارڙا هڪ سال جي عمر کي پهچڻ کان اڳ ۾ ئي اجل جو شڪار ٿيا ۽ اهو چرڪائيندڙ تعداد يورپ ۾ ۱۹۷۰ تائين پيدا ٿيل ڪل ٻارڙن جي تعداد کان به گهڻو آهي. اهي ماڻهو جيڪي تشدد واسطي غائب ڪيا ويا آهن انهن جو تعداد اٽڪل هڪ لک ويهه هزار آهي جيڪو اپسالا جي سموري آبادي کان به وڌيڪ آهي.

اهي اڻ ڳڻيون عورتون جيڪي حمل هجڻ جي حالت ۾ گرفتار ڪيون ويون هيون، تن ارجنٽائين جي جيلن ۾ ٻارن کي ڄڻيو. اڃا تائين انهن ٻارڙن جي پتي ۽ سڃاڻپ جي ڪنهن کي ڪا سڌ ڪانه آهي. اهي معصوم ٻالڪڙا مڪاريءَ سان وحشي فوجين جي حڪم سان يا ته گم ڪرايا ويا يا يتيم خانن ۾ اماڻيا ويا.

انهن ڏکين ۽ عذاب ڏيندڙ حالتن کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪندي پنج لک مرد ۽ عورتون سڄي لاطيني آمريڪي کنڊ ۾ شهيد ٿي ويا آهن ۽ هڪ لک کان وڌيڪ عوام لاطيني آمريڪا جي ٽن ننڍين ۽ بدقسمت ملڪن نڪاراگئا، ال سلويڊار ۽ گوئٽي مالا ۾ پنهنجيون جانيون قربان ڪري چڪا آهن ۽ اهو سڀ ڪجهه جيڪڏهن آمريڪا (United States) ۾ ٿيو هجي ها ته چئن سالن ۾ اهڙن ئي پرتشدد ۽ وحشتناڪ موتن جو انگ سورنهن لک هجي ها.

۱۰ لک ماڻهن جو تعداد، جيڪو چليءَ جي سموري آبادي جو ڏهه سيڪڙو آهي، انهن پنهنجي پياري چليءَ کي خيرباد چيو آهي. اها چلي جيڪا بهتر مهمان نوازي جي روايت کان مشهور آهي. يوراگئا ۲۵ لکن واري ننڍڙي قوم، جيڪا پنهنجو پاڻ کي سموري کنڊ ۾ سڀ کان وڌيڪ تهذيب وارو سمجهندي آهي، ان قوم به پنهنجي هر پنجن ماڻهن مان هڪ جلاوطن ٿيڻ لاءِ موڪليو آهي. ۱۹۷۹ کان وٺي ال سلويڊار ۾ هلندڙ گهرو لڙائيءَ هر ويهن منٽن ۾ هڪ پناهگير پيدا ڪيو آهي جيڪو پنهنجي پٺڪي نيٺ مري ٿو. لاطيني آمريڪا مان جلاوطن ٿيل ۽ زوريءَ لڏايل مسڪين ماڻهن جو جيڪڏهن اسان هڪ گڏيل ملڪ ٺاهيون تڏهن به ان جي آبادي ناروي جي آبادي کان وڌيڪ ٿيندي

آءٌ چوڻ جي جرئت ٿو ڪريان ته اها لاطيني آمريڪا جي ادبي انداز ۾ ڪيل لفظن جي جادوگري ناهي — پر لاطيني آمريڪا جي حالت جي بي حد ڇٽي ۽ ڪڙي حقيقت آهي جيڪا سويڊن جي اڪيڊميءَ جي غور جي مستحق بڻي آهي. اها حقيقت جيڪا ڪاغذي ناهي پر اها حقيقت آهي جيڪا اسان ۾ جيئري جاڳندي موجود آهي ۽ جيڪا هر ڏهاڙي جي هر گهڙيءَ ۾ ٿيندڙ موتن کي مقرر ڪري ٿي ۽ اها اهڙي حقيقت آهي جيڪا اسان جي نه ڊاهجندڙ تخليقي سگهه کي توانائي ڏيڻ جو ذريعو بڻجي ٿي. اها حقيقت ڏک ۽ سونهن سان ڀرپور آهي. ان حقيقت جي ڪري ئي هي ڪولمبين ڏتڙيل ۽ رولاڪ قسمت جي هٿان ستايلن ۾ هڪ وڌيڪ ستايل جو واڌارو آهي.

## اهم مسئلو

شاعر، فقير، موسيقار ۽ پيغمبر

جنگي جوڙا ۽ روپوش، سڀ لاطيني آمريڪا جي واضح، ۽ وسيع ۽ ضابطي ۾ نه اچي سگهندڙ حالت ۽ حقيقت جي پيداوار، انهن سڀني کي چوڻو آهي پر صرف تصوراتي ۽ خيالي ڳالهه نه. ڇاڪاڻ ته اسان لاءِ نازڪ مسئلو آهي. اسان وٽ اسان جي زندگين کي سڃاڻڻ جي لائق بڻائڻ وارن روائتي طريقن جي کوٽ. سنهنجا دوست اسان جي اڪيلائيءَ جو اهو ئي بنياد ۽ (جوهر) آهي.

۽ جيڪڏهن اهي ڏکيون حالتون، جن جي جوهر ۾ اسان به شريڪ آهيون، اهي جيڪڏهن اسان جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻجن ٿيون ته پوءِ اها سمجهڻ جوڳي ڳالهه آهي ته دنيا جي هن پاسي تي موجود عقلي فن، جيڪي پنهنجي ئي ثقافت جي غور فڪر جي سرگرميءَ جي ڪري بلند ٿيا آهن، اهي اسان جي زندگين کي بيان ڪرڻ جي جائز طريقن کان وانجهيل هوندا.

اها رڳو فطري ڳالهه آهي ته اهي (يورپي) انهن ئي ماپن سان اسان کي به ماپڻ تي زور ڏين ٿا جيڪي هو پاڻ لاءِ به استعمال ڪن ٿا ۽ اهو وساري ويهن ٿا ته زندگيءَ جا ڏک هر هنڌ هڪ جهڙا نه آهن ۽ اهو به ته اسان جي سڃاڻپ جو سوال ايترو ئي سخت آزمائشي ۽ ڏکيو آهي جيترو اهو انهن لاءِ هيو.

پنهنجين حقيقي ڏکي حالتن ۽ پيڙائن کي ڌارين جي طريقن سان بيان ڪرڻ وارو معاملو رڳو اسان کي وڌيڪ اڻ ڄاتل، گهٽ آزاد ۽ وڌيڪ هيڪلو بڻائي ٿو ڇڏي.

"مهربان" يورپ، جيڪڏهن اسان کي پنهنجي ئي ماضيءَ جي سڌارن ۾ ڳولهڻ جي ڪوشش ڪئي ته پوءِ شايد اسان کي اڃا وڌيڪ سولائي سان سمجهي سگهندو. جيڪڏهن ان رڳو ايترو ئي ماضي کي ياد ڪيو ته لنڊن شهر جي پهرين ديوار جوڙڻ ۾ ئي کيس ٣٠٠ سال لڳا ۽ وڌيڪ ٣٠٠ سال لڳا هئا هڪ پادريءَ جي حاصل ڪرڻ لاءِ. ۽ اهو به ته روم منجهيل ۽ غير يقينيءَ واري اداس صورتحال ۾ ويهن صدين تائين ايستائين پئي انڌ ۾ پورهيو ڪيو جڏهن هڪ ايٽروسڪان بادشاهه ان جي تاريخ کي پنهنجي ماڳ تي پهچايو ۽ اهو به ته اڄ جي پرامن سئزرلينڊ، ڪالهه اسان کي پنير پئي ڏنو ۽ ڪنور نڱاهن سان ڏٺو ٿي — اهو خوني حالتن سان پرپور يورپ ١٦ صديءَ جي قسمت جي سپاهين وارو يورپ — پراڻو يورپ هئو.

جاڳرتا (Renaissance) جي انتها واري وقت به سترهين صديءَ جي پارهن هزار پاڙيتو سپاهين، سامراجي خدمت ڪندي پوري روم کي تباهه ۽ تاراج ڪيو ۽ ٨٠٠٠ ماڻهن کي تلوار جو کاڄ بڻايو.

## اسان کي چڱين اکين سان ڏسو

منهنجو مقصد ٽونيو ڪروگر جي وهمي خيالن کي پيش ڪرڻ نه آهي جنهن خاموش اتر ۽ جذباتي ڏکڻ کي گڏائڻ جا خواب لڌا هئا ۽ جن خوابن کي ٥٣ سال اڳ ٿامس مين وڏائي چڙهائي پيش ڪيو هئو. مون کي ان تي پختو ايمان آهي ته روشن خيال ۽ حقيقت پسند يورپي جيڪي هتان جي عوام وانگر ئي وڌيڪ حقيقي ۽ انسان دوست ڌرتيءَ جي اڏاوت لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهن، اهي جيڪڏهن اسان کي ڏسڻ ۽ رشتو رکڻ جي موجوده طريقن تي سنجيدگيءَ سان غور ويچار ڪن ته به اسان جي بهتر حالتن بڻائڻ لاءِ هلندڙ جدوجهد ۾ مددگار ٿي سگهن ٿا.

اسان جي خوابن سان رڳو ساٿ، تيستائين اسان جي اڪيلائيءَ واري احساس کي گهٽائي نه سگهندو جيستائين اهو ساٿ سچي دنيا ۾ دنيا جي ورهاست جي سلسلي ۾ عوام طرفان پنهنجي دل گهري زندگي گهارڻ لاءِ جدوجهد جي جائز پٺڀرائي واري ٺوس عملن جي شڪل نه ٿي وٺي.

لاطيني آمريڪا پنهنجي خواهش بنا نه ته شطرنج جو مهرو بڻجڻ چاهي ٿي ۽ نه وري مهرو بڻجڻ لاءِ وٽس ڪي سبب آهن؛ ۽ نه ئي وري ان ۾ ڪنهن خوشفهميءَ واري ڳالهه آهي ته لاطيني آمريڪا جي آزاديءَ وارو سوال اولاهين ملڪن جي "خواهش" بڻجي وڃي. جيتوڻيڪ سامونڊي سفر جي سهولتن ۾ واڌاري اسان جي آمريڪا ۽ يورپ جي وچ ۾ پنڌ گهٽايو آهي، پر ان ساڳئي وقت اسان جي ثقافتي بدحاليءَ کي اڃا به پڌرو وڌائي ڇڏيو آهي.

ادب ۾ اسان جي اصلي ڏکي حالت (سماجي زندگي) ته حقيقي طور تي اصل نموني ملي ٿي پر اسان سماجي تبديليءَ جي مختلف مرحلن تي اصل سماجي زندگيءَ ۾ چو بي ايمانيءَ سان نظرانداز ڪيا وڃون ٿا؟

يورپي ترقي پسند اهو چوڻ سوچين ته سندن ملڪن لاءِ سماجي انصاف حاصل ڪرڻ وارو ساڳيو مقصد لاطيني آمريڪا جي پيڙيل ماڻهن لاءِ بدليل ۽ مختلف حالتن ۾ مختلف طريقن سان نه ٿو ٿي سگهي؟

نه هرگز نه. اسان تي حد کان وڌيڪ ڏاڍ ۽ اسان جي تاريخ جو الميو اسان جي ڌرتيءَ کان دور هزارها ميل پري رتيل رڳو

باهرين سازشن جو نتيجو نه آهي پر اهو العيو آڳاٽي وقت کان وٺي ناانصافي، اڻ برابري ۽ اسان جي ڌرتيءَ جي رڳن ۾ زهر ڀرڻ جو نتيجو آهي. ڪيترن ئي يورپي اڳواڻن ۽ مفڪرن پنهنجن نوجوانن جي جدوجهد جي ڪارائتن نتيجن کان نمائيندي دقيانوسي ۽ پاراڻيون حرڪتون ڪندي، سمجهيو آهي ته چڻ دنيا تي حڪم هلائيندڙ پرن وڏن ملڪن جي رحم ڪرم کان سواءِ زندگي گهارڻ ناممڪن آهي. منهنجا دوستو! اسان جي اڪيلائيءَ جو اهوئي پيمانو آهي.

باوجود بيحد جبر، ڦرلٽ ۽ تباهيءَ جي، اسان جو جواب ڀرپور جيوت سان آهي. نه پوڙهن نه بيمارين، نه بک نه بدحاليون، نڪي خوفناڪ ۽ پوائتيون آفتون ۽ نه ورهي صدين تائين هلندڙ ابدي لڙايون. اهي سڀ ڪرب ۽ ڀيڙا وارين حالتون حياتيءَ جي موت مٿان مٿاهين حيثيت ۽ مستقل فائدي کي گهٽائي سگهڻ جي قابل نه آهن.

هڪ فائدو جيڪو وڌندڙ آهي ۽ تيزي سان وڌي ٿو اهو هي ته: هر سال موتن جي ڀيٽ ۾ ست ڪروڙ چاليهه لک (۷۴ ملين) نيون زندگيون جنم وٺن ٿيون، اهو ايڏو وڏو انگ، آهي جيڪو جيڪڏهن هر سال ايترو ئي وڌندو رهي ته نيويارڪ جي آبادي کان ستوڻ ٿي ويندو. چڻ جو اهو هاڪاري عمل گهٽي کان گهٽو گهٽ ۾ گهٽ پيداواري ذريعن وارن ملڪن ۾ ٿئي ٿو جن ۾ لاطيني آمريڪا به يقينن اچي ٿي.

اڇوڪي ڏينهن وانگر ڪنهن ڏينهن تي منهنجي استاد وليم فاڪنر چيو: ”آءٌ ماڻهوءَ جي انت اچڻ کان انڪاري آهيان.“ اڄ کان ۳۲ سال اڳ منهنجي استاد طرفان ان ”عظيم العمي“ جنهن کي مڃڻ کان هن انڪار ڪيو هو ان کان پوري اڌ صديءَ واري حالت ۾ آءٌ پاڻ کي هن مقام تي هوندي (پنهنجو پاڻ کي) نا اهل محسوس ڪندس ڇاڪاڻ ته مون واري استاد جي ڳالهه هاڻي هڪ سادي سائنسي امڪان کان وڌيڪ ڪجهه نه آهي.

هن ڇڻي ۽ ڪرب ڏيندڙ حقيقت سان منهن مقابل هوندي، جيڪا سمورين انساني زندگين ۾ هڪ فرضي، معمولي تصور يا خيال سمجهي ويندي، ان کي نظر ۾ رکندي اسين جيڪي آکاڻين جا خالق آهيون ۽ پنهنجي هر شيءِ تي ايمان رکندڙ آهيون انهن کي محسوس ڪرڻ گهرجي ته ”مخالف تصور“ تخليق ڪرڻ ۾ مصروف ٿي وڃڻ جو وقت اڃا هتان نه ويو آهي - زندگيءَ جو هڪ نئون، ڀرپور ۽ ڪامياب تصور، جنهن تحت ڪنهن کي به اهو طئه ڪرڻ جو حق ڪونه هوندو ته ڪوئي ڪيئن مري، جنهن تحت پيار سچو ثابت ٿيندو ۽ بي حد خوشي ممڪن ٿي پوندي، ۽ جنهن تحت سؤ سالن جي هيڪلائي واري پيڙا ڏيندڙ ڪيفيت ۾ سوڪليل قومن کي ڌرتيءَ تي ڀرپور ۽ سونهن ڀري جيوت جالڻ جو هڪ دفعو وري موقعو ملندو.

## بقايا: مان سوچيان ٿو

ڏيندين."

* مون چنبڙ ۽ ڇڪور جي پيار تي گهڻو ڪجهه سوچيو آهي. ڪير ڪٿي ان پيار کي ڪيڏو نه اوچو سڏي ۽ امر چوي پر مان اهڙو پيار نه ٿو ڪرڻ چاهيان. ان جو هڪ هي رخ به آهي ته اهڙي پيار مان ڪجهه به حاصل ٿيڻو ناهي. اهڙي پيار جا بنياد جهالت تي اڏيل آهن ۽ اهڙو پيار صرف جاهل ئي ڪري سگهن ٿا. مان جاهل قطعي ناهيان.

او ڪاش! منهنجي دنيا ۾ اڻين هاڻي آءٌ جيئن سوچن ۾ آئي هئين، ته منهنجي ڪوتا مڪمل ٿي وڃي.

* گل انهن تي چاڙهيا آهن جن ۾ پنهنجي سگهه ناهي هوندي ۽ جيئن ئي اهي گل ڪومائبا آهن. تيئن سندن ناتو به قبر داخل ٿي ويندو آهي. منهنجي سگهه ته چوڌس ڦهليل آهي. تنهنڪري ”او منهنجا محبوب! منهنجي قبر تي گل نه چاڙهجانءِ."

* هن لهندڙ سج ڏانهن منهنجو ڌيان ڇڪايو. مون چيو ”جڏهن سنڌي ماڻهو ٿا ڪ سنجهند جي سج سان اکيون اکين ۾ ملائڻ سگهندا تڏهن هڪ ڇاڻ ته جهرن جهنگن، کيتن پنين ۽ ڳوٺن واهڻ ۾ رنگ رچي ويندو.

* منهنجي عمر اڻ پوري ڪوتا جيڪا نامڪمل هوندي به مڪمل آهي.

”سر مان سرجيو سارو سنسار“

## بقايا: اپاگوچنڊ اپالا ماڻهو

هٿي آني ۽ ڪا ڪوتا الاهي رهي هئي: دليون ڇڏي چاول ماڻهوئو، اٿو! رات جي پيٽ ۾ ڇرا هڻو، سج جي ڪنڌ ۾ نوڙ وجهو، اٿو صبح جي پيرن کي ڦاهو جهليو ۽ سرخ بهارن جا چپ چمن لاءِ تيار ٿيو. ۾ هوا جا آلاپ ته ڪوئي نڇو پڌي ۽ سمورا ستا پيا آهن بانس جي نوجوان وڻ چيو:

ان مهل ئي بانس پڇڙو: هلڪن سڏڪن جو آواز اچي رهيو هو...... هن مٿي نهاريو ته ڏٺائين ناريل، منهن تي وار ڏيئي روئي رهيو هو.

# آس... نراس

## گارشيا مارڪيز جي ناول "نو ون رائيٽس ٽو ڪرنل" تان ترجمو

پنهنجا پراڻا سرڪاري جوتا پائڻ کان اڳ، ڪرنل، انهن تي چڙهيل ڳاڙهي مٽي وٺل گپ کي ڪرڙي صفا ڪيو. سندس زال جو کيس ڏٺو ته ڪئين ورهيه اڳ واري شادي رات ياد اچي ويس. هينئر وڃي سڌ پيس ته سندس مڙس جي هاٺي ڪاٺي ڪيڏي نه بدلجي وئي آهي.

ائين ٿو لڳي جڻ تون ڪنهن خاص دعوت ۾ پيو وڃين" هن پڇيو.

"اچوڪي جنازي کي دفنائڻ به هڪ خاص موقعو آهي،" ڪرنل وراڻيو. "خبر ڪانه ائين ته هيترن ورهين ۾ هي پهريون ماڻهو پڌو ائين جنهن کي قدرتي ۽ طبعي موت نصيب ٿيو آهي."

ڪرنل ٻاهر نڪرڻ وارو هو ته زال اچي ٻانهن کان جهلس ۽ چوڻ لڳي: "ڦڻي ته ڪري وڃ وارن کي."

هڏين سان ٺهيل هڪ ڦڻيءَ سان هن پنهنجن رڪ جهڙي رنگ جهڙن، سخت وارن کي سنوارڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪجهه نه وريو.

"آئون طوطي جيان لڳي رهيو هوندس،" چيائين.

زال، نهن کان چوٽيءَ تائين سندس واءُ سواءُ وٺڻ کان پوءِ محسوس ڪيو ته ائين هرگز ناهي ڪرنل طوطي جيان نه پيو لڳي. هو هڪڙو سڪي خشڪ ٿي ويل ماڻهو پئي لڳو جنهن جي ٻت جا سخت هڏا ايئن آيا هئا جڻ نٽن ۽ بولٽن سان ڳنڍيل هجن. هو ڪيميائي مسالن ۾ محفوظ ڪيل لاش ان ڪري نه پئي لڳو جو سندس

اکيون تجلا ڏيئي پئي پريون.

"تون ڏهوڪو پيو لڳين،" هن چيو ۽ جڏهن مڙس در کان ٻاهر نڪرڻ وارو هو ته وڌيڪ چيائين، "ڊاڪٽر کان پڇجانءِ ته اجي ڇو نٿو؟ اسانجي گهر ۾ ته مٿس ٽهڪندڙ پاڻي نه وڌو ويو آهي."

* * * *

وسندڙ مينهن جي ڦڙين هن جي اکين جا ڇپر ڦٽي وڌا هئا. ڪنهن ماڻهوءَ پاڻهن کان ڇڪيندي چيس، "جلدي ڪري هيڏانهن ٿي پيهه، آئون تو لاءِ بيٺو آهيان."

اهو سباز هو، سندس مري ويل پٽ جو ڪرماتما ۽ هنجي پارٽي جو هڪڙوئي اڳواڻ جيڪو سياسي ڏاڍ کان بچي ويو هو ۽ رهندو به ساڳئي شهر ۾ هو. "تنهنجي مهرباني، يار" ڪرنل کيس چيو ۽ هو ٻئي ڇٽيءَ هيٺان گهڙي ماڻڙي ڪري هن سان لڳو لڳ اڳتي هلڻ لڳو. جنازي اڳيان هلندڙ بئنڊ باجي وارن پنهنجو واڄٽ شروع ڪيو. ڪرنل جڏهن بئنڊ ۾ پهريون ڀيرو توتاري وڄندي نه ٻڌي تڏهن وڃي پڪ ٿيس ته همراهه واقعي مري ويو آهي.

"مسڪين ويچارو،" هو ٻڙڪيو.

سباز کنگهڪار ڪري پنهنجي نڙي صفا ڪئي. هن جي کاٻي هٿ ۾ ڇٽي هئي جنهن جي ڏنڊي کي پنهنجي مٿي سان لڳ جهلي ٿي پيس ڇاڪاڻ جو قد ۾ ڪرنل کان گهٽ هو. جنازي جو جلوس جڏهن پلازا کان اڳيرو نڪري ويو ته هن پاڻ ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو. سباز وانڙپ وچان هن ڏانهن نهاريو ۽ پڇيائين، "يار، ڪڪڙ جي ڪا نئين خبر چار ٻڌاءِ؟"

"ڪڪڙ اڃا اتي ئي آهي،" ڪرنل جواب ڏنو.

ايتري ۾ هڪڙو ڪجندڙ آواز ٻڌڻ ۾ آيو: "هي ماڻهو مردي کي ڪيڏانهن پيا کڻيو وڃن؟" ڪرنل مٿي نهاريو ته بئرڪن جي ڪناريءَ ۾ ميئر کي بيٺل ڏٺائين جيڪو ان مهل ڏاڍو مهانگو ڏيک ڏيئي رهيو هو. هن کي رڳو چڏي پيل هئي. هڪڙو ڳل سڄيل هئس ۽ ڏاڙهي به وڌيل. بئنڊ وارا بيهي رهيا. ڪن پل ۾ ڪرنل پيو زوردار آواز به سڻي ورتو جيڪو پادري انجل جو هو ۽ هو ميئر سان سنهن ڏيئي رهيو هو. ڇٽيءَ تي پوندڙ مينهن جي بوندن سبب پيدا ٿيل دهل جهڙي آواز وچان به ڪرنل هنن ٻنهي جي ڳالهين کي ٻڌي ورتو هو.

"پوءِ ڪهڙي خبر آهي؟" سباز پڇيو.

"پوءِ ڪابه خبر ناهي." ڪرنل جواب ڏنو، "هتان جنازي کي پوليس جي بئرڪن آڏو لنگهڻ کان روڪي ٿي نه ڇڏين."

"مونکي ڳالهه ئي وسري ويئي،" سباز چيو، "سدائين وسريو وڃيم ته اسين مارشل لا هيٺ آهيون."

"پر هيءَ ته ڪا بغاوت ڪانهي،" ڪرنل چوڻ لڳو، "هي ته هڪڙو مسڪين موسيقار هو."

نيٺ جنازي کي پنهنجي وات مٽائڻي پئي. جلوس جڏهن غريبن جي پاڙي وٽان لنگهيو ته درن تي بيٺل زالون ان کي ڏسڻ

مهل ٻه ٽي ميٽ ۾ ڏنڊن سان ٺهنجا ننهن ڪتري رهيون هيون.

آخر ٻئي چٽا ساڳي گهٽيءَ مان واپس موٽي آيا. گهٽيءَ هاڻي سانت ڪري ٿي چڪي هئي. آسمان ڏاڍو اونهو ۽ گهاٽو نيرو ڏسڻ ۾ ٿي آيو. ڪرنل سمجهيو ته هاڻ ميڻهن نه وسندو پر هو اجايو منجهيل هو. سباز هنجي سوچن کي ڇڙوڇڙ ڪندي چيو، ”ڊاڪٽر کان ٺهنجي چڪاس ڪراءِ ته چڱو.“

”آئون بيمار ناهيان“ ڪرنل ورندي ڏني. ”مصيبت اها آهي ته آڪٽوبر ۾ ائين لڳندو اٿم ڄڻ منهنجن آنڊن ۾ جانور پيا جنم وٺن.“

سباز ٺهنجي نٿين ، ٻن منزلن واري ماڙيءَ وٽ ٺهچي هن کان موڪلائي ويو.

* * * *

جيتوڻيڪ خميس واري ڏينهن هو ٺهنجي هندوري ۾ ٿي پيو هوندو آهي پر اڄ نه هن ٺهنجي ڪڪڙ جي به پرگهور لڌي. ميڻهن به ڪجهه ڏهاڙا وسندو رهيو. هن جي پيٽ اندر ڦٽيل پوٽا وڌڻ ۽ ويجهڻ لڳا. ڪيترين راتيون هو سمهي نه سگهيو ڇاڪاڻ ته ساهه واري دم جي مريض زال جي سهڪڻ مهل انجي ڦڦڙن مان وچندڙ سيٽيون هنجي ميچالي ۾ ٻرندي جيان لڳنديون رهيون. پر آڪٽوبر هيل جمعي ڏينهن ٺهرن مهل هن سان جنگ بند ڪرڻ جو ٺاهه ڪيو. درزيءَ جي دڪان تي ڪم ڪندڙ آگسٽن جا سنگتي ساٿي، جيڪي آگسٽن وانگر ئي ڪڪڙن جي ويڙهه جا چتاخفتي شوق هئا، وجهه وٺي ڪڪڙ جي خبر چار لهڻ لاءِ اچي پهتا. ڪڪڙ چڱڙي حال ۾ هو.

جڏهن ڇوڪرا ويا هليا ته ڪرنل ٺهنجي گهر واري وٽ آيو جيڪا هاڻي چاڪ ٿي وئي هئي. ”ڇا ٿا چون؟“ هن پڇيو. ”ڏاڍي جوش ۾ آهن، “ ڪرنل کيس ٻڌايو. ”سڀئي پيا هن ڪڪڙ تي شرطون لڳائڻ لاءِ ڏوڪڙ گڏ ڪن.“

”پر مونکي نٿو اٽڪي ته هن بڇڙي ڪڪڙ ۾ هنن ڏٺو ڇا آهي؟“ سندس زال چيو. ”آئون ته ڪو اڻمال نٿي ڏسان، پر ڪيترا وڏا ائس ۽ سنڌي ٻنهه ننيڙي!“

”هنن جو چوڻ آهي ته سڄي ضلعي ۾ هڙو سوچارو ڪڪڙ پيو آهي ئي ڪونه، “ ڪرنل وراڻيو. ”ٻنهه نه، ته به ٻنجاهه رپيا لهي.“

ڪرنل جا دليل پڪڙي اها خاطري ٿي وئي ته هو ڪڪڙ کي سنڀالي رکڻ تي سندرو ٻڌي بيٺو آهي. اهو ڪڪڙ، سندن پٽ آگسٽن کان ورثي ۾ مليو . آگسٽن، جنهن کي نو مهينا اڳ ڪڪڙن جي ويڙهه واري ميڙي تي لڪ ڇپ ۾ ”تخريبي“ مواد ورهائڻ جي الزام هيٺ گولي هڻي ماريو ويو هو.



فلسطيني ڪهاڻي

# پوڙو ماڻهو

عبداللطيف يوحنا — سنڌيڪار: شبير بيدار ابڙو

چريو، چريو، پوڙو ماڻهو! هو انهن ڏلن ۾ لڳين سال غزه جي گهٽين ۾ چپ چپات ڪناري سان لڳو لڳو ڦاٽل جهوپڙين واري پناهگير ڪئمپ ۾ چڪاتو ڏيندو ويندو هو.

پوڙو ماڻهو! علائقي ۾ رلندو رهندو هيو ۽ ماڻهو سندس ڦاٽل ڪپڙن ۽ وڌيل ڏاڙهيءَ ۽ ڊاڙهيندڙ شڪل ڏسي ڏاڍا ڪاوڙبا هئا. هن جون اکيون کوپن کان ٻاهر نڪتل ڏسڻ ۾ ايندڙيون هيون ۽ ٻه هٿ ۾ ٽنگ ڪيل هن جي ڪلهي لڳي پوندا هئا ۽ سندس چهري تي پٽين جا وڪ را ڪندا هئا. پر هو مداين مست! خلائن ۾ گهوريندڙ! مرڪندو رهندو هيو، ڄڻ ته هن مٿان ڪٿن جي ور ڪا نه رهي هجي.

پوڙو ماڻهو! شهر ۾ ڏٺل گهٽيءَ واري ڪٽنب ۾ شامل ڪونه ڪيو ويو هو. هن جي حيثيت پڙي جي برابر هئي ۽ اهو سال غزه جي تاريخ جو انقلابي سال هيو ۽ هن سال کانپوءِ غزه جو نالو انقلابي غزه پئجي ويو.

هن چرئي، جڏي، ڪچي، پوڙي ماڻهو جي بي مقصد حياتي سان ڏيهي ماڻهن کي ڪا به دلچسپي ڪانه هئي ۽ نه ئي وري ڪو سندس ڪاٺ ڪيندو هو، يا مٿس ڪهل ڪندو هيو. پر اهو پرڏيهي ٻرمارن جي ٻٽرڪن ۾ پنندو اندر ٻاهر ايندو ويندو رهندو هيو ۽ هو يهودي جرنيلن جي چرچن جو شڪار رهندو هو. هو هن سان پنهنجي دل خوش ڪندا هئا. هو اڪيلو عرب هيو جيڪو انهن ڇانئڻين لوهين تارن واري لوڙهي اندر وڃي ويهي ڏي سگهيو جيڪو ٻٽرڪن جي چوڌاري لڳايو ويو هو. چمڪندڙ بوٽن سان ڌڏا هڻي کيس اڏاريو ويندو هو پر هو ڪلي، ٽهڪ ڏيئي وري ويهي رهندو هو ۽ يهودي ٻرمار به کلڻ لڳندا هئا. کيس پنهنجن ڪاڻن هٿن سان ڇڪي، ٽهڪن سان، نما شام جي وقت ٻٽرڪن جي مرڪزي گيٽ سان ڌڪو ڏيئي ٻاهر ڪيو ويندو هو ۽ در بند ڪري ڪجهه سڪا سندس آڏو اڇلايا ويندا هئا ۽ هو ڊوڙي وڃي اهي کڻندو هو.

اهو نظارو ڏهاڙي ڏسڻ ۾ ايندو هو ۽ حياتي واري اسٽيج تي هڪ ئي ڪونڌر جا ٻه روپ ڏسڻ ۾ ايندا هئا. پهريون روپ! ڏيهي ماڻهو کيس پڙي سمجهي نظرانداز ڪري ڇڏيندا هيا. ٻيون روپ! پرڏيهي ٻرمارن لاءِ غزه جي ٻٽرڪن ۾ چرچن جو سبب هيو.

اوچتو ئي اوچتو... حياتي واري اسٽيج ڏڪڻ لڳي. ڌماڪا ٿيڻ لڳا. پهرين روپ کي ڏسڻ وارا هيراڪ عرب ٽوڙس ۾ وٺجي ويا. ٻي صورت جي هيراڪ جرنيلن جي جسمن سان ڏرڙي نڪري وئي. سڀني انسانن کي انقلابي رخ ۾ موڙيندو ڏنو ويو. هن اوچتي عمل کي ڏسي عرب ٻهار ئي ويا.

پردو هٽيو ۽ هڪ اهڙي گهڙي ٿي وئي جا ڪانئس ٿيڻ ناممڪن ٿي لڳي. غزه جي الهندي ڇپ تي سمنڊ ڪناري، ڇانئڻدار تارن واري لوڙهي اندر اسرائيلن جي ٻٽرڪن ۾ ٻنڪرن جا ٻرڙاٽ گونجڻ لڳا. پهريون... ٻيون... ٽيون... ستون ڌماڪو! دشمن جا لوهاڻ هلا چوڌاري اڏرڻ لڳا، جرنيلن جا سونا ٻلا پرزا پرزا ٿي مٽي ۾ ملڻ لڳا ۽ آمريڪي اسٽيل پگهرجي وئي. انهن ڌماڪن سان هن ٺڪ جي تاريخي پڄاڻي ٿي، ۽ پوڙي ماڻهو جو بدن ٽڪرن ۾ ورهائجي ويو.

جڏي انسان جون هڏيون پکڙجي اڏري اڳ وڃي دريا جي ڪپ تي آلي چڪني مٽي ۾ ملي ويون ۽ هن اڳ درياءَ بادشاهه جي ومڪري ۾ وهي ڌرتي جي رڃ ۾ رچجڪي ويون. ۽ هن چريي جو رت رات جي اونداهي ۾ ڏيئي جي لاٽ ٿيڻ جي ڇانئڻدار تارن کي ٽوڙي ٽڪرا ڪري ويو. پوڙو ڪونڌر مري ويو.

اهو پوڙو ماڻهو! جاسوسي ڪندڙ ٽولي جو اڳواڻ هيو. هو چريو! ظالمن جي قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ خطرناڪ بارودي سرنگين وجهڻ جو ماهر هيو. هن جڏي انسان انقلابي حق ادا ڪيو ۽ انقلابي موج کي رت ڏيئي سرهاڻي بخشي ويو.

هو پوڙو ماڻهو! موت جي پوائنٽي اونهائي ۾ دفن هوندي به جيئرو آهي انهن جيئن تون ۽ مان؛ ۽ پروپگنڊا جا ڦڪا دستاويز عربن جي ميزن جي خانن ۾ تابوت ۾ دفن آهن. پر هو پوڙهو ماڻهو انهن دستاويزن کان وڌيڪ ذهين، قيمتي ۽ ڪارائتو هيو ۽ آهي.






ڪلب ۾ امدادي ناچ ٿي رهيو هو، وڏ گهراڻن عورتون ان کي فرانسيسي ۾ عجيب انداز سان Bapari چونديون هيون. اڌ رات جو وقت هو، ڪلب جي ريڊنگ روم ۾ ڪجهه ڪامورا، هڪ وڏي ميز جي چوڌاري اخبارن ۾ منهن لڪائي ويٺا هئا — ڪي اوٻاسيون ڏئي رهيا هئا ۽ ڪي پڙهي رهيا هئا. اخبار نويسن جي زبان ۾ اهي سوچ ۾ گم هئا.

بال روم ۾ ناچ جي ڌن جو دور هو، پر ريڊنگ روم مڪمل خاموشي هئي. اوچتو هڪ آواز ان ماٺ کي ٽوڙي ڇڏيو. ائين ٿي لڳو ڄڻ آواز روشندان کان اچي رهيو هو. ”منهنجو خيال آهي اسان کي هتي آرام ملندو. هتي-هيڏي اچو، هن طرف!“

دروازو کليو ۽ هڪ ٺلهو، ڍگهو ماڻهو اندر آيو. ان کي ڪوچوان جهڙا ڪپڙا پاتل هئا، ۽ ٽوپي ۾ مور جو کنڀ لڳايو هيائين. پنهنجو چهرو هن نقاب ۾ لڪايو هو. ان جي پويان ٻه نقاب پهريل عورتون داخل ٿيون. عورتن جي پويان هڪ بيرو هليو آيو. بيري جي هٿ ۾ هڪ ٿري هئي جنهن ۾ هڪ ننڍي شراب جي وڏي بوتل، ڳاڙهي شراب جون ٽي بوتلون ۽ ڪجهه گلاس هئا. ”هتان ها. هتان.“ نقاب پهريل چئي رهيو هو. ٿري ميز تي رک ۽ ها، خواتين اوهان ويهو. ڪامورن کي اشارو ڪندي نقاب پهريل چيو.

”صاحبو، توهان هاڻي وڃڻ جي تڪليف وٺو، توهان منهنجي راهه ۾ رنڊڪ ٿي رهيا آهيو!“

ڪامورن مان هڪ پنهنجي عينڪ مان نقاب پهريل کي گهوري چيو، ”ڏسو، توهان ڏورو ماڻت ني وڃو، هي شراب خانو ناهي — شراب پيئڻ لاءِ ڪا ٻي جاءِ تلاش ڪريو!“

”ته پوءِ اها موزون جاءِ ناهي، هتي ها هي، ڇا فرش ڪمزور آهي، ڇا ڇت اسان تي ڪري پوندي، ها!... پر پڌو، مون وٽ ڳالهيون ڪرڻ لاءِ وقت ڪونهي، اخبارون رکو ۽ هليا وڃو، توهان گهڻو پڙهي چڪا آهيو، اڄ لاءِ اهو ڪافي آهي... ظاهر آهي توهان سڀ ذهين آهيو پوءِ ڇو هروڀرو پنهنجون اکيون خراب ٿا ڪيو — ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته مان نٿو چاهيان ته توهان هتي ويٺا هجو! نقاب پهريل فيصلي واري لهجي ۾ چيو.

”مهرباني ڪري پنهنجي تقرير بند ڪر، آهي پڙهڻ جو ڪمرو آهي.“ ڪامورن مان هڪ نقاب پهريل کي ٽوڪيندي چيو.

”ڪهڙي عجيب ڳالهه آهي دنيا ۾ اهڙا به ماڻهو آهن جيڪي شراب کان وڌيڪ اخبار کي اهميت ڏين ٿا — آهه!“

نقاب پهريل پنهنجي لاءِ هڪ پيگ وجهندي چيو، معزز حضرات! مون يقين آهي ته توهان وٽ شراب جي قيمت ادا ڪرڻ جيترا پئسا ڪونه آهن— جنهن مان ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهيان— ها ها ها— ٿورو ترسو، انهن کي اخبار پڙهندي ڏسو، ڀلا پڌايو اخبارن ۾ ڇا رکيو آهي؟— اي عينڪن وارؤ، ڪا نئين خبر پڌايو... ها ها ها— مان چوان ٿو اها جڪ جڪ بند ڪريو ۽ مزي مزي سان هڪ پيگ پيو!“

— هڪدم نقاب پهريل عينڪن واري جي هٿن مان اخبار کسي ورتي، عينڪ واري جو رنگ ڪاراٽجي ويو پيو ڪامورو حيران ٿي، هن جي منهن ڏانهن ڏسڻ لڳو ۽ پوءِ هڪدم رڙ ڪيائين.

”جناب! توهان پنهنجو هوش وڃائي ويٺا آهيو. توهان ريڊنگ روم کي شراب خانو سمجهيو آهي ۽ اجايو گوڙ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيو. ماڻهن جي هٿن مان اخبارون کسي رهيا آهيو اها بدتميزي آهي، ها! مان ائين ٿيڻ نه ڏيندس توهان نٿا ڄاڻو ته ڪنهن سان مخاطب آهيو — مان بئنڪ مينيجر آهيان.“

”پل توهان ڪير به هجو.“ نقاب پهريل چيو. ”۽ ها ڪن کولي پڌو مان توهان جي اخبار جو ڪوبه قدر نٿو ڪريان — هي وٺو“ نقاب پهريل اخبار جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڪمري ۾ اڇلائي ڇڏيا. بئنڪ ميمبر ڪاوڙ مان ڏسندو رهيو ۽ پوءِ سخت نفرت مان ڇڪيو ”ڪهڙي بدتميزي آهي، ڪهڙي بيهودگي آهي!“

”آها“ نقاب پهريل طنز مان چيو. ”هاڻي توهان کي ڪاوڙ اچي آهي. اڙي ڏسو مان ڪيترو نه ڊڄي رهيو آهيان، ڏسو ته منهنجون ٽنگون به ڏڪي رهيون آهن— معزز حضرات! مان صاف پڌائڻ چاهيان ٿو. مونکي اوهان سان ڳالهائڻ به پسند نه آهي. توهان شايد ڏسي رهيا آهيو ته مون کي هنن عورتن سان اڪيلائي کپي. مان ٿوري تفريح گهران ٿو. ان ڪري توهان هتان هليا وڃون، توهان پنهنجون ڪاڏيون ڪٿي ڇا ٿا ڏسو، هليا وڃو، مان چوان ٿو هليا وڃو، نه ته توهان کي ڌڪا ڏئي ڪڍيو

ويندو-!“

ڪامورن مان هڪ يتيمخاني جو خزانچي هو. جنهن ڪاوڙ مان چيو. ”توهان ڇا ٿا چئو، مونکي ته توهانجي ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي. ڏسو صاحبو، هي بدتميز ماڻهو ڪمري ۾ گهڙي آيو آهي ۽ هاڻي خدا ڄاڻي ڇا بڪ بڪ ڪري رهيو آهي.“

”ڏنو ويندو.“ بينڪ مينيجر سخت ڪاوڙ مان چيو. ڪاوڙ جي ڪري هن جي عينڪ جا شيشا به پکهر مان ڏنڊلا ٿي ويا. ”مان تو هن کي مزو چکايان. ڪو منتظمين کي سڏي اچي!“

ٿوري دير کان پوءِ هڪ پورن وارن وارو منتظم پهچندو آيو. ناچ ۾ نچڻ ڪري هن جو ساهه چڙهيل هو. ”ڏسو هي شراب خانو ناهي توهان هتان هليا وڃو!“ هن سهڪندي نقاب پهريل کي چيو.

نقاب پهريل ڪاوڙ ۾ باهه ٿي ويو. ”توهان ڪٿان اچي نڪتا آهيو، مون نه توکي سڏ نه ڪيو هو. پڇان توکي ڪنهن سڏ ڪيو آهي؟“

”ڏسو، مان ڪنهن به قسم جي بدتميزي برداشت نه ڪندس. توهان مهرباني ڪري ڪمري مان هليا وڃو. جلدي نڪري وڃو.“ منتظم جواب ۾ دڙڪو ڏيندي چيو.

”ڏسو صاحبو، توهان مون کي مان هڪ منٽ ڏيان ٿو، ان ٿوري وقت جو بهترين استعمال ڪيو ۽ سڀ هتان هليا وڃو ۽ ها ڇاڪاڻ توهان انتظاميا وارا آهيو تنهنجي ڪجهه نه ڪجهه حيثيت به آهي تون هن ڪامورن صاحبن کي به هڪليون وڃ، هنن عورتن کي غير مردن جي موجودگي پسند نه آهي، اهي اوهانجي هوندي شرمائن ٿيون ۽ مان پنهنجي قيمت پوري وصول ڪرڻ چاهيان ٿو مان انهن کي پنهنجي اصلي حالت ۾ ڏسڻ چاهيان ٿو.“ نقاب پهريل سيني کي گهوريندي چيو.

”هي بدتميز اهو به نٿو ڄاڻي ته هو ريڊنگ روم ۾ آهي. ڪنهن طبيلي ۾ نه آهي. ڏاڏيدار کي سڏ ڪيو“. بينڪ مينيجر مشورو ڏنو. ڏاڏيدار ڪاٿي آهي. ڏاڏيدار، ڏاڏيدار جو آواز سڄي ڪلب ۾ گرجڻ لڳو ۽ ڏاڏيدار جلدي اچي اتي پهتو.

”مهرباني ڪري توهان هتان هليا وڃو.“ ڏاڏيدار جون اکيون ڪاوڙ ۾ ڳاڙهيون هيون ۽ خضاب ٿيل مڇون ڦڙڪي رهيون هيون، هو ڪاوڙ ۾ ڏڪي رهيو هو.

”اوهان ته مون کي ڊيڄاري ڇڏيو.“ نقاب پوش ٺوڪ سان چيو. ”پلي وانگر مڇون ۽ پاهو نڪتل اکيون — ها ها ها.“ نقاب پهريل ڪلهو.

”بڪ بڪ بند ڪر، بند ڪر بحث.“ ڏاڏيدار رڙ ڪئي. هو ڪاوڙ ۾ ڏڪي رهيو هو. هتان نڪري وڃ. نه ته ......“ ڏاڏيدار زور زور سان زمين تي لتون هڻي رڙيون ڪري رهيو هو. بينڪ مئنيجر، يتيم خاني جو خزانچي، سڀ ڪامورا رڙيون ڪري رهيا هئا. پر جلدئي ان سڄي گوڙ تي نقاب پهريل جو آواز ڇانئجي ويو. ان وٽ وڏان ڪري ناچ بند ٿي ويو هو ۽ سڀ مهمان ريڊنگ روم ۾ اچي آيا هئا. رعب وجهڻ لاءِ ڏاڏيدار سپاهي گهرايا ۽ پاڻ رپورٽ لکڻ ويهي رهيو.

نقاب پهريل ڪاغذ تي آڱر گهمائيندي چيو. ”لکو، ضرور لکو — آه مان غريب ماڻهو ته ماريو ويس، صاحبو! توهان مون غريب کي برباد ڪرڻ تي ڇو ڪمر ٻڌي بيٺا آهيو — لکو، ڇڪو؟ ڇا رپورٽ تيار ٿي وئي؟ ڇا توهان سيني پنهنجون پنهنجون صحيحون ڪيون — ۽ صاحبو هاڻي مون ڏانهن ڏسو، هڪ ... ٻه ... ٽي!“

نقاب پهريل سينجي بيٺو ۽ هڪدم پنهنجو نقاب لاٿائين، نشي ۾ مست پنهنجي شڪل ظاهر ڪرڻ کان پوءِ هو هر هڪ کي گهورڻ لڳو ۽ ڪرسي تي ويهي ٽهڪ ڏيڻ لڳو. ڪامورا سڀ هڪا ٻڪا ٿي ويا. سيني جون وايون بٽال ٿي ويون، ڪي شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪرڻ لڳا، ڏاڏيدار کنگهي پنهنجو گلو صاف ڪرڻ لڳو ڇاڪاڻ ته هن کان وڏي غلطي ٿي هئي. نقاب پهريل هاڻي اصلي چهري سان سيني جي سامهون هو ۽ سيني خاموش هئا، سيني ڏٺو ته هي اهوئي خانداني ڪروڙ پتي صنعتڪار هو، جيڪو پنهنجي شرارتن جي ڪري بدنام هو ۽ ڏاڍو سخي هو، ۽ جنهن کي اخبارون، علم جو بهترين شيدائي سڏائينديون هيون.

”هليا وڃو!“ نقاب پهريل واڪو ڪيو. ڪامورا خاموشي سان نڪري ويا ۽ دروازو بند ڪيو ويو. ڏاڏيدار ٻاهر اچي پيري کي ڪلهي کان جهلي ڌوڏيندي چيو، ”توکي پتو هو ته هو ڪروڙپتي آهي، تو اهو ڇو نه ٻڌايو.“

”مونکي هن منع ڪيو هو.“ هو هيڊو ٿي ويو.

”منع جا پٽ. مان تنهنجي کل لاهيندس —“ پوءِ ڏاڏيدار ڪامورن تي ڪاوڙيو. ”اوهان به ڪمال ٿا ڪيو. هرو ڀرو شور ٿا ڪريو، ٿوري دير لاءِ ڪمري مان نڪرڻ ۾ ڪهڙي مصيبت هئي، خدا جو قسم مون کي توهان جون اهي ڳالهيون صفا نه وڻيون آهن.“

ڪامورا ڪلب ۾ مايوس ۽ منجهيل، ڪنڌ هيٺ ڪري

گهمي رهيا هئا. اهڙي واري خطري انهن کي منجهائي ڇڏيو هو. هنن جون زالون اهو ٻڌي ته هنن جو ڪروڙپتي سان جهيڙو ٿيو آهي گهر ڏانهن ويون هيون، ناچ ختم ٿي ويو هو.

رات جو پنن لڳي ڪروڙپتي ويٽنگ روم مان نڪتو، هو ناچ واري ڪمري ۾ هليو آيو ۽ هڪ ڪرسي تي ويهي موسيقي جي ڌنن تي اوٻاسيون ڏيڻ لڳو. موسيقارن کي فورن خاموش ڪرايو ويو — "سائين سمهي رهيو آهي."

بٽلرخاني جي خزانچيءَ جهڪي ادب سان ڪروڙپتي جي ڪن ۾ چيو، "سائين اوهان کي گهر ڇڏي اچان يا گاڏي گهرائي ڏيان."

"هون، تون ڪير آهين —" ڪروڙپتي نشي ۾ ٻڏڪيو. "ها — ان — مون کي گهر وٺي هل!"

خزانچيءَ جو چهرو خوشيءَ سان ٻهڪڻ لڳو. هن ڪروڙپتي کي سهارو ڏئي اٿاريو، ٻين ڪامورن ٻنهنجي چهرن تي مرڪ آندي ۽ پٺيان آيا. ٻوءِ انهن سڀني گڏجي ڪروڙپتيءَ کي سينگاريل گاڏي ۾ سوار ڪيو.

"هڪ وڏو فنڪار ان قسم جو رول ڪري سگهي ٿو." بينڪ مئنيجر ڪروڙپتي کي گاڏي ۾ سوار ڪندي چيو. "خدا جو قسم، سائين، منهنجو ته دماغ چرخ ٿي ويو. ها ها ها — ڪيڏو نه زبردست ٻوڪ، ڪيتري سادي ۽ گهري — ۽ اسان ڪيڏا نه چسا آهيون، اسان جلدي هنگامو ڪري وڌو، هي شام عمر ڀر نه وساريندس."

ڪروڙپتي کي اهڙي طرح الوداع چئي ڪامورن کي ڪجهه اطمينان ٿيو.

"هن ته مون سان هٿ به ملايو. هاڻي معاملو ٺيڪ ٿي ويو." بينڪ مئنيجر خوش ٿيندي چيو.

"خدا ڪري ائين ئي ٿئي." ٿانيدار سنجيدگي سان چيو. "هو ته وڏو حرامي آهي، وڏو لوفر. ٻر — ٻر اسان جو محسن به ته آهي. ها ڪجهه ٿورو خيال ڪرڻو ٿو پوي."




خليل جبران — سنڌيڪار: س. ب. ڪوسو

انسان زندگي جو غلام آهي ۽ غلامي جي مهر سندس ڏينهڙي واري زندگي تي چٽي ٻر اسي سگهجي ٿي. انهيءَ غلامي جي ڪري سندس ڏينهن جيڪڏهن ذلت ۽ خواري واري حالت ۾ گذرندو آهي ته رات رت جا ڳوڙها ڳاڙهيندي ۽ ڏک درد مان سڏڪا ڀريندي لنگهندي آهي.

مون کي جنم ورتي ست هزار سال کان مٿي ٿي ويا آهن ٻر انهيءَ عرصي ۾ مون طوق ۽ قيد ۾ جڪڙيل غلامن کان سواءِ ٻيو ڪي ڏٺو ئي ڪونهي.

مون هن ٻون تي اولهه کان اوڀر تائين سفر ڪيو آهي، جيون جي اونداهي ۽ روشني جي چٽني پاسن چڪر ڪاٽيا آهن. قومن ۽ گروهن کي غارن مان نڪري محلن ۾ داخل ٿيندي ڏٺو ٻر غلامي جي جوٽ ۾ جڪڙيل ڳچيون، زنجيرن ۾ جڪڙيل ڪاراين ۽ بتن سامهون جهڪيل گوڏن کان سواءِ مونکي ڪجهه نظر نه آيو.

آءٌ بابل کان قاهره ۽ اين دور کان بغداد تائين ٻاچولي جيان انسان سان گڏ رهيس. مون سندس پيرن جي نشان سان گڏ رڻ پٽ ۾ ڏٺي پيڙين جا نشان ڏٺا.

آءٌ شاهي محلن، مدرسن ۽ عبادت گاهن ۾ ويس. قربان گاهن ۽ مندرن جا طواف ڪيا ۽ ڏٺم مزدور، واپاري جو غلام آهي. واپاري سپاهي جو. سپاهي سپهه سالار جو غلام آهي. سپهه سالار بادشاه جو غلام آهي ۽ خود بادشاه پادري جو غلام آهي ۽ پادري بي جان بت جو... جيڪو مٽي کان سواءِ ڪجهه به نه آهي.

آءٌ اميرن ۽ سگهارن جي حويلين ۾ داخل ٿيس. غريبن جي ڪکاين جهوپڙين ۾ ويس. هاٿي جي ڏندن سان ڏهيل فريم وارين تصويرن ۽ چانديءَ جي سازسامان سان سينگاريل ڪمرن ۾ ويٺس. آس ۽ نراس جي ٻاچولن ۽ موت جي پساهن ۾ ورتل ڪوٺڙين ۾ ترسيس ٻارن کي ماءُ جي ڇاتين مان کير سان گڏ غلامي جو زهر پيئندي ڏٺم. ڇوڪريون عاجزي ۽ دغابازي جا پيوند لڳل لباس پهري رهيون آهن.

گنگا جي ڪنارن کان فرات جي ڪناري تائين، نيل جي ڪنارن کان ايريا جي پٿريلي ميدانن تائين، ائينز جي اگڙن ۽ روم جي ڪليسائن تائين، قسطنطنيه

جي سوڙهين ۽ اونداهين کوٺين کان اسڪندريه جي عاليشان محلن تائين... ڪٿڙي جاءِ بچيل هئي جيڪا مون نه ڏٺي. هر هنڌ غلاميءَ جا وڏا وڏا جلوس ۽ مظاهرا ڏيندي نظر آيا. ماڻهو غلامي واري قربان گاهه تي نوجوان ڇوڪرن ۽ ڪنوارين ڇوڪرين کي قربان ڪندا آهن ۽ کين "ديوتا" جي نالي سان پڪاريندا آهن. سندن قدمن تي عطر ۽ شراب اوتيندا آهن ۽ کيس "بادشاه" جو لقب ڏيندا آهن. سندس مورتين اڳيان ڄاٽ جو واس ڪندا ۽ لوبان ساڙيندا آهن. سندس اڳيان جهڪندا آهن ۽ ان کي "قانون" جو نالو ڏيندا آهن ۽ ان لاءِ وڙهندا آهن ۽ هڪ ٻئي جو رت وهائيندا آهن. ارادي ۽ عقيدي جي جوش ۾ انڌا ٿيندي پاڻ پنهنجن جانين کي باهه ڏيندا آهن ۽ عمارتن کي ڦاهي چاڙهيندا آهن ۽ کيس "برابري بندي ۽ مساوات" جي نالي سان ياد ڪندا آهن... هن جا گهڻا نالا آهن سچ پڇو ته هي هڪ ازلي ۽ ابدي روڳ آهي جنهن ۾ هزارين بيماريون آهن. جنهن کي اولاد، حياتي جي روح جيان پنهنجن ابن ڏاڏن کان ورثو ورتو آهي.

غلامي جا جيترا نمونا مون ڏٺا آهن سي ڏاڍا عجيب آهن.

مثال اڻڏٺي غلامي: جيڪا انسان جي حال کي سندس ابي ڏاڏي جي ماضيءَ سان جڪڙي ڇڏيندي آهي کيس رڳن رسمن جو باندي بڻائي پراڻن روحن لاءِ نئون جسم ۽ ڪاميل هڏين لاءِ هڪ نئين قبر بڻائي ڇڏيندي آهي.

اوه گونگي غلامي آهي. جيڪا مرد جي حياتي کي انهي عورت جي پلاند سان ٻڌي ڇڏيندي آهي جنهن کان هو نفرت ڪندو آهي ۽ عورت جي جسم کي انهيءَ مرد جي زينت بڻائي ڇڏيندي آهي جنهن کان هوءَ بيزار هوندي آهي ۽ ائين ٻئي جيون روحاني موت جي حوالي ٿي ويندا آهن.

ٻوڙي غلامي:- جيڪا انسان کي ماحول جي خيالن جي پوئواري ۽ انهيءَ رنگ ۾ رنگجي وڃڻ ۽ انهيءَ جو لباس پائڻ تي مجبور ڪندي آهي، جنهن جي ڪري انسان جي پاڙن جي دنيا ۾ ماضيءَ جي ياد ۽ جسم ۾ پاڇولي کان وڌيڪ ڪا حيثيت نٿو رکي.

بدصورت غلامي: جيڪا معصوم ۽ پاڪ روحن کي وشال فضا کان نيپاڪ ڏاهن قتو ڪندي. جتي ضرورت جهالت جي پر ۾ رهيل هوندي آهي. اهي ٻار بدنصيبي جي پاڇي ۾ ولاندا آهن، ڏوهارين واري زندگي گهاريندي ذلت سان مري ويندا آهن.

رنگ برنگي غلامي:- جيڪا شين کي حقيقي قيمت پرک کان سواءِ خريد ڪندي ۽ اهڙن نالن سان سڏيندي آهي جيڪي اصلي نالن کان مختلف ۽ ابتڙ آهي. هو مڪاري کي عقل مندي، هيڻائپ کي نرم دلي ۽ حضور شرمي کوٺيندا آهن.

ڪاري غلامي:- جيڪا اطرني ڏوهارين جي بيگناه ٻارن لاءِ ذلت ۽ نفرت آڻيندي آهي.

جڏهن مان قومن جي همراهي ڪندي ٿڪجي پيس ۽ منهنجون نگاهون قبيلن جا بي جان چهرا ڏسندي ٿڪجي پيون تڏهن مان اڪيلو پاڇولن جي وادي ۾ وڃي ويٺس جتي گذريل زماني جا پاڇولا لڪل هئا ۽ ايندڙ واري زماني جا روح انتظار ۾ ويٺا هئا. رت ۽ ڳوڙهن واري درياهه جي ڪناري تي بيهي مون دير تائين غلام روحن جون پوانتيون آمون پڙهيون ۽ خالي نظرن سان ماحول جو جائزو ورتو. آڌيءَ رات جو لڪل روح ٻاهر نڪتا. مون هڏائين پيري کي ڏٺو جيڪو گوڏن ڀر جهڪيل چنڊ تي نگاهون ڄمايون ويٺو هيو.

مون ويجهي وڃي پڇيو. "تنهنجو نالو ڇا آهي".

جواب مليو "منهنجو نالو آزادي آهي".

مون پڇيو "تنهنجا پٽ ڪٿي آهن؟"

هيڻي ۽ نبل آزاديءَ جي اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا. هن ڏڪندي چيو "هڪ سوريءَ تي چاڙهيو ويو آهي. ٻيو چريو ٿي مري ويو آهي ۽ ٽيون اڃان پيدا نه ٿيو آهي."

ايترو چئي هو اٿي بيٺو. ڪوهيڙ، ڌنڌ پريل پردي پٺيان منهنجي نظرن کان آجهام.



# ڀٽائي جي ڳولا...

منش



هر شئي مٽ ۾ سفر ڪندي آهي، فقط ان سهل ڏيان چڪائيندي آهي جڏهن مخالف قوت سان ڀرپور ۽ سگهه رو ٽڪر کائي. ڀٽائي جيڪڏهن حالتن سان ٽڪر نه کائي ها ته جيڪر ايڏي شدت سان محسوس نه ٿئي ها. تاريخ جي عمل ۾ اهاني تئي جماءُ ڪندي آهي جيڪا شئي سگهاري هجي. ڀٽائيءَ جو زندگيءَ ۽ پيداوار جو نظريو جيڪڏهن ان ڪسوٽيءَ تي نه لهي ها ته جيڪر هو خود به ڪنهن هٽي ۽ گمنام رولو شهاب ثاقب جيان اونداهين خلائن ۾ ترندو هليو وڃي ها. پر ائين نه ٿيو، هو تاريخ جي گونجندڙ ماضيءَ ۾ اڃا به هڪ چٽو آواز آهي جيڪو سندس سگهه، مدافعت ۽ رد عمل جو اڻمٽ ثبوت آهي.

ڀٽائيءَ کي بنا سوچڻ سمجهڻ جي تارڪ الدنياء صوفي سڏيو ويو. جڏهن ته خود انهن ۾ اڪرن ۾ عمل جو تضاد موجود آهي. صوفي ازم، يوناني اکر Sophia جي شڪل آهي جنهن جي معنيٰ آهي، ڏاهپ، علم يا شعور جيڪي فقط تجربن منطق ۽ مشاهدي سان وڌن ويجهن ٿا. تاريخ، سقراط کي به صوفي (صوفي) سڏيو آهي ته هيراقلطيس کي به. هيراقلطيس اها شخصيت آهي جنهن قبل مسيح ۾ مادي جي وحدت ۽ ان جي ظاهري حالت تي سولي زبان ۾ ڏيکا ڏيئي ڪئي. (اصل ۾ اهو اڪر عربن جي دور ۾ يونان کان عربيءَ ڏانهن ۽ عربيءَ کان سندي ڏانهن آيو پر اڄ جي مت موڙيندڙن ان اکر کي ڌرم سان ڳنڍي تاريخي حقيقتن کي منجهائي ڇڏڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي.)

سڀ کان اڳ اها ڳالهه رد ڪجي ٿي ته ڀٽائي ”آسي“ يا اڻڙهيل هو. تاريخ، تعصب ۽ ڏکن تي نه ٻڌبي آهي ۽ نه ڏنهي لکڻ لاءِ لکبي ويندي آهي. ها به اهڙي جنهن جي قدم قدم تي تضاد هجي. تاريخ هڪ تسلسل هوندو آهي جنهن ۾ هوءَ (تاريخ) توريل تڪيل قدم کڻندي آهي. مخصوص دورن ۾ خاص قسم جا رد عمل ڏيندا آهن. ڀٽائي خودئي پنهنجي دور جي وحشپڻي خلاف توريل تڪيل، سگهارو ۽ منطقي رد عمل آهي. ستارهين صديءَ ۾ ڪيس اڻ پڙهيل چوندڙ مير علي شير قانع غير جانبدار ڪونه هو. هو ڪلهوڙا سرڪار جو وظيفي خوار، درٻاري، ۽ وڪاميل دانشور هو، تنهن ڪري ٿي اهڙو رمارڪ ڏيئي سگهي ٿو. خود علي شير قانع جو بچاءُ انهيءَ ۾ هو ته هو هڪ وڪ اڳتي واري نظرئي کي ڪنهن به ايمت تي روڪي. علي شير قانع خود ڪُر هو.

اهي سموريون ڳالهيون ثابت ڪرڻ لاءِ فقط ٻه طريقا آهن: ٻهريون، ته سمورين تاريخن جي عقلي بنيادن تي ڇنڊڇاڻ ڪجي، ۽ ٻيو ته خود ڀٽائيءَ جي نظرئي کي سمجهڻ لاءِ تاريخي ۽ سماجي پس منظر ۾ سندس شاعري کي سمجهي لکيو وڃي. شاهه جو رسالو اها اڪيلي تاريخ آهي جيڪا درٻار جي مفادن کي بچائڻ لاءِ، ڪوڙ تي نه لکي وئي پر عام ماڻهن جي پيڙا خلاف اڻٿڪ جدوجهد جي هڪڙي دور جي تاريخ طور نثر بدران شاعريءَ ۾ لکي وئي. سو ڀٽائيءَ جي هرهڪ سر جي هرهڪ بيت ۾ تنهن وقت جون سماجي حالتون سمايل آهن.

## سرڪاپائتيءَ جو پس منظر

سان اڳ ۾ ٿي چڪو آهيان ته ڀٽائيءَ جي سٽ سٽ تاريخي حوالو آهي، تنهن ڪري ڪاپائتيءَ ۾ به تاريخ جي تصوير چٽيءَ طرح ڏسي سگهجي ٿي. انگريزن جو راڄ ته گهڻو دير سان آيو پر ان کان اڳ ۾ سندن واپار جار وانگر وچائجي چڪو هو ۽ سنڌ جي ڪپڙي، نير، چمڙي ۽ قلمي شوري جي ڪاروبار جي ڪري هو سنڌ تي واپاري تسلط ڄمائي پنهنجي هٿن سان دولت ميڙي انگلستان موڪلي رهيا هئا.

ڪاروبار جيئن ته سڄو اهي انساني محنت تي پرمارت جو، سو انگريز واپاري سنڌ جي پورهيت طبقن جي معاشي طور پٺ سان ڳنڍيل وٺ وڙهڻ جي جيسان وڪوڙي ويا هئا. جوڻ ڪي ته سنڌ تي ڪلهوڙا، مغل ۽ ٽالپر حڪمراني ڪندا هئا پر حقيقت ۾ معاشي ڏور انگريزن جي هٿ ۾ هئي. سر ڪاپائتيءَ ۾ پڻ ڪپڙي جي صنعت جي ڳهوڙلي تي قلم کنيو آهي ۽ اڏائن تي ڪم ڪندڙ پورهيت ڪٽنبن جي معاشي بدحالي، احتجاج ۽ مٿن مڙهيل مجبورين جو احوال ڏنو آهي.

"نه سي وڻ وٽن ۾، نه سي ڪاتاريون
پسيون پاڙاريون، هنئڙو سڄون لوڻ ٿئي."

مٿين بيت ۾ پڌرو آهي، ته ڪپڙي جو ڪاروبار بند ٿي ويو آهي يا بند ٿيڻ وارو آهي. ان جو تاريخي حوالو هيءُ آهي، ته هن دور ۾ ٺٽي منجهه ٽيهه هزار، هالا ۾ هڪ هزار ۽ نصرپور ۾ ٻه هزار ڪوري ڪم ڪندا هئا، جن سان انگريزن سترهين صديءَ جي منڍ ۾ ڪاروبار شروع ڪيو، ڇاڪاڻ ته يورپ جي مارڪيٽ ۾ اهڙو نفيس ۽ سستو ڪپڙو سٺ سيڪڙو نفعي سان وڪامندو هو. هن ڪاروبار لاءِ دهلي جي مرڪزي سرڪار انگريزن کي خاص پروانا ڏنا هئا جو مغلن کي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جا عوضي ڳريون رشوتون (تحفا) ڏيندا هئا. اڪثر سندن تحفا اهڙيون شيون هونديون هيون جيئن بندوقون، آرسيون ۽ ٻيو يورپي صنعتي سامان. سندن ڪپڙي جي خريداريءَ جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو، ته صرف هڪڙي سال ۾ ٺٽي منجهان چار لک ڪپڙي ۽ سٽ جون ڳنڍڙيون روانيون ٿيون. هيڏي ساري واپار هٿان ڪري، ٿيڻ ته ائين کپندو هو ته سنڌ ۾ دولت ڪٺي ٿئي ها ۽ ڪوري شاهوڪار ٿين ها پر ائين نه ٿيو. هڪ طرف ڪوري ڏينهون ڏينهن ويا غريب ٿيندا ۽ بي يقيني، بيزاريت ۽ بدلي پکڙبي وئي ته ٻئي طرف ڪپڙي جي قيمت جيئن پوءِ تيئن وني ڪرندي.

"ڍڳو ٿي ڍير، جانسين رتو راس ٿئي
ٻريءَ بيڪاري سين هاري هاڻ ۾ هير
ڪت ڪتيندين ڪير نتن سين نه چڙهجي."

صورتحال وڃي اها بڻي ته اڏاڻا ۽ چرخيون پراڻا ٿي ويا. تڏهن منجهن اڀري سگهڻ باقي نه هئي ته ڪو نئون چرخو لڳرائي سگهن يا پراڻن اڏاڻن جي مرمت ڪرائي سگهن. پر تڏهن هو مجبوريءَ جي حالت ۾ انهن ئي اڏاڻن تي ڪم ڪندا هئا، ته ڪپڙي ۾ خاميون رهجي وينديون هيون ۽ نفاست نه پهندي هئي.

"تاڃي توريائون ته عيب نڪتا اڳيان"

جڏهن به اهڙي قسم جي صورتحال پيدا ٿيندي هئي، تڏهن انگريز ڪپڙو کڻڻ کان انڪار ڪندا هئا، ڇاڪاڻ ته مال ۾ عيب هوندو هو ۽ اڳيان نفعي گهٽجڻ جو امڪان ٿيندو هو. انگريز اتي ئي ماٺ نه ڪندا هئا، پر اهي شڪايتون وقت جي حاڪمن يعني ڪلهوڙن ۽ مغل نوابن کي ڏيندا هئا ته "ڪوري دوکو ٿا ڪن ۽ ڪوڙو مال ٿا ڏين". تڏهن هو رشوتن جي عيوض ۾ سندن مٿان ڏنڊي ڪورين کي مجبور ڪندا هئا، ته انگريزن کي مطالبن مطابق مال ڏين. ان موقعي تي انگريز ۽ سندس مددگار حاڪم ڏيکين ڏڙين سان حساب ڪتاب وٺندا هئا جنهن ۾ صدائين غريب ڪوري مار کائيندو هو.

"تاڃي توريائون ته عيب نڪتا اڳيان
ڪوڏي ڪاپائتين کي سر ۾ پڇيائون
اگلڙي آئون، مونکان پڙا پڳا نه ٿيا."

پـڙا نه پڄڻ جي معنيٰ آهي ڳنڍيون نه کلڻ. دراصل اهي ڳنڍيون حساب ڪتاب جي انهن اوکن طريقن جون آهن جيڪي انگريز پاڻ سان کڻي آيا هئا. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کان اڳ سنڌ جا ڪوري سکيا هئا، پر فرنگي سرمائيدارن جي مڪارين ڪري صفا محتاج ۽ مفلس ٿي پيا هئا. واپار جي ڏيتيءَ ليتيءَ لاءِ سندن شرط ايڏا ته سنجهيل هئا جو مقامي ڪاريگر سندن چنبن ۾ ڦاسي ٻنهه زرخريد غلام ٿي ويا. اهوئي سبب هو جو سنڌ ۾ سياسي بيچينيءَ جي فضا پکڙجي وئي ۽ هڪ ننڍڙي زميندار جعفر خان جي مدد سان سامان سان ڀريل انگريزي ٻيڙيون لڙهي ويون.

سنڌ ۾ فرنگين خلاف پهرين مزاحمت سترهين صديءَ جي وچ ڌاري ٿي هئي جيڪا پلاسيءَ کان فقط پنجويهه يا ٽيهه سال اڳ ٿي هئي ۽ پوءِ ويهين صديءَ تائين هلندي رهي. هيءَ مزاحمت ان معاشي تسلط خلاف هئي جيڪو انگريز سامراجي ڪردار ادا ڪندي آڪٽوپس وانگر وڪوڙي قائم ڪيو هو. تڏهن ڪمبياري ۽ نصرپور جي ڪورين وقت جي حاڪمن وٽ پڪارون ڪيون هيون، ڇو ڪاڻ ته انگريز ايجنٽ سنڌ جي سادن ۽ ايماندار ڪورين کي اڳواٽ رپيا قرض ڏيندا هئا ۽ پوءِ قرض ۽ وياج هنن زور سان ڪري، سندن تيار ڪيل ڪپڙي جي قيمت پنهنجي مرضيءَ سان مقرر ڪري سستن اگهن تي زبردستي کڻي ويندا هئا. پر جنهن

صورت ۾ ڪمپنيءَ جي ستين سڏي
پوچ ٿئي ۽ دهليءَ جي فرمانروائن
وٽ هوندي هئي تنهن ڪري
انتظاميا، رعايا جي دانون ڪرڪ
پڌڻ بدران ماڳهين سختيءَ سان
سندن پڪارن کي پنجو ڏيندي
هئي.

"ڪو جو وهه ڪاپائتين،
ڪنين ۽ ڪتن،
ڪارڻ سود سواريو، آتڻ
منجهه اچن،
آن جي سونهن سيد چئي،
صراف ئي سڪن،
اکيا سٽ سندن، پائي ترازيءَ
نه توريا."

هن بيت ۾ "سود" جي معنيٰ
نئعو سمجهي وڃي ٿي ۽ "پائي
ترازي نه توريا" جي معنيٰ "بي
ملهه يا قيمتي" ڪري ورتي
وڃي ٿي. پر در حقيقت ملڪ جي
معاشي پس منظر ۾ هنن اکرن جي
معنيٰ ۽ استعمال پيو آهي، يعني
"سود" معنيٰ "وياج" ۽ "پائي
ترازيءَ نه توريا" جي معنيٰ آهي
ته بي انصافيءَ سان سودو ڏنو يا
گهٽ قيمت لڳائي وئي. ان ۾
شڪ ناهي ته ڪورين نفس ۽
مهڻو ڪپڙو اُنو آهي جو پٽني
ان جي شاهدي ڏني ٿو پر اصل
ڳالهه اها آهي ته اهو سڄو
ڪپڙو انگريز بنا ماپ تور ڪرڻ
جي يعني پنهنجي مرضيءَ سان
(گهٽ) قيمت مقرر ڪري زبردستي
کڻي وڃن ٿا.

"مت ائين جو مقرّو، جي اُر
۾ پچائن
آواز ارٽ جو، ساهه نه سٽائين
لڪائيو لطيف چئي ڪنيو ڪتائن
جي ماڻڪ موڙائين: توءِ ملهه
مهانگو ان جو."

۽ انهن جن مجبورن ڪان ۽
وات جي حاڪم خلاف احتجاج
ڪندي ڪم بند ڪري ڦيڪڙن
کي تالا لڳائي ڇڏيا تن جو ذڪر
ڪندي پڇي ٿو:

"اولائيا ارٽ، ڪڏانهن ڪتڻ
واريون؟
پهيون سٽي پٽ تي، لڙجن
لاڪيڙن جون."

ٻئي بيت ۾ پڌائي ٿو:
"ڪتي ڪتي ڪالهه، اڄ نه
آتڻ آئيون،
ارٽ آڪلي مالهه، پوري وئيون
نجهرا."

هنن ٻن بيتن مان گمان ٿئي ٿو ته
هيءُ احتجاج هو، هڙتال هئي،
ڇو ته ڪم هڪدم بند
ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن فقط
نقصان جي خيال کان ڪم بند
ڪيل هجي ها ته سڀ ڪڏهن هڪدم
نه وڃن ها پر آهستي آهستي عمل
ٿئي ها. هنن بيتن مان اوچتي يا
هڪدم ۽ گڏيل ڪارروائي
محسوس ٿئي ٿي. جيڪڏهن اها
واقعي هڙتال آهي ته پوءِ اها
ڳالهه سچي هوندي ته هيءَ سچي
سنڌي ڪنب جي پهرين منظم هڙتال
هئي جيڪا ريڪارڊ ٿي. هڙتال
جو جديد فلسفو، صاف ٿي گهڻو
دير سان (هڪ سئو سال پوءِ) آيو.
اصل ۾ هيءُ ان اڻ ڳڻيل گڏيل
سوچ جو ثبوت آهي جيڪو هن
خطي ۾ وڏي رهيو هو.

پٽنيءَ ڪورين لاءِ جيڪو
اونو ڏيکاريو آهي سو دراصل
پورهيت طبقي لاءِ آهي. جيتوڻيڪ
وٽس ڪو مڪمل سائنسي طريقو
ڪونهي پر ان وقت ۾
"ايمانداري" ۽ ان تي بيهڻ
ئي اهو قدر هو جيڪو ڪنهن
متحرڪ انقلابيءَ جي سڃاڻپ
ڪرائي سگهيو ٿي. پٽائي پنهنجي
ايمانداريءَ سان "چرخي" جي
ڦرڻ ۾ پورهيت جي بقا ڏسي ٿو
پوءِ کڻي ان کي ڪيتري به گهٽ
اجرت ملندي هجي. پر هڪ ڳالهه
۾ پٽائي واضح آهي ته اڪيلي
سر محنت اجائي آهي ۽ چرخي
کي ڦرائڻ جي عمل ۾ به
اجتماعيت ضروري آهي.

"توڻي تون ڪتار، حرم ڪلي
پورئين
ڏني ڪا ڏنڊ، صراف انهين
سٽ ۾."

پٽائيءَ هڪ ٻي جڳها
چرڪ نيندڙ ڳالهه چئي آهي سا
آهي پورهيت جي سڃاڻپ جي
مسئلي تي ۽ ڪم جي اهت جي
مسئلي تي. انسان پيداواري رشتن
جي عمل سان ڪيترو ڳنڍيل
آهي ۽ سندس سڃاڻپ ان سان
ڪيتري ڳنڍيل آهي، تنهن لاءِ
چوي ٿو:

"جان ڪتين تان ڪت، هيءَ
هڏ وهائي،
ڪاپائتي سڀ ڪا، ڪتي
سيبائي،
چاتو جن چاتي، تن هٿان پٺي
نه ڇڏي."

پٽائي لاڳيتي عمل ۾ بس
يقين رکي ٿو ۽ پيداوار ۾ به.
(سنياسي ۽ دنيا ترڪ ڪندڙ
پيداوار بابت بحث نه ڪندا آهن.
سندن دائرو غير پيداواري هوندو
آهي) لطيف انساني هٿ جي
عظمت بيان ڪندي چوي ٿو:

"سون ساريڪا هٿڙا، ڪوهه نه
ڪتين رڏ؟
ويهي ڪنب ڪاپوڪر، ڳهتون
ڪوهيون ڇڏ،
صرافئي سڏ، مرڪيو هوس
سٽائين."

پورهيوني انسان جي ڪرت آهي
جنهن سان هو دنيا کي ڏني ٿو ۽
موٽ ۾ اهو حاصل ڪري ٿو جنهن
جي کيس ضرورت آهي. پر اهي
جيڪي پڻ پورهيو نٿا ڪن ۽ ٻين
جي محنت تي بار ٿي حصو وٺڻ
گهرن ٿا، يا اهي جيڪي آيت جي
عمل ۾ نيوار نٿا ڏين سي ننڍڻ
جهڙا آهن. پٽائي جي پنهنجن اکرن ۾:
اڄ ٻڻ آڄهڻ کي سرين، نڪي
ڪتءِ ڪال،
پوري! تو سين پال، ڪانڌ
ڪرينڊو ڪترا!"

(هٿين بيت ۾ ڪانڌ جي
معنيٰ "ساٿي" وٺڻ گهرجي)
"اڄ ٻڻ آڄهڻ کي سرين،

ڏسو صفحو ٧٢






هڪ ڏينهن، آمريڪا ۾ هوسٽن جي هڪ مڪاني ريڊيو اسٽيشن تان هندي پروگرام ٻڌي رهيو هوس ته اعلان ٿيو ته ڀارت جي ٻن عظيم موسيقارن شنڪر جيڪشن جن مان هڪ لاڏاڻو ڪري چڪو آهي، تن جي ياد/ مان ۾ ”شنڪر جيڪشن نائيٽ“ ملهائي ويندي ۽ اهو پروگرام هوسٽن جي ”ارينا هال“ ۾ ٿيندو - انهي موقعي تي مشهور ڳائڻو طلعت محمود به پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندو. انهيءَ کان علاوه اداڪار رشي ڪپور (مشهور فلمي اداڪار راجڪپور جو پٽ) فلمساز ۽ اداڪار شمي ڪپور ڳائڻا ۽ فلم اسٽار جهڙوڪ انور (عظيم ڳائڻي محمد رفيع مرحوم جو شاگرد) فلمي اداڪارائون مالها سنها ۽ اوشا تيمتي، مزاحيه اداڪار جلال به پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا.

گهٽ ۾ گهٽ ٽڪيٽ پندرهن ڊالر هئي. ٻهريان سوچيم ته مون جهڙي سياح لاءِ، پرديس ۾ ١٥ ڊالر به گهڻا آهن پر پوءِ طلعت محمود جي هڪ مجبور ڪري وڌو ته دل تي پٿر نه ته مرونو رکي اهو نقصان برداشت ڪريان. ان تان هڪ لطيفو ياد آيو ته هڪ پيري ڀيءُ ۽ پٽ وڃي رهيا هئا. ته واٽ تي هڪ ماڻهو ڪڏين جيڪو پيسي پلو وڪڻي رهيو هو. پلي ڪي ڏسي پٽ جي وات ۾ پاڻي اچي ويو سو پيءُ کي چيائين ته ”بابا.. بابا پيسي، پلو وڪامي ٿو، وٺون“، جنهن تي پٽس چيس ته ”پٽ پلو مهانگو آهي“. خير پيئي هليا ويا. موٽ تي ڪين سوري ساڳيو ماڻهو ڏٺيو جيڪو رڳي پلو وڪڻي رهيو هو. پٽ وري به پيءُ کي ٻڌايو جنهن تي پٽس چيس ته ”پلو سستو آهي - وٺون ٿا“. اها ڳالهه ٻڌي پٽ جو حيران ۽ پريشان ڏسي هڪ قدرتي ڳالهه هئي سو ان جو سبب پڇيائين، جنهن تي پٽس سمجهائي ڏيندي چيس ته جنهن وقت پئسي پلو ملي رهيو هو ان وقت ڏوڪڙ ڪونه هئا، تنهن ڪري مهانگو هو ۽ جڏهن رڳي پلو ملي رهيو هو ته ان وقت ڏوڪڙ هئا، سو مهانگو سمجهي ورتم. مون سان به ڪجهه اهڙي حالت هئي. بهرحال دل مٿي هٽي ويسٽ هيمر روڊ تي، پٽيل برادرس کان ٽڪيٽ اڳواٽ خريد ڪري آيس.

عزيز ناريجي سان گڏ ارينا هال ۾ پهتس. موٽر ڪار کي ڇهين ماڙ تي ڪار پارڪنگ واري بلڊنگ اندر بيهاريوسين. آمريڪا ۾ ڪار پارڪنگ جو وڏو مسئلو آهي، تنهن ڪري ڪارون بيهارڻ لاءِ گهڻ-ماڙ بلڊنگون ٺاهيون اٿن.

هال ۾ ڏهه هزارکن آدم-مايل هو. گول هال اندر هڪ گول ڦرندڙ اسٽيج ٺهيل هئي. ڪڏهن اتڙ ته ڪڏهن سبتڙ، ته جيئن سڀني کي ’درشن‘ ڪرڻ جو پورو پورو موقعو ملي. گهڻو ڪري سڀيئي ماڻهو فيملين سان گڏ آيا هئا. شايد ٺي ڪي ٿورا اسان جهڙا بدنصيب هئا جيڪي اڪيلا آيا هئا.

اهڙا پروگرام، ڏيساور ۾ اڪثر ٿيندا رهندا آهن. اسانجا

سنڌي دنيا جي مختلف ملڪن ۾ وڃي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن جن ۾ ڀارت، سنگاپور، هانگ ڪانگ، دبئي، مليشيا، انڊونيشيا، ٿائلينڊ، جپان، نائيجيريا، برطانيا، آمريڪا ڪينيڊا وغيره شامل آهن. هوسٽن (ٽيڪساس) ۾ به ڪجهه وقت اڳ مشهور فنڪار محمد رفيع (مرحوم) آيو هو جنهن جون يادون اڃان جي ماڻهن کان اڃا تائين نه وسريون هيون. طلعت محمود پروگرام کان هڪ هفتو پوءِ، پاڪستاني فنڪاره مني بيگم ۽ ڪراچي ٽيليويزن جي مشهور پروگرام ”ففٽي ففٽي“ جو سنڌي اداڪار ماجد جهانگير به آيو هو. ماجد جهانگير تي الائجي ڇو، ڪراچي ٽيليويزن وارا ڏمرجي پيا آهن، شايد جڏهن کان ماجد جهانگير ڪراچي ٽيليويزن جي ”سياست“ جو شڪار بڻيو آهي، تڏهن کان هن، ڊيساور ۾ پروگرام ڪرڻ تي گهڻو زور ڀريو آهي.

طلعت محمود جي پروگرام ۾ ڪنهن گڙٻڙ پيدا ٿيڻ جو امڪان گهٽ هو ڇاڪاڻ ته اڪثر ڏٺو ويو آهي ته هندستاني فنڪار پنهنجي واعدي جا پڪا آهن تنهنڪري، ڏنل ٽائيم تي اچن ٿا. جڏهن ته پاڪستاني فنڪار، عين موقعي تي وڌيڪ پئسن جو مطالبو ڪري، انڪار ڪري ڇڏين ٿا جنهنڪري هزارن ماڻهن کي پريشان ٿيڻو پوي ٿو انهن ۾ نورجهان ۽ ۽ مهدي حسن شامل آهن.

رات جو اٺين وڳي پروگرام شروع ٿيڻو هو پر ڪجهه دير ٿي وڃڻ جي باوجود پروگرام اڃا شروع نه ٿيو هو. جڏهن فنڪار پهتا ته تڏهن راز کليو ته شڪاگو کان ايندڙ سپيشل جهاز ليٽ پهچي رهيا آهن.

بهرحال، هنن اچڻ سان، دير پهچڻ تي معذرت ڪئي. هال ۾ ويٺل سڀني ماڻهن تاڙيون وڄائي سندن آدرڀاءُ ڪيو.

طلعت محمود اسٽيج تي آيو ۽ جڏهن پنهنجا پراڻا ۽ سدا حيات گانا ٻڌايائين ته چوڌاري واهه واهه جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا.

طلعت چيو ته اوهان سان ملي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي آهي. حياتيءَ تي ڪهڙو ڀروسو آهي. بهرحال، جن به فرمائشون ڪيون آهن سي پوريون ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس. طلعت محمود ڳاچو ڪٺي ڳائڻ شروع ڪيو ته هر طرف خاموشي ڇانئجي وئي، ۽ هال جي رنگا رنگي بتين، گول ڦرندڙ اسٽيج جو وڻندڙ نظارو پيش ڪيو جو ڏسڻ وٽان هو. طلعت جي آواز ماڻهن جون پراڻيون يادون تازيون ڪري ڇڏيون. سندس پرسوز گانن، ماڻهن کي روئڻهارڪو بڻائي ڇڏيو. منهنجي خيال ۾ طلعت محمود به انهن عظيم فنڪارن سان هڪ آهي جيڪي ورلي پيدا ٿيندا آهن.

اوشا ٽيمتي ۽ فلم اسٽار مالها سنها به مختلف فلمي گانا ڳايا پر فلمي هيرو رشي ڪپور ڊگهي تقرير ڪري ماڻهن کي ڏاڍو بور ڪيو. سندس چاچو فلم اسٽار ۽ فلمساز شمي ڪپور جڏهن آيو ته ماڻهن تاڙيون وڄائي سندس آدرڀاءُ ڪيو ڪيس ڳچيءَ ۾ ڳانا پيل هئا. مسلمانن کي سلام، هندن کي نمستي، آمريڪن کي گڊنائيٽ ۽ ٻين کي مختلف سلام ڪيائين ۽ چيائين ته اسان جتي به ويا آهيون اتي اسانجو شاندار پروگرام ٿيو آهي. رات شڪاگو ۾ هئاسين ته ٽين بجي تائين پروگرام هليو. هن چيو ته اسان کي آمريڪا ۾ اچي ڏاڍي خوشي ٿي آهي جو هن ملڪ جو صدر به فلمي اداڪار آهي. (ياد رهي ته صدر ريگن به فلم ايڪٽر رهيو آهي)

فنڪشن جي هڪ خاص ڳالهه محمد رفيع جو شاگرد، انور هو. صحتمند جسم جو مالڪ هي نوجوان جڏهن اسٽيج تي آيو ته هن عظيم فنڪار محمد رفيع جون سڪون لاهي ڇڏيون هن ماڻهن کي رفيع جي ياد ڏياري هئي تنهن ڪري ڪيترن ماڻهن جي اکين مان، هن عظيم فنڪار جي ياد ۾، مون ڳوڙها وهندي ڏٺا. جيڪڏهن انور کان ڳانو ڳائي، ڪنهن کي انور جي صورت ڏيکارڻ کانسواءِ ٽيپ آواز ٻڌائي پڇجي ته هي ڪنهن جو آواز آهي ته پڪ چائو ته هو چوندو ته هيءُ رفيع جو آواز آهي. ساڳي حالت اسان جي عظيم فنڪار محمد ابراهيم مرحوم جي شاگردن جي آهي جيڪي ابراهيم جي آواز ۾ ڳائن ٿا.

ان کان پوءِ هڪ ڀيرو وري فلمي هيرو رشي ڪپور آيو جنهن هن طرح سان ماڻهن کي خطاب ڪيو ”منهنجا پيارا ۽ جلال جون ڀيرون! هت جلال جو مطلب جلال چانڊيو ڪونهي پر جلال ڀارت جو هڪ مزاحيه اداڪار آهي جيڪو ان وقت اتي موجود هو ۽ مختلف طريقن سان اداڪاري ڪري، ماڻهن کي کلائيندو رهيو هو.

هڪ ڀيرو وري به طلعت محمود آيو، جنهن پنهنجي مخصوص انداز ۾ پنهنجا گانا ٻڌايا. ماڻهن ڪلاسڪ مشهور پارٽي پراڻين فلمن جا گانا ٻڌڻ لاءِ فرمائشون جيڪي هن پوريون ڪيون. هن پنهنجي وڏائيءَ ڪجهه به نه چيو. نهايت انڪساري، قرب ۽ سڪ سان، ڪڏهن ڪڏهن ڳالهائيندو به رهيو. ان ڏان مون کي پاڪستان جو فنڪار مهدي حسن ياد اچي

ويو، جنهن جي، جڏهن ”سر جي ديوي“ لتا منگيشڪر آل انڊيا ريڊيو تي ڏنل هڪ انٽرويو ۾ سندس ساراهه ڪئي هئي ته ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ اخباري بيان ۾ چيائين ته ”مون وٽ هڪ اهڙو سر آهي جنهن جي ڳائڻ سان ٽيبل تي رکيل شيشي جو گلاس ٽٽي پوي ٿو.“ مهدي حسن جا اهي ريمارڪ جڏهن مون هوسٽن ۾ پنهنجي هڪ دوست اڪبر بلوچ کي ٻڌايا ته ان تي چيائين ته ان ۾ ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي. وڏي واڪي ڳالهائڻ يا ڳائڻ سان به گلاس ٽٽي پوي ٿو. بهرحال اصل حقيقت جي خبر هڪ مهدي حسن کي ۽ ٻي اڪبر بلوچ کي.

بهرحال طلعت محمود جا گانا روبرو ٻڌڻ کانپوءِ اهو احساس ٿيم ته ٽيڪنيڪ جا ڍوڪر اجايا نه پر سجايا ٿيا آهن جيتوڻيڪ ظالم وقت طلعت جي پياري ۽ مٺڙي آواز ۾ ٿوري لرزش پيدا ڪري ڇڏي هئي.

آخر ۾ فلمي اداڪار رشي ڪپور آيو جنهن ماڻهن کي ڏاڍو بور ڪيو ۽ پنهنجا ڏاڍي جا پسنديده شعر ماڻهن کي زوري ٻڌائڻ لڳو جنهن ڪري ڪيترا ماڻهو جلد اٿي ويا.

ٻئي ڏينهن سوچيم ته طلعت محمود جو هلال پاڪستان لاءِ خاص انٽرويو وٺان، اهو سوچي ڪئميرا هٿ ڪيم، پٽيل برادرس کي فون ڪيم پر طلعت محمود جو ڏس پتو نه مليو. بعد ۾ خبر پئي ته طلعت محمود، ڪنهن ٻئي شهر ۾ پروگرام ڪرڻ لاءِ نڪري ويو آهي. اصل فنڪار آمريڪا ۾ اچي ڏاڍي مصروف زندگي گذارن ٿا. سندن حقيقي قدر پاهر ٿئي ٿو. بهرحال، طلعت جو انٽرويو وٺي نه سگهيس جنهن جو مون کي افسوس آهي پر جڏهن سندس مٺڙي آواز جو پڙلاءُ اڃ به ڪنن تي پوي ٿو ته دل ۾ هڪ قسم جي خوشي محسوس ٿئي ٿي ته مونکي به، هن عظيم فنڪار کي روبرو ڏسڻ جو موقعو مليو آهي!

مصور پير بخش لاڙڪ جو

- - - - - -

سيلف پورٽريٽ

# ماڻهو نشو چو ٿا ڪن

## ٽالسٽاءِ

سنڌيڪار: پير بخش لاڙڪ

ماڻهو پنهنجو پاڻ کي مدهوش ڇو ٿا ڪن؟

نشيدار شين واپرائي پاڻ کي هوش مان ڪيڻ واري حقيقت لاءِ ڪهڙو بهانو بنائي سگهجي ٿو؟

مثال، شراب، بيئر، چرس، گانجو، آفيم، تماڪ ۽ ٻيون شيون جيڪي عام ناهن، جهڙوڪ ايٿر، مارفيا وغيره وغيره ........ انهن نشيدار شين جو استعمال ڇو شروع ٿيو؟ انهن جو استعمال ايترو جلدي عام ڇو ٿي ويو؟ مهذب ۽ غير مهذب ماڻهن ۾ انهن شين جو وڪرو ڏينهون ڏينهن وڌي ڇو ٿو ........ ۽ ڪهڙي ڳالهه آهي جو جتي شراب يا بيئر نه ملي سگهي، اتي آفيم، گانجو ۽ چرس وغيره جو واهپو عام آهي ۽ تماڪ ته دنيا جي هر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پيتو ٿو وڃي.

ماڻهو پنهنجو پاڻ کي مدهوش ڇو ٿا ڪن؟

توهان ڪنهن کان اهو سوال پڇو، ته "تو ڇو پيئڻ شروع ڪيو، ۽ اهو، ته هاڻي تون ڇو ٿو پين." ته گهڻو ڪري ورائيندو، ته شراب خوشگوار شيءِ آهي... ۽ ... ٻيا به ته پين ٿا". شايد اهو هي به چئي ته "سان پيان ٿو انلاءِ جو ان سان فرحت ٿي حاصل ٿئي" ۽ اهي ماڻهو جن اڄ تائين ان ڳالهه تي غور ڪرڻ جي تڪليف نه ڪئي آهي، ته شراب سٺي شئي آهي يا خراب. پنهنجي جواب ۾ اهو چوندا ته، صحت قائم رکڻ لاءِ شراب پيون ٿا...!

... پر اهو هڪ اهڙو بيان آهي جيڪو اڄ کان گهڻو وقت اڳي بي بنياد ثابت ٿي چڪو آهي.

ڪنهن تماڪ ڇڪڻ واري کان پڇو ته سائين توهان ڪهڙي ضرورت سبب تماڪ ڇڪڻ شروع ڪيو، ۽ هاڻي توهان تماڪ ڇو ٿا ڇڪيو؟ تہ جواب ڪجهه هن قسم جو هوندو "وقت ڪاٽڻ لاءِ هر شخص تماڪ ڇڪي ٿو"!

وقت ڪاٽڻ لاءِ، فرحت حاصل ڪرڻ لاءِ ... جي ڪڏهن ڪو ماڻهو آڱرين سان ويهي چپٽيون وڄائي، سيٽيون وڄائي يا ڪجهه جهونگاري يا ان قسم جي ڪا ٻي حرڪت ڪري ته ان تي ڪو اعتراض ڪونه ٿو ٿي سگهي. ڇو ته ان تي ڪنهن جي دولت خرچ ڪونه ٿي ٿئي. ۽ نه ڪا اهڙي شيءِ خرچ ٿي ٿئي، جنهن جي ٺاهڻ تي گهڻو پئسو ۽ محنت صرف ٿي هجي. انڪان سواءِ نہ پاڻ کي ۽ نہ ٻين کي ڪو ڏک ٿي رسي ٿو سگهي. پر تماڪ، شراب، چرس ۽ آفيم ٺاهڻ تي لکين ماڻهن جي محنت صرف ٿئي ٿي ۽ ڪروڙين ايڪڙ زمين پنگ، پست جي ڏوڏي، انگور ۽ تماڪ جي پوک لاءِ سيڙائي ٿي وڃي. ان سان گڏ لاڳيتو نقصان ڏيڻ واريون شيون نهايت ٿي پوائتا نقصان پيدا ڪرڻ جو سبب پيدا ڪرڻ جون ذميوار آهن، ۽ ماڻهن کي اڻ ڳڻين مرضن ۽ لڙاين کان به وڌيڪ تباهه ڪنديون آهن. اهي سڀ حقيقتون پڌري پٽ آهن. ان ڪري ظاهر آهي ته انهن جو استعمال "وقت ڪاٽڻ لاءِ" "فرحت حاصل ڪرڻ لاءِ" سبب ناهي ۽ نه اهوئي بهانو برابر آهي ته هر شخص پيئي ٿو.

ان جي پيئڻ جو ڪو ٻيو ئي سبب آهي.

اسان روز اهڙن ماڻهن سان ملون ٿا، جيڪي پنهنجي ٻچن ٻارن سان پيار ڪندا آهن ۽ انهن لاءِ هر قسم جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار هوندا آهن، پر هو ان جي بدران شراب، پنگ، آفيم يا چرس تي ايترا پئسا خرچ ڪندا آهن جن سان سندن عيال جي حالت سٺي ٿي سگهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي اهل و عيال جي ضرورت ۽ انهن جي تڪليفن تي مدهوش ڪرڻ وارين شين کي ترجيح ٿو ڏئي، ته پوءِ ٻيو ڪو "معقول" عذر هوندو!! هتي وقت ڪٽڻ ۽ فرحت حاصل ڪرڻ لاءِ، يا هر شخص پئي ٿو وارو دليل نٿو ڏئي سگهجي. ڪو ٺوس سبب ان فعل سان لاڳو آهي. اهو ٺوس ڪارڻ......

جيئن مون ان موضوع تي مطالع ۽ ٻين ماڻهن جو مشاهدو ڪري، خاص طور تي پنهنجي نشي واپرائڻ واري حالت پرکڻ بعد هيٺين ريت نتيجا ڪڍيا آهن:

جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي زندگي تي نظر ڪري ته، اڪثر هو پنهنجي اندر ٻن هستين کي موجود ڏسندو، هڪ اندي ۽ جسماني ٻي ذهن واري.

جسماني وجود کائي ٿو، پئي ٿو آرام ڪري ٿو، سوچي ٿو، وڌي ٿو ۽ چرپر ڪري ٿو ۽ ذهني وجود، جيڪو ڏسي ٿو يعني بصارت جو مالڪ آهي سو حيواني وجود سان پڌل آهي، اهو پنهنجو پاڻ ڪجهه نٿو ڪري. صرف پنهنجي ساٿيءَ جون حرڪتون جاچيندو ٿو رهي. جڏهن اهو جسماني وجود جي ڪنهن عمل کي پسند ٿو ڪري ته ان جي اند ملي ٿو وڃي. ۽ جڏهن ڪيس ڪو عمل نہ ٿو وڻي ته ان کان

ڏار ڏي وڃي ٿو.

ان مشاهدي ڪرڻ واري وجود جي نشبيهه ”مقرين ڪمپاس“ جي مٿين حصي سان ڏني سگهجي ٿي، جنهن جو هڪ پاسو اتر ۽ ٻيو ڏکڻ طرف رهي ٿو. اسان کي اصل نقطو ۽ ان جي مٿي جي فرق جي خبر صرف ان وقت پوندي، جڏهن اسين غلط طرف وڃي رهيا هجون. ٺيڪ ان طرح شعوري وجود (جنهن جي اظهار کي اسين عام طور ضمير ٿا چئون) جو هڪ پاسو خرابيءَ واري پاسي ٿو رهي ۽ ٻيو سڃائي جي طرف. ان روحاني وجود جي موجودگيءَ کان باخبر رهڻ لاءِ ڪو اهڙو عمل ڪرڻو پوندو، جيڪو ضمير جي خلاف هجي ڇاڪاڻ ته حيواني وجود جو رخ ان مقام تان هٽي ويندو جنهن جي طرف ضمير اشارو ڪندو ٿو رهي.

جيئن ڪو جهاز وارو، جنهن کي خبر پئجي وڃي ته هو غلط رستي تي وڃي رهيو آ، اهو جيستائين ڪمپاس مطابق پنهنجو رخ ٺيڪ نه ڪندو يا پنهنجي ان غلطي واري احساس کي بالڪل نه مٽائي ڇڏي، هو جهاز نٿو هلائي سگهي ۽ نه ئي بادبانن کان ڪم ٿو وٺي سگهي. ائين اهو ماڻهو، جيڪو پنهنجي حيواني وجود جي حرڪتن ۽ ضمير واري آواز جي پنهي ڌرين کان آگاهه آهي، صرف ان ئي صورت ۾ پنهنجو ڪم جاري رکي ٿو سگهي. جيڪڏهن هو ضمير جي گهرجن سان هڪ جهڙائي ڪري يا ٻوءِ حيواني وجود جي غلط رويي تي ضمير جي اشارن کان اکيون پوري. انساني زندگي هنن ٻن سرگرمين تي ٻڌل آهي.

١- پنهنجي ڪمن کي ضمير سان ملائڻ.

٢- ضمير جي آواز تي پنهنجا ڪن بند ڪري ڇڏڻ ته جيئن ”معمول“ مطابق زندگي بسر ڪري سگهجي.

ڪي ماڻهو ٻئين ڳالهه تي عمل ڪندا آهن ۽ ڪي پهرينءَ تي. ٻئين ڳالهه رڳو اخلاقي روشني سان حاصل ٿئي ٿي ۽ ٻئي ڳالهه جي لاءِ يعني ضمير جي ڳالهه تي ڪن بند ڪرڻ لاءِ ٻه ذريعا آهن. هڪ خارجي ٻيو اندروني. خارجي طريقو اهو آهي ته پاڻ کي اهڙن مشغلن ۾ مصروف رکيو وڃي جو اسان جو ڌيان ضمير جي اشارن کان هٽائي رکي، ۽ اندروني ذريعو اهو آهي ته خود ضمير جي ئي روشني کي آهستي آهستي گل ڪيو وڃي ۽ ان ۾ اونده پيدا ڪئي وڃي. پنهن جي ماڻهون جي شين کي ڏسڻ لاءِ ماڻهوءَ وٽ ٻه طريقا آهن. هڪ اهو ته اکيون مٽائي ڪنهن ٻي شيءِ کي ڏسڻ شروع ڪري ڏجي، جيڪا وڏيڪ وڻندڙ هجي. ٻيو اهو ته پنهن جي اکين جي بشارت کي مسرور ڪيو وڃي ان ئي طرح ماڻهو ضمير جي آواز تي پنهن جا ڪن ٻن طريقن سان بند ڪري ٿو سگهي. پهريون طريقو خارجي آهي يعني اهو ته هو پنهن جو توجهه مختلف مشغلا، ڳٺيون، ڙاندين وغيره جي پاسي لڳائي ڇڏي ۽ ٻيو طريقو اندروني آهي. يعني هو ڌيان پيدا ڪرڻ واري عضوي کي ئي بيڪار ڪري ڇڏي. انهن ماڻهن لاءِ جن جي احساس واري قوت مڏي ٿيندي آهي، جن جا اخلاقي احساس محدود ٿيندا آهن. پاهريون تفريحون گهڻو ڪري ان ڳالهه لاءِ هونديون آهن ته هو ضمير جا اشارا نه سمجهن. پر جيڪي ماڻهو اخلاقي طرح تي ڪافي حساس ٿيندا آهن تن لاءِ اهڙيون تفريحون اڻ پوريون ٿينديون آهن. پاهريان ذريعا پوري طرح سان شعور ۽ ضمير جي آواز کي نه ٿا دٻائي سگهن ۽ نه اهي شعور جي گهرجن کان اسان کي قطعي طور تي غافل ڪري ٿيون سگهن. ان لاءِ ظاهر آهي ته اهو احساس، اهو شعور اسان جي زندگي ۾ رڪاوٽون وجهڻ شروع ڪندو. هاڻي جيڪي ماڻهو پنهن جا ڏينهن اگهي وانگر گذارڻ گهرن ٿا، اهي اندروني پروسي جوڳي طريقي کي استعمال ڪندا آهن يعني اهو ته ضمير ئي کي اونداهو بنائڻ گهرجي تنهن ڪري ان لاءِ هو دماغ کي مدهوش بنائڻ وارين شين سان زهريلو ڪندا آهن. انهن جو استعمال صرف ان لاءِ ڪيو ويندو آهي ته ضمير جي مطالبن کان پاڻ کي لڪائي سگهجي.

مان هڪ ڏينهن بازار مان وڃي رهيو هوس ته منهنجي پرسان ٻه گاڏي وارا گذريا. انهن مان هڪڙو ٻئي کي چئي رهيو هو ”برابر جڏهن اسان هوش ۾ هجون ته اهڙو ڪم ڪندي اسان کي شرم ٿيندو آهي.“ جڏهن ماڻهو هوش ۾ هجي ته ان کي ڪو خاص ڪم ڪندي شرم محسوس ٿيندو آهي ۽ جڏهن هو شراب جي نشي ۾ هجي ته ان کي اهوئي ڪم ٺيڪ معلوم ٿيندو آهي. انهن لفظن ۾ اهو سبب لڪل آهي جيڪو ماڻهن کي مدهوش ڪرڻ وارين شين ڏي هرکائي ٿو. ماڻهو انهن شين کي ان لاءِ استعمال ڪندا آهن، ته شرم جي انهن احساسن کي گهٽائين جيڪي ڪنهن غلط ڪم ڪرڻ وقت پيدا ٿين ٿا يا اڳي ئي پاڻ تي اهڙي حالت مڙهن ٿا جن ۾ هو ضمير جي خلاف ڪم ڪري سگهن. ٻين لفظن ۾ هو پنهنجي حيواني وجود جي اطاعت ڪري سگهن. هوش جي حالت ۾ ماڻهو ڇڪجي ويندي دٻجي ٿو. چوري ڪرڻ کان خوف ٿو ٿئيس ۽ ڪنهن کي قتل ڪرڻ جي جرئت نٿو ڪري

سگهي. پر اهي سڀئي ڪم ڪو شرابي ڪري سگهي ٿو. انڪري اهو ثابت ٿيو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ضمير جي خلاف ڪم ڪرڻ چاهي ته پاڻ کي مدهوش ڪرڻو پوندو آهي. مون کي ان پورچي جو بيان ياد آهي، جنهن پنهنجي هڪ ڪراڙيءَ مائٽياڻي کي قتل ڪيو هو. ان عدالت ۾ چيو هو ته جڏهن هن پنهنجي نوڪرياڻي کي ٻاهر موڪليو ۽ ڪم ڪرڻ جو وقت ويجهو اچي ويو ته هن چاقو کڻي سندس ڪمري ۾ وڃڻ چاهيو، پر هن جي دل ۾ خيال آيو ته هو هوش جي حالت ۾ اهو ڪم نه ڪري سگهندو. ۽ هن موڙي پر گلاس وسڪي جا پيتا ۽ پاڻ کي قتل ڪرڻ لاءِ تيار سمجهيو ۽ هن ڪمري ۾ وڃي ڪراڙي کي قتل ڪيو. اتي ان ڳڏي واري جي ڳالهه ياد ٿي اچي ته جڏهن اسين هوش ۾ هجون ته اهڙو ڪم ڪندي شرم محسوس ٿيندو آهي. ڏهن مان نو ڏوهه انهيءَ طريقي تي ڪيا ويندا آهن يعني ان ڳالهه تي عمل ڪيو ويندو آهي "همت حاصل ڪرڻ لاءِ شراب پيو".

اهي عورتون جيڪي پنهنجي عصمت وڃائين ٿيون، انهن ۾ اڌ اهڙيون هونديون آهن جيڪي شراب جي نشي ۾ پنهنجي زندگي جو بهترين زيور لاهي اڇلائي ٿيون ڇڏين. ويشيائن وٽ اڪثر اهي ئي ماڻهو ويندا آهن جيڪي شرابي هجن ڇو ته ماڻهو شراب جي ان اثر کان واقف آهن ته هي ضمير جو آواز بلڪل دٻائي ٿو ڇڏي ان ڪري هو چاڙهي واڻي ان ڪم لاءِ پيئندا آهن.

ماڻهو صرف پنهنجي ضمير جي آواز کي دٻائڻ لاءِ نه پيئندا آهن، پر ٻين کي به پنهن جي ضمير کان غافل ڪرڻ لاءِ شراب پياريندا آهن. جنگ ۾ دوبدو لڙائي جي وقت به ائين ڪيو ويندو آهي. سٽو پول تي جڏهن فرانسيسي فوجن حملو ڪيو هو؛ ته هو سڀ جا سڀ نشي ۾ مخمور هئا.

جڏهن ڪنهن جڳهه تي قبضو ڪيو ويندو آهي ۽ فوجي اتان جا بي ڏارو مددگار ٻارن ۽ ٻوڙهن کي مارڻ کان انڪار ڪندا آهن ته عام طور تي انهن کي شراب سان مدهوش ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا ويندا آهن. اهڙن ماڻهن جا ڪي مثال موجود آهن جن کو غلط ڪم ڪرڻ کان پوءِ شراب نوشي شروع ڪئي. چاڪاڻ ته هو پنهنجي پشيماني ختم ڪرڻ پيا چاهين انڪري هنن پاڻکي مدهوش ڪرڻ شروع ڪيو. اهو سڀ ماڻهو ڄاڻن ته اهي ماڻهو جيڪي خراب زندگي گذاريندا آهن، منشيات ڏانهن جلد ڇڪبا آهن. چور، لوفر، رهزن ۽ ويشيائون بنا نشي جي زنده نٿا رهي سگهن. هر شخص اهو چاڻي ٿو ۽ تسليم ٿو ڪري ته مدهوش ڪرڻ وارين شين جو استعمال غلط آهي.

(هلنڊ)

## بقايا پٽائيءَ جي ڳولا

نڪي ڪتهءِ ڪال،
مونا ان جي اکڙيا، ارڻ
ڍرڪي مال —
هاءِ! تنين جي حال، جن ڪاهي
منجهان ڪين ڪيو"

هنئين بيت ۾ به اهم ڳالهيون چٽيون نظر اچن ٿيون. پهرين آهي بين الاقوامي پورهئي جي باري ۾، ۽ ان جي ابتري ٿي سيتا جيتري پنهنجي مقامي پورهئي يا پورهيت جي آهي. ٻي ڳالهه آهي تاريخي ذڪر جي. تنهن وقت سنڌ جي پنهنجي صنعت زوال پذير هئي، تهڪري هتي ڪابل ۽ عرب منجهان اوني ڪپڙو وڪڻجڻ ايندو هو ۽ ڪجهه سنڌ جي ريگستاني علائقن منجهان وڪڻجڻ لاءِ پهچندو هو. جيڪو پوءِ ڪمونيءَ وارا خريد ڪري يورپ موڪليندا هئا جو اهو اوني ڪپڙو يورپي ملڪن لاءِ سٽ جي پٽ ۾ وڌيڪ بهتر هو.

"ڪي اوٺن عرب ۾، ڪي
ڪابل منجهه ڪتن،
سٽ ان جو مقڙو، سٺيو
ماڻڪن،
قادر ڪيم ڪندين، ڏيهي
ڏلهي واريون."



ڪهاڻي

# نافرمانيءَ جي سزا

محمد بخش ڏاهري

اونهاري جــي موسم هئي، منجهند جو ٽائيم هو، سخت ڪوسو جهولو لڳو پئي. آءٌ ڪاليج کان موٽي رهيو هئس. گـــول چڪري وٽ روڊ جو ڪم هلي رهيو هـو. آءٌ جڏهن اتان لنگهيس تــه ڪرم (جنهن کي ڪرمون چــيو ويندو هو) ان کي اتي ڪم ڪندو ڏسي حيران ٿي ويس. ان جو معصومانا انداز ڏسي دل ٿــي دل ۾ ڏاڍو ڏک ٿيڻ لڳم. مون کي سوچون وڪوڙي چڪيون هيون ۽ ننڍپڻ ياد اچڻ لڳو، جڏهن هڪ ئــي اسڪول ۾ گــڏ پڙهندا هئاسين. اسان جي پــاڻ ۾ ڏاڍي دوستي هئي. اسين پنهنجي اسڪول ۾ پهريون نمبر ايندا هئاسين.

استاد اسان جي محنت جي ڪري ڏاڍو خوش هئا. چاڪاڻ تــه اهو اسڪول جــو سال هو ۽ پنجون ڪلاس اسان پهريون نمــبر پــاس ڪيو هو. ڪرم جا مائٽ سرنديءَ وارا هئا، تنهنڪري هنن مون کي شهر جي اسڪول ۾ داخلا وٺرائي ڏني، جتي هــي هاسٽل ۾ رهندو هــو.

آءٌ هڪ غريب جو ٻار هئس، مون تعليم دوران ڏاڍا ڏڪ ڏٺا هئا، ڪڏهن بک تي بـه اسڪول ويٺو هوندو هـو. آءٌ چاهيندو هئس ڪاش! مون وٽ ايترا پئسا هجن ها جو آءٌ بـه ڪرمونءَ وانگر هاسٽل ۾ رهي سٺي تعليم حاصل ڪري سگهان هــا. پـــر آءٌ پهراڙيءَ جــي سنڌي غريب هاريءَ جــو ٻار هئس، سال جي سار سنڀال، ۽ گهر لاءِ ڪاٺيون ڀانگهو آڻـڻ ۽ پيو ڪم مون کي ئي ڪرڻو هو. پــر ان هوندــدي بـه آءٌ ڪڏهــن ڪڏهن ڪرم جـــي هاسٽل تي ويندو هئس. هــو ڏاڍي محنت ڪندو هو. يــاد اٿم هڪ ڏينهن چيائين ادا غفور ! آءٌ تعليم حاصل ڪري ڊاڪٽر ٿيندس ۽ پنهنجــي پيڙهيل عوام جــو مفــت ۾ علاج ڪندس.

ڪم جــو اهو جذبو مون کي متاثر ڪندو هو ، ۽ آءٌ دل ئـــي دل ۾ هن جـــي ڪاميابيءَ لاءِ دعائون گهرنـدو هئس. هڪ ڀيري بيمار ٿيڻ ڪري آءٌ هڪ مهينو اسڪول وڃي ڪونه سگهيو هئس، پـــوءِ جڏهـــن اسڪول ويس تہ ڪرم ڪافي بدليل هو. مون هن ڏانهن نهاريو ، هن جي وات ۾ پان هو ، جيڪو زمين تـي ٺوڪي ڌرتي کي داغدار ڪري رهيو هو. ڪرم جي اهــا ڳالهہ مون کي بلڪل ڪانہ وڻي . پوءِ ٿي ڏينهن ۾ خبر پئجي ويئي تہ هن جي دوستي اهڙن ڇوڪرن سان ٿي ويئي هئي، جيڪي صرف اسان جي زندگي تباهـــ ڪرڻ جــو سوچيندا هئا . ڪرم کي مختلف لالچون ڏنائون، ڦرب بـــ ڏنائونس تــہ جيئن ڪرم کي بلڪل تباهہ ڪري ڇڏجي . ڪرم کي اها خبر ڪانہ هئي تہ جن سان دوستي ڪئي اٿم سي نانگ آهن ، ۽ ڪنهن بہ وقت ڏنگي سگهن ٿا. هــو ڪيس چوندا هئا، ڪرم! ڇا ڪندو پڙهڻ! هيءَ دنيا تہ آهي ئي گهمڻ ڦرڻ لاءِ، اجايو پنهنجو مٿو ڇو ٿـــو کپائين؟ انهيءَ غلط صحبت جو ڪرم تي ايڏو تــہ اثر ٿيو جــو هن ڪان پڙهڻ ڇڏائجي ويو . استادن بــہ ڏاڍو سمجهايس. اهي ساٿيا (پئي جي زندگي تباهہ ڪرڻ وارا) ڇوڪرا محنت ڪري امتحان ۾ نمبر کڻڻ لڳــا. مائٽن کي جڏهن ڪرم جي اهڙي غلط صحبت جي خبر پئي، تڏهن ڪيس ڏاڍو سمجهايائون، پــر ڪرم جي ذهن تي بري صحبت جو ڀوت سوار هــو. مائٽن پئسا ڏيڻ بند ڪري ڇڏيس. ان ڪان پــوءِ ڪرم آواره ٿــي ويـــو. سندس زندگي تباهہ ڪندڙ ڇــوڪرا پنهنجي مرسيءَ تي خوش ٿيڻ لڳا . انهــن جـــي صحبت ۾ رهي هن نہ رڳو پڙهــڻ کي ڇڏيو پر چوريون بـــہ ڪرڻ لڳـــو .

هڪ چوري ۾ هيءُ پڪڙجي پيو ۽ پوليس گرفتار ڪــري وڌس. مائٽن بہ ڪونہ ڇڏايس . انهـــن چاهيو تہ هن کي سبڪ اچي تــہ سڌري پوي . پر ائين نـــہ ٿيـــو ، ۽ جيل مان ڇٽڻ ڪان پوءِ بہ انهيءَ ڌنڌي کي نہ ڇڏيائيـــن . جيڪو مستقبل ۾ ڊاڪٽر ٿي قوم جـــي خدمت ڪري ها ، سو بري اثــر ڪــري قوم جو ويري هــو . وري بہ مائٽن هن کي ڏاڍو سمجهايــو پر هيءُ نافرمان ٿي پيو . نيـــٺ نافرمانيءَ جي ڪري هن کي مائٽن گهران ڪڍي ڇڏيو. گهر مان نڪرڻ کانپوءِ هن کي سندس دوست ڪاٺ لاءِ ساٿي بہ ڪانہ ڏنــي . دوست (جن سندس زنــدگي برباد ڪئي هئي) سي ويجهو بہ ڪين آيس . بک مرڻ جي ڪري هن ڪوشش ڪئي تہ نوڪري ملي، پر هـــن کـــي نوڪري ڪانہ ملي ، ۽

مزدوري ڪرڻ تي مجبور ٿي پيو،
۽ مزدوري به سخت !!
هن ڪسي جڏهن هٿن ۾ لڦون
پيون، تڏهن سڀ ڳالهيون ۽ مائٽن
جون نصيحتون ذهن تي ياد آيس
هن سوچيو ـ جيڪڏهن غلط
صحبت ۾ نه اچان ها ۽ مائٽن جو
چوڻ مڃيان ها ته اڄ هي ڏک
ڏسڻا ڪونه پون ها . اڄ هو سخت
ڪوسن جهولن ۾ مزدوري ڪري
رهيو هو، منهنجو جڏهن اٽان گذرڻ
ٿيو، تڏهن روئي اچي مون کي
پاڪر پائي مليو. مون کي چوڻ
لڳو غفور! ڪاش آءٌ تنهنجو چيو
مڃان ها ته هي ڏينهن ڏسڻا ڪين
پون ها. مون ڪيس چيو ڪرم اڃا
وقت ڪين ويو اٿئي. اسان کي
پنهنجي منزل تي پهچڻ لاءِ سرڻ
کهڙيءَ ته ائين جدوجهد ڪرڻ
گهرجي. تون مائٽن کي راضي
ڪر، نئين سر تعليم حاصل ڪري
پنهنجي عزم کي پورو ڪر.
تو مائٽن جي نافرماني ڪئي،
ان جي سزا توکي ملي چڪي
آهي. تون هاڻي همت نه هار، ۽
ڪامياب زندگيءَ لاءِ جدوجهد
ڪر! ايتري ۾ هو مرڪي پيو ۽ هو
گهر ڏانهن راهي ٿو ويو!!

شاد منگي

## سونهين ٿو

هن عمر ۾ ننڍڙا توکي ڪين رلڻ سونهين ٿو،
پين سٺن ٻارن وانگر توکي پڙهڻ سونهين ٿو.

بيسود بد سنگتين سان، هيڏي هوڏي گهمڻ ڦرڻ کان،
روز ڪٿي ٽيلهو توکي اسڪول وڃڻ سونهين ٿو.

پورو ڪم ڪين ڪندي تون، گهٽ ۽ جڏو سڏبي ننڍڙا،
توکي دل لائي پڙهڻ سان هوشيار ٿيڻ سونهين ٿو.

روزانو اسڪول وڃڻ جو اصول بناءِ پنهنجو تون،
پلجي به ڪڏهن توکي ننڍڙا ڪين گسائڻ سونهين ٿو.

جاهل بي علم يار ڪنئون، دور پري رهه تون ٻالڪ،
علم ادب وارو توکي سهڻو سڄڻ سونهين ٿو.

ننڍڙن وڏڙن سان پول هجن مٺڙا مٺڙا تنهنجا،
هرگز ڪنهن کي نه پيارا گند گار ڏيڻ سونهين ٿو.

جيڪا ڳالهه هجي سا صاف سچي ٻار ڪرڻ گهرجي،
تنهن ۾ نه ملاوٽ يار ڪري ڪوڙ هڻڻ سونهين ٿو.

حسن جوڻيجو ـ ڏوڪري

## فلسطيني ٻار جي ٽالي

فلسطين جو هي ننڍڙو ٻار آ
جنهن دشمن تي ڪيو وار آ
آزاديءَ ۾ ايمان جنهنجو
مرڻ لاءِ ٿيو هي تيار آ
آزاد ڏسڻ ٿو ديس هي چاهي
جنهن سان هن جو وقار آ
ديس جي عزت بچائڻ خاطر
وطن جي حب ۾ سرشار آ
ديس جي مٽي مون کان وڌ
"حسن" ڪيو اهڙو هت اظهار آ.

ساگر سنڌي رتوديرو

## سنڌ بهار جي آئي

### گيت

سنڌ بهار جي آئي ٻارو،
سنڌ بهار جي آئي.
هر هنڌ ٿي سرهائي ٻارو،
سنڌ بهار جي آئي.

رنگ برنگي گل ٽڙن ٿا،
هاري ناري کيت وڃن ٿا،
مرڪي سنهنجا چپ چون ٿا،
هرڪا شيءِ آ سائي ٻارو،
سنڌ بهار جي آئي ٻارو ـ
سنڌ بهار جي آئي ـ

گل ڦل ۽ گلزار ٽڙي پيا،
طوطا مينا مور مڙي پيا،
خوشين جا اڄ ساز چڙي پيا.
وڻ وڻ ڏي واڌائي ٻارو.
سنڌ بهار جي آئي ٻارو ـ
سنڌ بهار جي آئي ـ

ڌرتي سائي چادر پاتي،
مکڙيون پائن ٽيون اڄ جهاتي،
پونئرن آهي پون پون لاتي،
ڪويل ڪوڪو لائي ٻارو،
سنڌ بهار جي آئي ٻارو ـ
سنڌ بهار جي آئي ـ

ساگر، گڏجي کهاريون،
ڪوڙ، ڪدورت، ڪلفت ماريون،
الفت جو آواز اڀاريون،
محبت منجهه مٺائي ٻارو،
سنڌ بهار جي آئي ٻارو ـ
سنڌ بهار جي آئي.

مقصود گل - رتوديرو    ٻاراڻو ادب

## زنــدگي جا اصول

—*—

انسانيت سکي، تــيءَ انسان ڀــار ڀيارا،
انسان ساڻ الفت ڀنهن جو اصول ڪر تون.

——

هيٺن کي ڏي تون هٿڙا آڌار تــي انهن جو،
اڳواڻ ڀنهنجو ڀيارا ڀيارو رسول ڪــر تون.

——

توکي اگر اچي ڪا تڪليف راه حق ۾،
انعام ان کي سمجهي جلدي قبول ڪر تون.

——

همت سان حق ڪسي وٺ، خيرات گهر نه ڪنهن کان،
ڀنهنجو حصو ڀين کان زوريءَ وصول ڪر تون.

——

محنت ڪري سدا تــون تعليم وٺ ضروري،
هرگز نــه وقت ڀنهنجو ڀٽڙا فضول ڪر تون.

——

سرکي ورهائي "گل" جان دنيا ۾ خوب خوشبوءِ،
هرگز نه سهٽو چهرو ڀنهن جو ملول ڪر تون.



سرمست سچل لاشاري - گاجي کهاوڙ



نثار احمد لاشاري - گاجي کهاوڙ



راحيلا چنا ــ شڪارپور
"بابلا چاچن کي تنگ نا هي ڪبو"



ممتاز علي سومرو ــ نارو شاه




سڀ ڪان پهرين آءٌ اوهان پاٺڪن جي ٿورائتي آهيان، جن مونکي مان ڏيئي همت ڪرايو ۽ منهنجي همت افزائي ڪئي. اڄ آءٌ اوهان سان سنڌي سماج ۽ سنڌي عورت جي حوالي سان ڳالهائيندس... آءٌ پاڻ موهن جي دڙي جي مٽيءَ مان پيدا ٿي آهيان ۽ موهن جي دڙي کي پنهنجي سڃاڻپ سمجهان.

جڏهن موهن جي دڙي کي سنڌ جو ماضي سڏيندي ان سڀيتا ۽ ثقافت کي اڄ جي سنڌين جي اباڻي سڀيتا ۽ ثقافت سمجهڻ ۾ ڪنهن کي ڪو اعتراض نه هجي ته هر ڪو دل سان اها ڳالهه سڏيندو ته ان اسر، عظيم سڀيتا ۾ عورت جو مان مٿانهون هو، اهو سماج ماءُ آدرشي سماج هو ڪڏهن ٻوڙي قبيلي جي اڳواڻ ماءُ هئي— زندگي اجتماعي، اصولن مطابق گهاري ويندي هئي، جنهن ۾ عورت کي ڪنهن به طرح ڪا گهٽ ڪونه سمجهندو هو— ڪو به هڪ فرد ٻئي کان گهٽ يا وڌ ڪونه هو. سماجي برابريءَ جو پلو مٿال هو اهو دور! عام سماجي زندگيءَ ۾ عورت، مرد وانگي آزاديءَ سان حصو وٺندي هئي، هلندي هئي کهندي هئي. ڪيس زندگيءَ جو هرڪو حق حاصل هو. پنهنجي مرضيءَ سان حياتي گهاريندي هئي— پاڻ چوڙڻ جي آزادي هئي. موهن جي دڙي مان مليل قديم آثارن منجهان مليل شين مان ظاهر آهي ته ان دور جي اڪثر گهرن سان سينگار پيتون سونگن جي شڪل ۾ مليون آهن جن ۾ سينگار جون شيون جهڙوڪ ڦڻي، سرمو، سيندر ۽ ڪا خوشبو

شامل آهن— مختلف قسمن جا مردانا ۽ زنانا ڳهه. ڪيترا ئي مليا آهن جنهن مان اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ۽ ڪڍيو ويو آهي ته اهي شيون عورتن ۽ مردن جي عام استعمال ۾ هونديون هيون— اڄ جي دور ۾ اسين انهن ۽



اهڙين شين جي استعمال کي فيشن جو نالو ڏئي پنهنجين عورتن کي انهن کان جهليندا آهيون. آءٌ خود انهن شين جي پٽيراني نٿي ڪريان، نه ئي انهن جي استعمال جو مشورو ٿي ڏيان، پر انهن جو ذڪر انهيءَ ڪري ڪيو اٿم ته عورت کي زندگيءَ جي ضروري گهرجن کان جهليندي ۽ محروم ڪندي اسان انڳالهه جا عادي ٿي ويا آهيون جو ڪيس هر ڳالهه کان جهلڻ

جو رواج ٿي ويو آهي ۽ ريتن رسمن ۽ رواجن جي نالي ۾ ڪيس حق ناحق روڪيندا رهون ٿا.

موهن جي دڙي جي سڀيتا وقت جي ڌوڙ سان لٽجي وئي ته ان سان گڏ ان جون ڪي چڱايون مٽايون به گم ٿي ويون يا اسان کان وسري ويون— سماجي برابري خواب ٿي وئي، فرد هڪ ٻئي جا غلام بڻجي ويا ۽ عورت به پنهنجو اهو مقام وڃائي ويٺي— تاريخي طرح سان اسان کي پوءِ جي ڪا ثابتي ته ڪانه ٿي ملي— وري جي ڪنهن جو ذڪر ملي ٿو ته سومرن جي دور ۾ اها پاڪهيءَ آهي— دودي چنيسر جي ڀيڻ— اها سنڌي عورت ڪيتري قدر بهادر، عقلمند ۽ غيرت مند هئي، سندس راءِ کي ڪيتري اهميت حاصل هئي اها هر سنڌيءَ کي خبر آهي— تنهن کان پوءِ سنڌي عورت جو مان مرتبو ۽ روايتي پاند ڪردار اسان جي ڪلاسڪي شاعرن گهڻي قدر ڳڻي اسر ڪيو آهي— شاهه لطيف پنهنجين سورمين جي ڪردار ۾ عورت جي ڪردار جا سڀئي پهلو، همت، بهادري، قرباني، نوڙت، نيار توڙي ناز چڱيءَ طرح سان بيان ڪيا آهن. ادب سماج جو آئينو هوندو آهي. سنڌي عورت جو ڪردار سنڌ جي سماج ۾ انهن ڳالهين منجهان واضح آهي. اهڙو ماڻيتو ماضي رکندڙ، اها ساڳي سنڌي عورت اڄ ڏکي آهي جو چوي ٿي ته "مونکي مارونڙن سڀ ڳڻئي سڀ ۾"— اها ماناتي ذات اڄ بيساني پنجي مرد جي پورهيت، پانهي، گولي ٿي گذاري ته به قسمت ۾ ڪوٽ ڪڙا ۽ کاڙيون اٿس— آخر ائين ڇو آهي. اڳ ته ائين ڪونه هو.

منهنجي خيال ۾ جڏهن سموري ننڍي ڪنڊ ۽ سنڌ ۾ جاگيرداري نظام پنهنجا پير پختا ڪيا تڏهن ئي طبقاتي معاشري ۾ عورت پنهنجو اهو مرتبو وڃايو. آزادي وڃائي— حق وڃايا. مارئي جو ڪوهه تي پاڻي ڀرڻ ۽ عمر جو کيس اتي اچي ڏسڻ ۽ اڳيان ڪشڻ ثابت ٿو ڪري ته سنڌ ۾ عورتون ٻاهر نڪرنديون هيون ڪين لڪائي رکڻ جو رواج ڪونه هو— سسئي کي پنهونءَ پسند ڪيو. انهيءَ مان ظاهر آهي ته سسئي پردو ڪانه ڪندي هئي — نوريءَ جو ڪينجهر ڪناري تماچيءَ کي وڻڻ به ثابت ٿو ڪري ته پردو ۽ ڪوٽ ڪڙا هتي ڪونه هئا. اهي ته هتا هڪڙين ۽ وچولي طبقي جا ڪردار جن لاءِ اڄ به ظاهري ڪوٽ ڪڙا يا سنگهرون ڪونه آهن البت کهڙيون ضرور آهن — مٿئين طبقي ۾ سومل ۽ سومل جا ڪردار به اسانجي سامهون آهن — انهن جو ور ڳولڻ لاءِ شرط وجهڻ يا هار سينگار ڪرڻ ظاهر ٿو ڪري ته اهي آزاد هيون ۽ پنهنجي مرضيءَ جون مالڪ هيون. عام زندگيءَ ۾ به ۽ ور چونڊڻ ۾ به— پر اڄ جي سنڌي عورت مجبور آهي— قيد آهي.

وري اهو ذات پات تي سسئي سمات هئي پنهون پروچ— نوري مهاڻي هئي تماچي سمون— طبقاتي طرح به هڪ ٻئي کان مختلف طبقن سان تعلق هئن— پر انهن جا سڱ انهن تفاوتن کان اوچا ۽ اتانهان هئا ۽ اڄ اسان وٽ ذات پات جي نالي ۾ حق بخشايا ٿا وڃن، ڪاري ڪري ماريو ٿو وڃي. پاڻ جهڙو ڇڱو مڙس ڪنهن کي نٿو سمجهيو وڃي. انين جو آهي جو عورت کي هڪ انسان — سماج جو هڪ فرد ۽ ڪارائتو پورهيت سمجهڻ ۽ بنائڻ بدران گگدام بڻائي، مرد جي ملڪيت ۽ سماج ۾ غلام واري حيثيت ڏني ويئي آهي— هوءَ پورهيت ته آهي پر بنا اجوري بيگر ۾ وهندڙ ۽ مرد جي پورهيت آهي. کيس موٽ ۾ پيو ڪو اجورو ته ڪونه ملي پر ٿاهي ميٽا به— نه ئي مليس— ڪو مان، ڪا محبت ڪو قياس، ڪا همدردي ملڻ بدران کيس ڏينهن رات ذهني ۽ جسماني ايڙا ٿي سهڻي پوي — سنڌي عورت جو ماضي ماناٿو هو — حال ۾ هوءَ بي حال آهي. جا ڪنهن کي سندس آئيندي جو اونو آهي، جا هوءَ اوهان نوجوانن مان جيڪي آئيندي جا امين آهيو مستقبل جا سونهان آهيو ڪا اميد رکي — ته اوهين کيس پنهنجا حق وٺي ڏيندؤ — سندس مان ڙمٿانهون ڪندؤ؟!

(ٻڌو ميڊيڪل ڪاليج ۾ ادبي گڏجاڻي ۾ ڪيل صدارتي تقرير)







# ڏورين سپاڏن

ڪهاڻي

زڪيه مبين جت

تنهن جي همت آهي ته ...!
تو ۾ جي همت آهي ته...؟؟!!
تڙاڏي ڏيان، سندس من اندر، مقصود جا اهي لفظ، گونجندا رهيا! سڪون ۽ فرحت هن کان آهستي، آهستي ڏور ٿيندا ويا، نه چاهيندي به هوءَ سوچن جي تياس تي ٽنگجي چڪي هئي! شرطن ۽ آزمائشن جي عجيب پيڙا ۾ فيصلي ڪرڻ جي سگهه ٽٽندي محسوس ڪيس! رڪي، رڪي خيالن کان جند ڇڏائڻ لاءِ مشغولين ۽ يادن جي سلسلن کي جوڙڻ ٽوڙڻ ۾ کهلبي ٿي ويئي.

من پيڙا! ديوانگي، ذات جو خول! بي همتي ۽ عورت. اکرن جو زهر ڪيس همت سان ڏونگر ڏورڻ لاءِ، سندس عقلي دليلن کي مات ڏيڻ لاءِ، سندس ذهن جي آپار جي آخري جنگ ۾ مصروف ٿي چڪو هو!

مقصود چيو هوس، ”تنهنجي من پيڙا سنفي آهي، توڻ اڻ ٽڻ ۾ فيصلو ڪرڻ جي هيراڪ ٿي چڪي آهين. گهٻراهٽ ۾ ڪونه ڪو فيصلو ضرور ڏيندو آهي! اهو منطقي حصو آهي ان جي عمل جو. پرتون، سلجهندي سلجهندي الجهيو ٿي پوين، جيڪو نتيجو تو لاءِ ڪنهن به صورت ۾ برابر نه ٿيندو. تون پڌي ڇڏ، تنهنجي پيڙا تنهنجي من جي سوري سگهه، سورو رت ست، نچوئي ڇڏيندي، ۽ پوءِ تون سڄي چمار لاشن جو انتظار ڪنديءَ!!“

مقصود چيو هيوس ته ”پن جي جاهن جو پروقت ۽ موثر جواب نه ڏيڻ ۽ پوءِ انهن جي واهيات ڳالهين تي اڪيلائپ ۾ جڪ ڪائڻ، پاڻ تي پاڻ ڪاوڙجڻ، هوش جو اظهار نه آهي- انهي عمل کي ديوانگي چئبو آهي. اهو سڀ ڪجهه مصلحتن جي اصل حقيقت کي نه سمجهڻ سبب ٿئي ٿو. جذهن بچڻ کي مضحات جو روپ ڏيو نه، پوءِ اهو ردعمل، چري پوڻ جي آخري ڪيفيت، ديوانگي جي صورت اختيار ڪندو.

”تون ۽ مان، جيڪڏهن! ذات جي ڪول مان نه نڪتاسين ته پري ويندا سين پن جيان. جن به انتظار ڪيو هو ته، پهرين پلي ته پيو ڪو آواز اڀاري. پهرين پلي پيو ڪو قدم کڻي پوءِ اسين ...! ۽ انهيءَ انتظار ۾ سندن نه نبيريل ريتون اڄ به اسان لاءِ ساڳي همت ۽ خونخواريءَ جهڙي نيت سان موجود آهن.

توکي ذات جي خول منجهان نڪرڻو پوندو! توکي قدم کڻو پوندو! مقصود چيو هوس، ”بي همتي، عورت جي ذالي جو لازمي حصو صرف اوهان جهڙين عورتن سبب ٿيو آهي!

”توهين اکرن جون اعرابون آهيو! توهين يادگيرين جو امتحان آديو! پوءِ به اوهان اڻ ڇٽاني جي بي ست زنانوي ڦري جون ڦرڻون بچڻ لاءِ هروقت ڪڇي

سال جيئان موجود ئي موجود آهيو! توهان سان ويساهه گهاتي به توهان جي مٽي تي نماڻو هٿ ڦرائي ڪئي ٿي ويئي! توهان سان ڌوڪو به پنهنجن جي هٿڙ ۾ پچائڻ بعد ٿو ڪيو وڃي، ۽ توهين ڪڏهن فرمانبرداريءَ جو اڌيڙ ٿيون، مٿو جهڪايو بيٺيون آهيو ۽ پنهنجي مٽي تان پنهنجي مرضيءَ سان اهو ڳرو هٿ به لاهڻ، جو اختيار ڪون اٿو ...!!

"توهين عورتون آهيو، مرد اوهان جي به ڪمزوري آهي، پر اوهين هرو ڀرو وڌيڪ ڪمزور ٿيڻ جي چوٽي تي عمل پيرا آهيو...! اوهان کي عورت جي ناتي سان، نمائش جي پڄندي تي صرف، رکيو ويو آهي جيئان سجائي رکندا آهن مرد !

توهين دل جي گهراين جي نفرت سمجهڻ جي باوجود نياڻي جي چڪي ۾ پيسجڻ هميشه قبوليو آهي، ٻي طرف هنن اوهان جي ذاتي شوق کي به شڪ جي باهه ۾ ساڙيو آهي!!"

منجهي پئي مقصود سندس حواسن تي قبضو ڪري چڪو هو، سندس چيل ڳالهين جي تورڻ کي پرکڻ ته پري سندن لاءِ ڪو معيار بيهارڻ به هن جي وس کان ٻاهر هو! هو صفا منجهي پئي هئي، روئڻ ۽ ڏک سهڻ جي التجائي ڪيفيت ۾ ڪوهه ٽڙيل هئي!!—

مقصود ۽ نزهت، پاڻ ۾ سئوٽ هئا، اصل ٻهراڙيءَ جا رهواسي هئا تنهنڪري سندن شهري زندگي تي به بنيادي اثر ٻهراڙيءَ وارا هئا.

شروع، شروع ۾ جڏهن هنن جي مائٽن ٻهراڙيءَ کان لڏ پلاڻ ڪئي ته اهوئي ٻڌايون ته اولاد جي تعليم خاطر شهر ٿا وڃون پر پوءِ آهستي آهستي، ڳوٺ سان تعلق ختم ڪري شهر جا مستقل رهاڪو ٿي اتي ئي رهجي پيا هئا، تنهن ڪري اولاد سڀني اسڪولن ڪاليجن ۾ پڙهندو هو. نزهت، ٻهراڙيءَ جي هئڻ ڪري شهري سهوليتن سان وڌيڪ فائدو وٺي تعليمي سوڀون حاصل ڪيون! مقصود پروفيشنل ڪاليج ۾ پڙهيو ۽ سٺو انجنيئر ٿيو هو! پر ٻهراڙي جي روايت ڇڏڻ بعد جڏهن شهري آپيشاهي ۾ اچبو آهي ته، سخا، ڪچهريون پيار وغيره سڀ وقت وڃڻ جي برابر ڳالهيون ليکبيون آهن! پئسو ۽ رتبو، اعليٰ معيار ليکبو آهي! سو مقصود به ڏيساور نوڪري ڪندو هو، ۽ پئسي ۽ ناساچاري سهڙڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندو هو. ٻي طرف، نزهت، جو پيءُ نزهت جي تعليم ختم ڪرائڻ کانپوءِ اوچتو واپس ڳوٺ آيو هو! هن جو خيال هو ته، ڳوٺن ۾ سلامتي جو الڪوڪون ٿو ٿئي، پڙهڻ ۽ رهڻ جون سهوليتون ڳوٺن کي به ملڻ ٿيون ۽ مليون آهن، تنهن ڪري ڳوٺن ۾ ئي رهڻ مناسب آهي.

انهيءَ فيصلي تي، سندس پاڻ ناراض هو، ۽ انهيءَ ناراضپي سبب ڳوٺ جي ملڪيت جيڪا زمين ۽ جاين جي صورت ۾ هئي سا به نزهت جي پيءُ کي پئسن تي نيبري ڏنائين. اندروني طرح پئي پاڻ هڪٻئي کي پري ٿي چڪا هئا. پر لوڪ لڪاءُ نه پئي وڌائون! نزهت کي ته سموري معاملي جي خبر هئي. پر مقصود کي خبر نه هئي. هن کي صرف نزهت جن جي واپس ڳوٺ وڃڻ بابت ٻڌايو ويو هو! مقصود، نزهت کي خط به لکندو هو، انهن هڪ دفعي لکيو هئائينس،

"سائيو، ٻهراڙين سان شهرن ڏانهن رخ صرف انڪري ڪندا آهن ته، اتي ذهني اوسر ۽ پختگيءَ جي عيوض ۾ پئسو ملي ٿو، جيترو سيڙائي ٿو اوترو ئي حاصل ڪري ٿو، هو نجي ڪاروباري ذهنيت جي وٽ وڃڻ ۾ پهچي ويندا آهن، توهان سٺو ڪيو آهي جو، واپس ڳوٺ هليا ويا."

ٻي خط ۾ لکيو هئائينس:

"شهر ۾ صرف اهي رهي سگهن ٿا جن کي زمين جو ڏکر نه آهي، جن جا زمين تي پير نه ڪهندا ته انهن جا پير ضرور شهرن جي ڏامر وارن رستن تي هلي، هلي لسا ٿي پوندا ۽ پوءِ هو، پيرن پوڻ جي اعليٰ خصلت جي پرچار ۾ ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏيندا آهن!

اڳي، شهرن ۾ انهن مائهن کي رهڻو پوندو هو، جيڪي مائهو شهر ۾ رهي پنهنجن واهڻ، وستين، ڳوٺن جون ضرورتون، گهرجون پوريون ڪرائڻ لاءِ ڪاموڪي ڪار کي سڃون ڏيندا هئا! ۽ انهن کان ئي اهي سڀ سهولتون حاصل ڪندا هئا جن جي ڳوٺن کي ضرورت هوندي هئي. پر اڄ انهن شهر واسين سڀ لاڳاپا پنهنجن شهرن سان ڳنڍي ڇڏيا آهن، ڪين سندن جنم ڀومي ياد نه آهي".

نزهت خيالن جي اٿل ڪٿل سلسلن ۾ پاڻ پاڻ جي ڪسوٽيءَ تي پهچي چڪي هئي. هن کي پنهنجين ذميدارين جي به خبر هئي، هن اهو به سوچيو ٿي ته آپڻي ۽ غير فطري قدم کڻڻ سان مسئلن جو حل حاصل نه ٿيندو!

هوءَ گذريل ٿن ڏينهن کان مقصود جي انهن اکرن ۽ جملن جي وڇڙ پٺڀرائي جيان ڏنگا کائي رهي هئي. هن ٻڌو پري جڏهن مقصود ملڪ آيو هو ته، سڌو نزهت جن وٽ ڳوٺ آيو. هتان ئي پنهنجي گهر خبر موڪليائين ته، آئون ڳوٺ پهچي چڪو آهيان. نزهت جو پيءُ ان ڳالهه جي خلاف هو ته، ڪو نزهت جي شادي مقصود سان ٿئي. ڇو ته انڪري جو، نزهت شاديءَ کانپوءِ مقصود سان رهندي

۽ انهن جي شڪست هئي. هن ڄاتو ٿي ته، نزهت جيڪا هن شهر ۾ رهندي ته، ضرور هن جو وري شهر وڃڻ ٿيندي. رڳو نزهت کي ڏسڻ خاطر انهن وٽ پنهنجي هوندي سوندي وڃي رهڻ مناسب نه آهي. هو ذات ۾ گهريل انسان هو، هن آنا جون ڪسوٽيون جدا هيون! ٻئي طرف نزهت جي پيءُ کي شروع ۾ مقصود جي پيءُ جا اهي اکر نه ته "نيٺ نه موٽي شهر ايندين"؟ مٿي ڦرڻ جيان لڳي رهيا هئا! ڪي رکي ڪاوڙ ايندي هئس ته ڇوڪريءَ جو پيءُ آهيان تڏهن اٿين چيائين!! هن ڄڻ فيصلو ڪري ڇڏيو هجي ته سگهه نه ڏيندس، پر نزهت کي ڪڏهن نه چيائين ته تون مقصود ۽ سندس گهر وارن سان نه ملندي ڪر. صرف هڪ دفعي، جڏهن نزهت چيس ته بابا، آئون شهر وينديس، منهنجي ڪلاس فيلو جي شادي آهي ان جي دعوت ۾ شرڪت ڪنديس! ته،

پڻس هڪ معنيٰ خيز مرڪ مرڪندي چيو هوس! "اسان جيسين سڀ لاڳاپا ختم نه ڪنداسين تيسين پنهنجي نج فيصلا ڪڏهن به نه ڪري سگهنداسين، ۽ فيصلي جي قوت لاءِ وابستگين جي قربانگاهه ۾ دل اڏي جيان استعمال ڪرڻي پوي ٿي...!

تون سمجهين ٿي، ته تون جيترو وڌڻ چاهين ٿي اوترو هٿي سگهين ٿي ۽ اها قوت تو ۾ آهي ته پوءِ منهنجي اجازت جي توکي ضرورت ناهي. منهنجو تو ۾ ڀروسو آهي پر جي اڃا تائين تون وڌيل خيال رکين ٿي ته، آئون توکي جهليندس ته تون. اڻ پورا خواب نه ڏسندي ڪر."

اڄ نزهت، مقصود ۽ پڻس جي پورو ڇوٽ ذهني ليڪن جي سيلاب لاءِ سوچڻ لڳي. هن کي ڄاڻ هئي ته هڪ دفعو ڪنهن به جذبي ۾ اچي انڪار ڪري ڇڏيو ته، پوءِ ڳالهه ڳري ٿي ويندي، ۽ پوءِ عورت، جيڪڏهن پنهنجو فيصلو ڪندي ته اهو لازمي، پنهنجي گهرجي حق ۾ رهندو. ٻئي طرف ان جو رد عمل وري هڪ اهڙي آواز کي جنم ڏيڻ جي صورت ۾ اڀرندو جنهن آواز جي شعلي ۾ ايندڙ سالن تائين ڪوبه ٻهراڙي جو تقليدي ذهن عورت کي تعليم نه ڏياريندو! هن کي معلوم هو ته اهو فعل عقلي ڪٿي هجي، ته به حرف عام ۾ جذباتي ليکبو.

منجهندڙ ذهن سان هڪ دفعي پيءُ سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندي روئي ڏنائين! پر يڪدم سوچيائين ته هن موقعي تي اهو خاص ڏک وارو رنڻ به هٿرادو لڳندو آهي. هن پاڻ تي ضبط ڪيو!

"تون ڇوڻ ڏيـي چاهين ته، مقصود سان شادي ۾ اسان سڀني جو فائدو آهي؟"

پڻس ٿورو ڪڙي لهجي ۾ چيس! "فائدا ۽ نقصان صرف ڪن شين جي ڇڏڻ ۽ کڻڻ سان ٿيندا آهن! جيڪو به فرد انا ۽ خودي کي ڪٺندو تنهن کي نقصان ئي ڪٺو پوندو آهي...!!"

"نه بابا سائين ائين ناهي! معاف ڪجو!

"آنا ۽ خودي ضد کي ڪون ڪوٺبو آهي! انا، هڪ ڪوٽ آهي جنهن ۾ سلامتي جو احساس اڀرندو آهي. انا هڪ روشني آهي جنهن سان جسم ۽ روح روشن ٿيندا آهن. خودي انهن جي سنڀاليندڙ چوڪيدار آهي. جتي سلامتي ۽ روشني جو انتظام هجي اتي نقصان جي انديشي جو تصور به سدائين خوف آهي!"

" تون پڙهڻ جي تير کي صرف جذباتي فيصلن جي بچاءَ لاءِ استعمال ڪرڻ ٿي چاهين!؟ "

" اول ته منهنجي پڙهڻ ۽ هوشيار هئڻ تي توهان کي فخر هئڻ گهرجي. پيو ته جذباتي ڳالهيون اچي ٿيون ڪريان توهين به ڏسا ڪريو!"

ڏسو! بابا سائين شادي سونهن کي ڪرڻي آهي، آءٌ سمجهان ٿي ته مقصود ۽ اسانجي گهر جو ذهني ڇڏ پيڻي وارو لاڙو ساڳيو ڪرڻ في الحال ڏکيو آهيو آهي، پر اسانجو (مقصود ۽ پنهنجو) ذهني ايوان هڪ جهڙاين سان پر نه ته به ڪجهه سٺو ضرور آهي، تنهن ڪري اسان هڪ ٻئي سان گڏ گذارڻ جو فيصلو ڪري صرف توهان جو احسان وٺڻ لاءِ حاضر ٿيا آهيون. مقصود به اچڻو هو پر، مون سوچيو ته منهنجا پيءُ آهيو سان ئي توهان سان هن مسئلي تي ڳالهايان!"

پڻس خيالن جي وچڙيل سٽ ۾ منجهي پيو. نيٺ هڪ ليڪ اڀريس، ته پيار عجيب شيءِ آهي، هي پڙهڻ جو ڦل آهي جو، ايترو به ڇوڪري ڳالهائي نه ڳالهائي ها، وڃي هلي ها ته ...!!؟

هي اجايا آپا ڪيل ڪوٽ، مجبور نا ڪن اولاد کي غلط فيصلي ڪرڻ تي، جيڪو غلط به اسان لاءِ آهي. هو ته ان فيصلي ڪانسواءِ پوءِ ڪن به ته ڇا؟ سو به ان حالت ۾ جڏهن اسان سندن ماجرائن کان به واقف آهيون!

پوءِ نزهت جي سر تي سندس جذباتي نه پر پدرانه هٿ ڪري ويو! نزهت جون اکيون هن پوري مسرت ۽ خوشي سان سيراب هيون! همت ۾ ۽ ذات جي خول کان ٻاهر نڪتل نسل جي عوضي جي حيثيت سان نزهت پنهنجو فيصلو مقصود ڏانهن تحرير ڪري رهي هئي. ڏورڏينهان آس جون لڪيرون نسل نسل ڏانهن نون پيغامن جا ڏاڪڻ ڏيئيندي رهيون هيون! منزل محنت، همت جي داسي جو روپ ڌاري چڪي هئي! ۽ اها هڪ نزهت کي سون نزهتن جي وچ ۾ ماڻڻ لاءِ منزل "مقصود" هئي.

فن

# شفيع محمد شاهه سان ڳالهه ٻولهه

انٽرويو: ف.م.لاشاري — تصويرون: سعيد اقبال

## مختصر تعارف

نالو: شفيع محمد شاهه
ڄمڻ جو سال: ١٩٤٩ع
نئين: ڪنڊياري شهر ۾ گذاريل.
تعليم: ايم اي (انٽرنيشنل رليشنز) ۽ ايل ايل بي
نوڪري: هينئر ڪانهي.
پهريون سنڌي ڊرامو: ”سوني ۽ جهڙو من“ (علي بابا جو لکيل غزالا رفيق ۽ قربان جيلاني ۽ سان ڪريم بلوچ جي پيشڪش).
پهريون اردو ڊرامو: ”ساده ورق“ (قوي ۽ عظمي گيلاني سان گڏ)
پهرين فلم: دوسرا ڪنارا
هن وقت هٿ ۾ ڪيل فلمون: ايسا ڀي هوتا هئي ۽ نصيب والي. پهرين ۾ شبنم سان گڏ، هڪ ٻي فلم ۾ بابرا سان گڏ، جيڪا اڃا ڳالهين جي مرحلي ۾ آهي.

شفيع محمد شاهه، اداڪاري جي دنيا ۾ جيڪو نالو ڪيو آهي، تنهن تي سنڌي ماڻهن کي فخر آهي. وڌيڪ خوشي ۽ جي ڳالهه، سندس پڙهيل لکيل هئڻ واري آهي. پڙهيل لکيل هئڻ رڳو ڊگري وٺڻ تائين ناهي. ڊگري ورتل ڪوڙ سارن ماڻهن جو چالڙهو ڪونهي. پر شاهه صاحب سان جيڪا ڳالهه ٻولهه ڪئي اها ڏاڍي دلچسپي، ڳوڙهي، ڪهڻ معناني ۽ گهڻي حد تائين ڪارائتي رهي.

روايتي سوالن جي بدران منهنجي سوالن ۽ بحث جو مکڙو مقصد اهو نه هو، ته شفيع محمد شاهه جيڪو ڪامياب اداڪار جي حيثيت ۾ ماڻهن اڳيان پنهنجي سڃاڻپ ڇڪو آهي، اهو هڪ انسان جي حيثيت ۾ ماڻهن اڳيان اچي ۽ اها به خبر پوي ته هڪ سرت ڀريو اداڪار هئڻ جي ناتي مختلف انساني مسئلن کي ڪيئن ٿو ڏسي.

سڀ کان پهريون سوال، ڳوٺن سان سندس ذهني لاڳاپي متعلق ڪيم، جاڪاڻ ته بنيادي طرح هو ڳوٺاڻو آهي. شاهه صاحب ٻڌايو ”اڻڻ جا ٽوڏهه سال ڪنڊياري ۾ گذريا ۽ ڪنڊيارو هڪ ٽاڻون آهي، جتي ڪجهه نه ڪجهه شهري نفسيات موجود آهي ان ڪري اتي صفا ڳوٺاڻي زندگي ناهي، خود غرضي جا جيوڙا ننڍن شهرن ۾ به آهن، پر ڳوٺن ۾ انهن ناهي. ان ڪري ڳوٺاڻي ماحول لاءِ ٽانگهه تمام گهڻي آهي. ڪڏهن ڪڏهن سوال ابرندو آهي ته مان پنهنجي ڳوٺاڻو ڇو ناهيان. ان ڪري ٽورا گهر وسائي ڳوٺ آباد ڪرڻ، منهنجي هڪ خواهش آهي. ننڍي شهر ۾ رهڻ واري ماڻهوءَ جي هڪ ٽياڪڙ (ميڊياڪر) واري حيثيت آهي. پنهنجي پهراڙي جي ڏکن سور جي خبر ناهي، سواءِ پڙهل ڳالهين جي باقي اهڙو تجربو ڪونه ٿيو آهي ان ڪري ڳوٺ منهنجي تصور تي ڇانيل آهي.“

”توهان اداڪاري واري لائين ڪيئن اختيار ڪئي؟ ان سوال جي سوال جي جواب ۾ شفيع محمد شاهه چيو ”ڪراچي ۾ ننڍي





هوندي فلمن ڏسڻ سان هڪ اڻلکي خواهش پيدا ٿئي ٿي، جيڪا اڳتي هلي وڌي وڃي ٿي. ننڍي هوندي هر عمر جي جنهن حلقي ۾ هجي اهي ڪجهه وڏيڪ حيثيت ۾ هئا ۽ منهنجي جسماني جوڙجڪ يا ورثاءَ اهڙو ڇڪ وارو ڪونه هو. جنهن ڪري ڪنهن خاص انداز ۾ حسب بلڪه نه ٿي، پوءِ ذهن ۾ پيار جي پڻ ڏٺل پڪ جو نتيجو هو يا سياڻپ جو، تنهن اڳتي وڌڻ لاءِ ٿي اڀاريو. اڪيلائپ ۾ ماڻهو تصورن جي دنيا ۾ رهي ٿو ۽ پنهنجي لاءِ ڪا اهڙي شيءِ آڻڻ ٿو چاهي ۽ سان به ڏينهن جا خواب ڏسندو هوس. مون کي اهميت گهربي هئي. تانهن ڪلاس کان ان مقدار پراڻ جو سوچيو هوم“

اتي شاهه صاحب کي چيم، ”توهان کي اهميت ملڻ جو مسئلو ته حل ٿي ويو، پر انهن ڪروڙين ماڻهن جو ڇا ٿئي، جن کي نه اهميت ملڻ گهرجي ۽ جيڪي معاشري کان پيار گهرن ٿا ۽ جيڪو هنن جو حق آهي؟“

شاهه صاحب چيو ”ننڍپڻ ۾ پيار کي ماءُ وڏان جيڪو پيار ملي ٿو، منهنجا چنڊ، منهنجا لال جا لقب ملن ٿا ۽ اهڙا کيس ملندڙ تعظيم آهي، جيڪڏهن اهي نه ٿي ملي ته هن سان اهو مسئلو پيدا ٿئي ٿو. ماءُ هن کي جيڪا اهميت ڏني ٿي، اها پيءُ جي هڪ ڏڪي سان به لهي سگهي ٿي. ممڪن آهي، مون سان به اهڙي ڊبل مائينڊيڊ (ذهني طرح ٻه واٽي تي ڦاسڻ) ٽين واري حالت پيش آئي هجي. سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته ڇا ڪرياه. نوڪريون تبديل ڪندو آيس. پڙهيم انٽرنيشنل لا مٿو موضوع لڳم ته ان ۾ ايم اي ڪيم. بلڊنگس ۽ روڊس ڪانو، بئنڪ ۾ ڪلرڪي، آفيسري ۽ مئنيجري، وري ريڊيو. جتي به آزاد ٿيس ٿي اتي اطمينان ڪونه ٿي مليو. ان ڪري ماڻهن کي اهميت ملڻ وارو مسئلو هنن کي گهرو ملڪيت ۽ تربيت سان لاڳاپيل آهي.“

چيم، ”شاهه صاحب گهر پاڻ سماج جو هڪ ننڍڙو ايڪو (يونٽ) آهي ۽ اهو پاڻ ڪا بنهه آزاد حيثيت نه ٿو رکي. ماڻهوءَ جا جڏهن سماجي مسئلا حل نه ٿا ٿين تڏهن منجهس هيڪلائپ جو احساس ٿئي ٿو ۽ سندس اهميت جو کوٽ نالو به ان وقت اڀيان اچي ٿو ۽ اڄ جو انسان هڪ عالمي وايو منڊل ۾ رهي ٿو ساڳي وقت اڄ جي ماڻهوءَ کي زندگيءَ ۾ اشتهارن موجب گهارڻي پوي ٿي. ان ڪري هيڪلائپ يا محرومي فقط گهر ۾ پلڻ نه ٿي پوي ان جي نوعيت سماجي آهي. ان حالت ۾ ڇا ٿئي؟“

ان مسئلي تي شاهه صاحب جو زور هو ته ماڻهو بهرحال اڳتي وڌڻ لاءِ ڪوشش ڪري ۽





منجهس اڳوائي ڪرڻ جي صلاحيت ٿئي ٿي، پوءِ حالت ۾ پاڻ کان وڏيڪ وِت واري ماڻهو سان ڳنڍجي ٿو. ان مسئلي تي اسان جو بحث جڏهن ڪنهن نبيري تي نه پئي پهتو، تڏهن موضوع بدلايو سين.

شاهه صاحب کان پڇيم "آرٽسٽ معاشري سان ڪيتري حد تائين لاڳاپيل هجي" "ورائيائين آرٽسٽ جي پنهنجي دنيا ٿئي ٿي. هو جيڪو ڪجهه به ڪري ٿو، ان جي وضاحت جو ڪم پين تي آهي." ان تي چيم "آرٽسٽ به هن معاشري جو ماڻهو آهي ۽ هن جا به ڪي ويچار ته هوندا؟" چوڻ لڳو "ڪنهن نه ڪنهن حساب سان آرٽسٽ ڏو ٿئي ٿو، پر اهو هن جو مسئلو ناهي! اهين ڏيڻ سان هو ڪمرشلائيز ٿي ويندو."

هڪڙو ٻيو سوال جيڪو ڳالهه پوله ڪندي، شاهه صاحب کي ٽيندڙ گهڻين ٽيليفونن تي ذهن ۾ آيو سو هو فنڪار جي عزتِ نفس متعلق، پڇيم "فنڪار جي عزتِ نفس جو مسئلو ٻن مرحلن ۾ ٿئي ٿو. هڪڙو، ته شروعات ۾ جڏهن هو چانس وٺڻ جي شوق ۾ پروڊيوسرن يا وس وارن وٽ جتيون گسڪائيندو آهي ۽ خوشامند ڪندو آهي تڏهن جي عزت نفس جو گهوٽالو پيدا ٿئي ٿو. وري جڏهن هو ڪامياب ٿي وڃي ٿو، ته هجوم جي پڌائڻ تي پنهنجي موجود سطح کان پاڻ کي مٿي ٿو سمجهي، ۽ اتي به ساڳي گهوٽالي جو شڪار ٿئي ٿو. اوهان جو چوڻ ڇا آهي؟"

شاهه صاحب چيو: آرٽسٽ، جڏهن آرٽسٽ ٿيڻ لاءِ سوچي ٿو تڏهن هجوم کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ ئي هن جو مسئلو آهي. اتان سوڻ کان پوءِ ذهني هڻائي باعث، يا گهڻائي جي وڪوڙي وڃڻ سبب موجود سطح کان اڳتي نڪري وڃي ٿو پر جيستائين پيا ڪي سنجيدا ادارا اٿئي نه ٿا ڏين ايستائين ماڻهن جي گهڻائي کي اداري ۽ ڪسوٽي طور قبول ڪرڻ کهرجي. هرڪو ماڻهو پنهنجي ليکي پيو هلي ان ڪري اهي ڳالهيون ٿين ٿيون. اسان وٽ ميوزڪ به ترتيبوار ڪانهي. ادارا هجن، تربيت ورتل ماڻهو هجن ته ان ۾ به ڍنگ پيدا ٿي سگهي ٿو. سنجيدگي ڪانهي، تنهنڪري غيرسنجيدگي آهي، ۽ انهن ئي اڳتي هلي ڪم جي ڳالهه ڏيندي. باقي تنقيد، مانائي وارو لاڙو آهي. ان کي ڪارائتو رخ به ڏني سگهجي ٿو.

"توهانکي پنهنجي هاڻوڪي مجيل حيثيت تائين پهچڻ ۾ کهڙيون تڪليفون ڏسڻيون پيون. پڌو آهي ته شروع ۾ ڪراچي ٽي وي اوهان کي هٿائڻ کان انڪار ڪيو هو؟"

ان سوال تي چيائين "ٽي وي پروڊيوسر هاڻي به لنوائي ٿو. ڪم ملڻ تي بنيادي تڪليف آهي. ڪراچيءَ جي پروڊيوسرن سان ذهني هڪجهڙائي به مسئلو آهي. هتي وارن جو ورتاءُ ڪمرشلائيزڊ آهي. هتي انڪٽر سان پڙهيل لکيل هئڻ جي ناتي سان ڪچهري ڪرڻ ڪان به پروڊيوسر لوائن ٿا. پر ڪسٽر ڪاتي جي پڻيوالي کي به وڏيڪ اهميت ملي ٿي. لاهور ۾ پروڊيوسر، پڙهيل لکيل اداڪار کي وڏيڪ پنهنجو بنائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اتي جي پروڊيوسرن ۾ علم ۽ گهرائي آهي. ان ڪري آتان وارو پنهنجي ڪلچر سان لاڳاپيل آهي ۽ هو ڌرتي تي بيٺل آهي، تنهن ڪري اڳلي کي اچلائڻ جي ڪوشش ڪونه ٿو ڪري."

"ٻيلا سنڌي پروڊيوسرن متعلق توهان جا ڪهڙا خيال آهن؟" جواب ۾ شاهه صاحب چيو پهراڙي جو

اختيار وارو ماڻهو ڪراچي ۾ اچي هيٺو ٿي ويهي ٿو. انهن حالتن کي قبول ڪري ٿو جيڪي کيس ڏنيون وڃن ٿيون. باقي ڪراچي جو رعب وري گهوٽ ويهي ٿو ڪري. هن جي هتي اچڻ تي سنڌ کي فائدو ڪونهي رسيو. سنڌي ڊرامن سان ٻئي درجي واري شهري جهڙو ورتاءُ آهي. ڪن لڪائي نوڪري ڪبي ته سٺي تخليق نه ٿي سگهندي. سنڌي ماڻهو هتي اچي رواجي ماڻهن جو غلام ٿي مطمئن ٿيو وڃي، اسان هتي خواهش ڪرڻ به ڇڏي ڏني آهي ته ڪم جي تنظيم ڏاهجي، ان ڪري ايڊمنڊن جي گڏيءَ وانگر هڪڙي رنڪيٽ جو ڏڪ ڪائي وري ويهي ٿا پيو جو ڏڪ سهون.»

پڇيوسانس ته «توهان کي سنڌي ڊرامو ڪندي خوشي ٿيندي آهي يا اردو؟» ان تي وراڻيائين «ڪجهه ماڻهو مون کي چوندا آهن ته سنڌي هڪ علائقائي ٻولي آهي، ان ۾ ڊراما ڇوڻو ڪرين، تڏهن کين ورائيندو آهيان، ته ان ڪري جو منهنجي امڙ اها ئي ٻولي سمجهندي آهي ۽ ان کان سواءِ مان ڪيڏو به مٿي چڙهي وڃان، اها ڳالهه هن لاءِ اهميت نه ٿي رکي.»

> ڪجهه ماڻهو مونکي چوندا آهن ته سنڌي هڪ علائقائي ٻولي آهي، ان ۾ ڊراما ڇو ٿو ڪرين، تڏهن کين ورائيندو آهيان ته ”انهيءَ ڪري جو منهنجي امڙ اها ئي ٻولي سمجهندي آهي ۽ ان کان سواءِ مان ڪيڏو به مٿي چڙهي وڃان، اها ڳالهه هن لاءِ اهميت نٿي رکي۔“

فن جي ترقي لاءِ ڪانئس تجويزن متعلق پڇيم، ته ٻڌايائين «ادارا اڻ پورا آهن. في الحال پبلڪ جي دلچسپي واري ڳالهه هجي، ۽ سنجيدا ماڻهو به ان ۾ هٿ وندائين. فورم هجن، جن ۾ ليکڪن جو اهڙو گروپ هجي جيڪو سطحي تفريح نه ڏي. ٻڙي کان شروع ڪجي. ميڊيا جي ماڻهن کي وڌيڪ محنت ڪرڻ گهرجي.»

پڇيوسانس: «ماس ميڊيا جا ادارا ڪيتري حد تائين فن کي وڌائين ٿا؟» شاهه صاحب چيو ته «ٽي وي پنهنجي پٽ ۾ سٺي آهي. اطلاع جي لحاظ کان ريڊيو وڌيڪ ڪارائتو آهي ڇاڪاڻ ته



ماڻهو پرڏيهي پروگرام به ٻڌي سگهن ٿا باقي فلم بنهه خراب آهي ۽ هتي ان جو ڪم رڳو سطحي تفريح مهيا ڪرڻ وڃي رهيو آهي، جڏهن ته فلم فني لحاظ کان سٺي تفريح مهيا ڪري سگهي ٿي.» فلمي صنعت جي سڌارڻ متعلق سوال جي جواب ۾ چيائين ته «دنيا ۾ ٽي فلم جو بيڙو ٻڏل آهي، سواءِ ٽورين فلمن جي هتي انڊين فلم انڊسٽري، هتان جي فلمي صنعن لاءِ تباهي آندي آهي ۽ هو سٺيون فلمون پيش ڪن ٿا. هتان جي فلمي صنعت زنده رهڻ جي ڪوشش ڪري ٿي ۽ اڳيون عروج حاصل نه ڪري سگهندي، ڇاڪاڻ ته هتي نواڻ ڪانهي پروڊيوسر کي نواڻ لاءِ چئجي ٿو ته هو هانگ ڪانگ ۽ سنگاپور جي شوٽنگ کي نواڻ سمجهي ٿو. اهو ظلم آهي. نواڻ، موضوع ائڪٽنگ ۽ ٻين ڳالهين ۾ هئڻ گهرجي. هندستاني فلم تي ممٿا سمٿا، هتي وري به صحت مند لاڙو آڻي سگهجي ٿي.»

ان تي سنڌي فلم متعلق پڇيم ته ٻڌايائين، سنڌي فلم ٺاهڻ وارا ڏنڊوڙي ذهن جا آهن. قوم جي نالي ۾ پئسن کي استعمال ڪرڻ گهرن ٿا، پاڻ نفعي کي ذهن ۾ وٺيو رکن. جيڪڏهن هڪ حقيقي سنڌي فلم ٺاهڻ لاءِ تيار ٿين ته سان مفت ۾ سائن ڪم ڪري سگهان ٿو.

ڳالهيون ٻولهيون ڪندي ٽي ڪلاڪ ڪن گذري ويا پر ڳالهيون نبيريون ڪونه ۽ ذري گهٽ اڌ ۾ ئي رهجي ويون. باقي ڳالهيون آئينده لاءِ ڇڏي هڪ ٻئي کان موڪلايوسون.



# ڪٿي آيو خير سان

## ڪراچيءَ ۾ ٿيل اسٽيج ناٽڪ جو احوال

سنڌ ۾ ورهاڱي ڪان پوءِ سنڌي اسٽيج ناٽڪ ذري گهٽ اڻ لڀ ٿي ويو. ورهاڱي کان اڳ خاص طرح سان هندو جاتي پاران ناٽڪ کي ترقي وڌائي وئي هئي. ان جو هڪڙو ڪارڻ تہ مها ڀارت ۽ رامائڻ جا تاريخي ۽ مذهبي قصا ناٽڪ جي صورت ۾ پيش ڪيا ويندا هئا. ان کان سواءِ ان وقت جڏهن تفريح جا ٻيا ذريعا ڪونہ هئا، تڏهن واپاري ڪلاس جي سنڌ ۾ گهڻائي سبب ناٽڪ جي اسرڻ لاءِ سبب موجود هئا.

ان عرصي کان پوءِ جڏهن سئنيما زور ورتو، تڏهن اسٽيج ناٽڪ جو پنهنجي پوڙ منطقي ڳالهہ هئي. ٽي ويءَ جي عام ٿيڻ کان پوءِ تہ رهيو کهيو سوجهرو بہ ختم ٿي ويو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ سماجي طرح مختلف ميدانن ۾ ترقي ڪيل ملڪن ۾ اسٽيج جي دنيا کي بهرحال قائم رکيو پئي ويو آهي. پر سنڌ ۾ اسٽيج ناٽڪ جي ترقي ۾ هٿ ونڊائڻ وارا ماڻهو بنيادي طرح سان ورهاڱي کان پوءِ رهيا ڪونہ ۽ هتي زرعي معيشت سان واسطو رکندڙ آباديءَ جو هن پاسي ڌيان لاڙو رکڻ جو ڪهڙو سوال ئي پيدا ٿيو.

ان هوندي بہ سنڌ جي ننڍن شهرن ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ناٽڪ پيش پئي ٿيندا رهيا آهن، پر انهن ۾ گهڻو ڪري وڏيڪ زور ڪلاسيڪل نوعيت جي ناٽڪن تي رهيو ۽ ان جي هڪ مکيہ سرگرميءَ وارو رڳو ناٽڪ ۾ ڪونہ رهيو جنهن ڪري ماڻهن کي پاڻ ڏانهن

گهڻو ڇڪي ڪونہ سگهيا. باقي وڏن شهرن ۾ وسندڙ ماڻهن جو هيڏانهن ڌيان ڪونہ رهيو، توڙي جو ڪڏهن ڪڏهن اردو يا ڪاٺياواڙي ناٽڪ خالص ڪمرشل بنيادن تي پئي ٿيا آهن پر انهن کي بہ ڳاڻيٽي ۾ ڪونہ ٿو آڻي سگهجي.

ٿوري عرصي کان ڪراچيءَ ۾ ڪجهہ ٽي ويءَ ۽ ريڊيو جي سنڌي اداڪارن ۽ صداڪارن پاڻ ۾ گڏجي ڪجهہ ڪوششون ورتيون آهن ۽ ڪجهہ اسٽيج ناٽڪ پيش ڪيا اٿن. تازو "گهوٽ اٺموٽ" کان پوءِ "ڪٿي آيو خير سان" علي پائي آڊيٽوريم ۾ پيش ڪيو ويو. سنڌي فنڪارن جي انهن ڪوشش جو بہ گهڻو تڻو سبب اهو ٿو نظر اچي تہ کين فن ظاهر ڪرڻ جو خاص موقعو نٿو ملي. ٽيليويزن تي هفتي ۾ هڪڙو سنڌي ڊرامو سو بہ پندرهن ڏينهن جو، جتي کين پنهنجي فن جو ڀرپور تاثر ڏيڻ جو موقعو ڪو خاص ڪونهي.

"سنڌي ناٽڪ سڀا" جي نالي سان هڪ تنظيم قائم ڪئي وئي آهي، جنهن کي مشهور ٽي وي اداڪار نور محمد لاشاري ۽ يوسف علي هلائي رهيا آهن. پر ڪهڙي ڪهڙي ڪڙيون کسي ويون اٿن ۽ کين سرنديءَ وارن سنڌي ماڻهن وٽان ڪارائتي موٽ نہ ملي سگهي آهي. ان جو نتيجو وري هيئن ٿو نڪري جو، هو ڪنهن سماجي مقصد بدران رڳو کل ۽ ونڌر وارا ناٽڪ پيش ڪن ٿا، توڙي جو ٽي وي، سئنيما توڙي

ريڊيو وارن سڀ جون سڀ پابنديون اسٽيج ناٽڪ تي ڪونهن.

"ڪٿي آيو خير سان" ناٽڪ جو ليکڪ رشيد صابر آهي جنهن جا ناٽڪ گهڻو ڪري ريڊيو تان پڌڻ ۾ ايندا آهن. ريڊيو لاءِ ناٽڪ لکڻ وارن پابندين کي ليکڪ ايترو تہ پاڻ تي مڙهيو ويٺو آهي، جو اسٽيج، جنهن جو عوام سان دوبدو واسطو آهي، اتي بہ ريڊيو جي انداز وارو خالص مزاحيہ ناٽڪ لکي ويٺو آهي. اسان وٽ وڏي مصيبت اها آهي تہ اسٽيج ٽيڪنيڪ جي لحاظ کان يورپ جيتري ترقي ڪونہ ڪئي آهي، ان ڪري سورو مدار ڪهاڻي، ڊائلاگن ۽ اداڪارن جي ائڪٽنگ تي وڃي پوي ٿو. ان ڪري انهن ڳالهين تي زور ڏيڻ، اسٽيج ڏانهن ماڻهن کي ڇڪي اچڻ لاءِ ضروري آهي.

"ڪٿي آيو خير سان" جي ڪهاڻي هن ريت آهي تہ ان ۾ هڪڙي فلم اسٽوڊيو جو منظر ڏيکاريل آهي، جتي ٽئگ قسم جا فلمي پروڊيوسر ۽ ان جو نائب ڪنهن اهڙي وانڍي ماڻهو جي تاڙ ۾ ويٺا آهن، جيڪو پنهنجا ڏني فلم ٺهرائي ۽ هو ان جا پئسا کائي وڃن. نور محمد لاشاري، ان وڏيري جي روپ ۾ اسٽيج تي اچي ٿو، جيڪو وڏيرو گهٽ ۽ ڳوٺاڻو ملان وڌيڪ ٿو لڳي. نور محمد لاشاري جي اداڪاري برابر سٺي هئي، پر کيس جيڪو ميڪ اپ ڪرايو ويو، اهو غير ضروري ۽ حقيقت کان گهڻو ڏور هو. آخر ۾ اهو وڏيرو، اهي پئسا ڦرائي ٽو وڃي، جيڪي بس وٺڻ لاءِ پاڻ سان کڻي آيو هو، ۽ پوءِ پاڻ فلم ڊائريڪٽر ٿي ويهي ٿو. ان وقت رشيد صابر اسٽيج تي اچي "واعظ" ٿو پڙهي، انتها ٿي هلڪڙي قسم

جون ۽ سطحي نصيحتون پڌائي ٿو ته جيڪي نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون فلم لائين ۾ اچڻ لاءِ آتا آهن، انهن کي انين نه ڪرڻ کپي ۽ اهي وطن لاءِ صحيح هيرا ثابت ٿي سگهن ٿا. اها آخري سين ڊرامي جي رهيل کهيل چس کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪافي هئي، ۽ ماڻهن اتي جو اتي جيڪي تبصرا ڪيا، سي اسٽيج ناٽڪ ۾ سندن روح کچڻ جو ڏس ڏئي رهيا هئا.

انين به ناهي ته ناٽڪ ۾ ماڻهن کي ڪلائنٽ وارو مقصد پورو نه ٿيو. ماڻهو ڪافي ڪليا ۽ خاص طرح سان ڊائريڪٽر جي نائب يوسف علي، ڊائريڪٽر آفتاب عالم، ابراهيم راز ۽ نعيم جي اداڪاري جيڪا سڌي ايڪشن واري اداڪاري هئي تنهن کي پسند ڪيو ويو. پروين اڪبر، جيڪا ناٽڪ جي نائڪا هئي، تنهن جو ڪم رکيو اهو هو ته هڪ وڻندڙ چهرو اسٽيج تي ماڻهن ڏٺو. صلاح الدين تنيو کي ڪو خاص ڪردار مليل نه هو.

سنڌي ناٽڪ ڪي هٿي ڏيارڻ ضروري آهي، پر سنڌي ماڻهن جي گهرج کي ضرور ذهن ۾ رکيو وڃي. ڪراچيءَ جي شهر ۾ پڙهيل لکيل ماڻهن جو جهجهو تعداد رهي ٿو، تن کي هلڪڙي ۽ سطحي ڪل پوک خاص متاثر نه ڪندي. دوست نثار ميمڻ جيڪو ريڊيو جو هڪ سلجهيل ۽ ادب دوست پروڊيوسر آهي تنهن چوائي هن مرحلي تي تجرباتي ناٽڪ پيش ڪرڻ جو ڪم جو ڪم آهي. اها ڳالهه ڪنهن حد تائين برابر، پر ان ڏس ۾ سير پائڻ ضروري آهي ۽ ان لاءِ في الحال نبج ڏسڻ واري انداز ترڪ ڪري ڪجهه قرباني ڏئي ماڻهن جو هڪ سٺو ذوق ٺاهيو وڃي. سنڌي ماڻهو هينئر هر ڪارائتي ڳالهه کي موٽ ڏيڻ لاءِ تيار آهن، ڪانئن مايوس نه هئڻ گهرجي.

# سام

ٽي وي ءَتان ڇهين اپريل تي ”ناٽڪ سيا“ ۾ آغا رفيق جو لکيل ڊرامو ”سام“ ويهارو ڪن قسطن ۾ هلڻ شروع ڪندو. هن ڊرامي کي محمد بخش سميجو پيش ڪري رهيو آهي ۽ سنڌ جي پراڻي روايت ”سام“ هن ناٽڪ جو مرڪزي خيال آهي. لڳ ڀڳ سمورا سنڌي اداڪار هن ڊرامي ۾ ڪم ڪري رهيا آهن.



ڊرامي سام ۾ سنگينه ناز ۽ شمع

# امير خسرو هڪ وڏو موسيقار

جي الانه

سنڌيڪار: الهڏنو خاصخيلي

هن ننڍي کنڊ ۾ اسلام جي پکڙ ۽ ڦهلاءَ جي ڪهاڻي تاريخ جو سڪيه مواد آهي، جنهن ۾ ڪيئن جرڪندڙ جواهر لڀن ٿا. اسانجي ثقافتي نهر ۾ دوري خـواه ويجهڙائي وارن اسلامي ملڪن جي ثقافتي وهڪرن پنهنجو پنهنجو پاڻي پهچايو آهي. اسانجي تاريخ جا ڪيترائي سورما اهڙا آهن جن جا وڏا ڪهڙو ڪري ايران، ترڪي، عربستان ۽ افغانستان کان آيل هئا. اهي جڏهن هن ڌرتي تي پهتا ته هريم جي ايڪن ۾ اپني هتي جا ٿي ويا. جيتوڻيڪ اهي هڪ اهڙي نشين ڏيهه ۾ آيا هئا جتي بت پرستي ۽ ذات پات جا پيڊ پاو هئا پر تنهن هوندي به انهن پنهنجو دين نه ڇڏيو ۽ نه ئي ثقافت کي هٿان وڃايائون. اهڙي نموني جو هڪ انسان جنهن کي وقت جي وير آڻي هن ڪپر پڙو ڪيو. سو هئو امير سيف الدين محمود.

ڪي تاريخدان چون ٿا ته امير سيف الدين ترڪي جي هڪ پرڳڻي لاچين جو رهاڪو هئو جڏهن ظالم چنگيز خان واچوڙي وانگي وٺ وٺ لوڏي ملڪن مٿان ملڪ مٿ ڪندو ترڪن جي عام ڪوس لاءِ اچي پهتو ته امير سيف الدين محمود سر بچائڻ خاطر چند وفادار ساٿين کي ساڻ ڪري ڪنهن نئين جاءِ پناه لاءِ نڪري پيو. تقدير هن ۽ هنجي ساٿين کي هن سرزمين تي آڻي پهچايو. اهڙي نموني اهي پڪندڙ سپاهي اتر اولهه سرحد کان هندستان ۾ داخل ٿي انجي گادي واري شهر دهلي ڏانهن وڌڻ لڳا. دهليءَ جي ويجهو گنگا ندي جي ڪپ تي هڪ پراڻو پٽيالہ يا سوس پور نالي ڳوٺڙو هئو. امير سيف الدين هن ڳوٺ کي پنهنجي آخري منزل بڻائي اتي ئي خيما کوڙيا. اميد هيس ته ڪنهن نه ڪنهن هندستاني راجه وٽ سپاهي جي حيثيت سان قبول پوندو.

قسمت جا ڪرم ڏسو ته سندس رسائي دهلي جي حاڪم سلطان شمس الدين التمش جي دربار تائين ٿي ويئي. التمش پنهنجي سمي جو ننهه سياڻو ۽ ڏاهو بادشاه هئو. هي به اهڙن ماڻهن جي ڳولا ۾ هئو جيڪي هنکي ويجها رهي سياڻپ ڀريون صلاحون ڏيئي سگهن. جڏهن سلطان التمش جي هن سان گفتگو ٿي ته سلطان هنجي سياڻپ کي پرکي ورتو. وڏي ڳالهه ته هيءَ اڪيلو نه هئو پر هن سان گڏ ڪجهه بهادر سپاهي به ساڻ هئا. بادشاه جي نظر انتخاب جلد ئي هن کي پنهنجي قريبي مشير بڻائي ڇڏيو. هاڻي حالتن جو ڦيرو ڦري ويو هئو ۽ امير سيف الدين هاڻي سلطان جو دل گهريو سالار هئو. اباڻي ديس ۾ حالتن جي هٿان هـار ۽ نڪر نڪر پڪڙڻ جيتوڻيڪ هنکي گهرو زندگي گذارڻ کان گهڻو دور رکيو هئو پر هينئر هن شدت سان شادي جي ضرورت محسوس ڪئي. ان زماني پٽيالہ ۾ هڪ شريف نفس ماڻهو نواب عمادالملڪ رهندو هئو. هيءَ پنهنجي سياڻپ ۽ هردلعزيزي جي ڪري مشهور هئو ۽ هنجو گهر ديني طلبگارن جو مرڪز هيو. امير سيف الدين جي ڏوڙڌڪ ڪوشش سان هيءَ درويش هنکي ۽ هنجي ڌيءَ جي سڱ ڏيڻ لاءِ راضي ٿيو. تاريخ جي عجب ستم ظريفي ڏسو جو انهي ڇوڪري جي نالي جو پتو نه پئجي سگهيو آهي البته خيال ڪيو وڃي ٿو ته هوءَ به پنهنجي پيءَ وانگر سياڻي، سلڇڻي ۽ سگهڙ هئي. هيءَ شادي خوشين ۽ راحتن جا سوين سامان ميڙي آئي ۽ امير سيف الدين انتهائي آرام ۽ سڪون جي حياتي گهارڻ لڳو. هنکي ٽي پٽ ٿيا. اعزازالدين علي شاه، ابوالحسن ۽ حسام الدين احمد. انهن مان اعزازالدين وڏي مرتبي جو مفڪر ۽ عربي فارسي جو عالم هئو. هن پنهنجي ساري حياتي هڪ مومن ۽ دينداري جي حيثيت سان گذاري. حسام الدين پنهنجي پيءَ جي نقش قدم تي هلندي شاهي لشڪر جو وڏو عهديدار ٿيو. ٻيون پٽ ابوالحسن ٻين ٻنهي کان زياده ذهين نڪتو ۽ تاريخ جي صفحن تي پنهنجو نالو هميشه ڇڏي ويو. امير سيف الدين جي خاندان جو نالو هن جي ڪري ئي روشن رهيو آهي. جيتوڻيڪ هن جو اصل نالو ابوالحسن آهي پر تاريخ هن کي امير خسرو سڏي ٿي. هن ڳالهه جي تصديق نه ٿي آهي ته اصلي نالي جي جاءِ تي هي سريلو ۽ سهڻو نالو ڪيئن آيو. ساڳئي وقت هنجي جنم جي تاريخ به پڪي طرح مقرر نٿي ڪري سگهجي پر ڪن تاريخي شاهدن جي آڌار تي هنجي جنم جو سال ۱۲۵۳ع لکيو وڃي ٿو.

چوندا آهن ته سياڻا پـار پينگهن ۾ پڌرا سو سندس ماءُ کي دل ئي دل اهو يقين جاڳيو ته

پٽ ڪا وڏي وٺندو. انهيڪري امير سيف الدين کي آماده ڪيائين ته هو ٻارڙي کي پٽيالي جي بزرگ ڏانهن دعا لاءِ کڻي وڃي. امير سيف الدين ٻه ٻارڙي کي اچي گهڙيءَ ويڙهي بزرگ جي حضور ۾ اچي حاضر ٿيو ته بزرگ ٻارڙي کي ڏسندي چيو "سچ پچ هي ٻالڪ هڪ ڏينهن هندستان ماڳين تاليرو ڏيندو. هن درويش امير سيف الدين کي اهڙي ٻالڪ جي پيءُ هجڻ تي ڪيرون ڏنيون ۽ پوءِ هٿ کڻي ڏاڍيءَ درد مانون گهريون. ماڻڻ پنهنجي ڀماري ۽ سڌوري پٽ جي سار سنڀال تي خاص ڌيان ڏنو. سپاهي جي گهر ۾ جنم وٺڻ ڪري هنکي سپاهگيري جي تربيت ڏني وڃڻ لڳي. جڏهن هنکي پٽيالي جي مشهور استاد سعيدالدين وٽ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو ته هي سڀني شاگردن کان گوني کڻي ويو. هن خطاطي جو هنر سکيو ۽ استاد کي پنهنجي هوشياريءَ سان حيران ڪري ڇڏيو. اڃان هي ڇهن ورهن جو مس ٿيو ته ڪيترن ئي شاعرن جا شعر برزبان ياد ڪري ورتائين شاعريءَ سان انهيءَ شوق ٿي هنجي اندر ۾ شاعر بڻجڻ جي صلاحيتن کي اجاگر ڪيو ۽ نيٺ هي پنهنجي دور جو مايہ ناز شاعر بڻجي ويو ۽ همعصر شاعرن ۾ هن پنهنجو بلند مقام حاصل ڪري ورتو.

جڏهن ماءُ پنهنجي سهوت کي وقت کان اڳ اوچاهن کي ڇهندو ڏٺو ته حيرت ۾ پئجي ويئي. امير خسرو کي پنهنجي ماءُ سان الهدي محبت هئي. ماءُ جي طبيعت جي ٿوري ناچاڪي هن کي بي چين ڪري ڇڏيندي هئي ۽ راتيون جاڳي هنجي سرڳهور لهندو هئو. اڪثر ڪري صبح ويل هو ماءُ کي هنجي سک ۽ تراي لاءِ ڏاڍي در پاڙائيندي پڌندو هئو. مطلب ته هڪ طرف ماءُ جي محبت اوج تي هئي ته ٻئي پاسي پٽ جي اندر ۾ ماءُ لاءِ اٿاهه عزت ۽ پيار هئو.

امير خسرو اڃان جيون جي پندرهين بهار ۾ پير نه پاتو هئو ته هنجو مهربان پيءُ هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو. انهيڪري هنجي وڏيڪ پالنا هنجي ناني عمادالملڪ کي ڪرڻي پئي، جيڪو [illegible]جي ولت جو وڏو ملڪر، عالم ۽ متقي انسان هئو. ڪيترائي علم جا اجايل ۽ ۽ معرفت جا ڳولائو هنجي آس اينڌا هئا. انهن معرفت جي پانڌيئڙن مان هڪ درويش نظام الدين نالي به هئو جيڪو نظام الدين اولياءَ جي نالي سان سڏجي ٿو. نظام الدين اولياءَ سان امير خسرو جي پهرين ڪڏجاڻي سندس ناني جي گهر ۾ ٿي هئي. انهيءَ ڏينهن کان پوءِ پنهي جي وچ ۾ ويجهڙائي وڌندي ويئي. نوجوان امير خسرو حضرت نظام الدين جي زهد ۽ درويشي کان ڪافي متاثر ٿيو ۽ آخري گهڙي تائين انجو معتقد رهيو.

امير خسرو کي مختلف ٻولين مڪن جو چاهه هئو، انهيءَ ڪري جواني ۾ ئي هي فارسي- عربي- ترڪي- سنسڪرت- اردو- هندي ۽ برج ڀاشا ۾ مهارت حاصل ڪري وڃي پار پيو. هنجو گهڻو ڪلام فارسي، هندي، اردو ۽ برج ڀاشا ۾ آهي. هنجا اهي شعر جيڪي اسان تائين پهتا آهن سي ڪافي مقبول آهن ۽ جڳهه جڳهه ڳايا وڃن ٿا. هنجي عربي ۽ ترڪي شاعري جو ڪو به پتو نه پئجي سگهيو آهي.

هيءَ جڏهن ويهن ورهين جي ڄمار جو هو ته هندستان ۾ بلبن غياث الدين جو راڄ هلندڙ هئو. امير ڪشلو خان هنجي ڪيم اميرن مان هڪ هئو، جيڪو شاعرن جو وڏو سرپرست هئو. جڏهن هن امير خسرو جو فارسي ڪلام پڙهيو ته هن کي گهرائي پاڻ وٽ رهايائين. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو تيئن تيئن امير خسرو جي سپاهي، شاعر، صوفي ۽ مدبر جي حيثيت سان هنڌن ماڳين هاڪ پکڙجي ويئي ۽ هنکي مٿان ڪيترن مختلف شهزادن طرفان آڇون اينديون رهيون.

پهريائين هي ڪجهه وقت لاءِ ملتان ۾ رهيو، پر پوءِ جڏهن ڪيس اوده جي حاڪم خان جهان طرفان آڇ ملي ته انهي آڇ کي قبول ڪندي انجي دربار ۾ پهتو. خان جهان وٽ رهندي هن کي صرف هڪ ايچيني هئي ته هو پنهنجي پياري ماءُ کان ڪوهين پري هئو. جيتوڻيڪ اتي رهندي هن پنهنجي لاءِ وڏو مرتبو ۽ مقام حاصل ڪيو هو ۽ قدر جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. ايتري سارين راحتن جي باوجود به ماءُ ڏانهن قلب جو ڪاڏو انئين ئي رهيو.

هڪ ڏينهن اوچتو ئي اوچتو ماءُ جي محبت هن جي من ۾ اهڙو ماندتاڻ مچايو جو امير خان جهان کي اطلاع ڏيڻ کان سواءِ اوده ڇڏي دهلي روانو ٿي ويو. جڏهن خان جهان کي اهو پتو پيو ته هن امير خسرو کي واپس گهرائڻ لاءِ ماڻهو موڪليا مگر امير خسرو فيصلو ڪري چڪو هو ته هو هر حال ۾ دهلي ويندو. انهيءَ ڪري رڪجڻ کان نابري واري اڳيان وڌندو رهيو. جڏهن هي شهر ۾ داخل ٿيو ته گهر ڏانهن رخ رکيائين. گهر پهتو ته ماءُ کي پنهنجي پياري پٽ جي وڇوڙي ۾ غمگين ۽ بيمار ڏسيائين.

انهي عرصي ۾ جلال الدين خلجي دهلي جي سلطنت جون

واڳون وٺي چڪو هئو. جلال الدين خلجي امير خسرو جي فنڪارانه ذات جو ساراهيندڙ هئو، هن کي خسرو جي لاءِ ڪافي عزت ۽ احترام هئو. انهي جڏهن تخت تي هن امير خسرو کي پنهنجو مصاحب ۽ درٻار جو امير مقرر ڪيو. ڪيترائي شهزادا هن جا مداح هئا مگر جلال الدين خلجي انهن سڀني کان اڳتي هئو.

هاڻي امير خسرو پنهنجي وقت جي وڏين هستين مان هڪ ليکجڻ لڳو. هو صرف عظيم موسيقار نه پر وڏو شاعر، صوفي، زبان دان، مدبر، مفڪر ۽ سپاهي هو. هن جنهن به ڪم ۾ هٿ ٿي وڌو ته ڪاميابي ٿي ماڻيائين. هنجي موسيقارانه ذات کي ڏسندي محسوس ٿو ٿئي ته موسيقي هنجي رڳ رڳ ۾ سمايل هئي. هن هند جي ڪلاسيڪي موسيقي ۾ نوان ڪس ڪڍيا. اهو يقيني طرح پڌائڻ مشڪل آهي ته ماڻهن سنگيت جي شروعات ڪڏهن ڪئي پر ڪن محققن لکيو آهي ته راڳ ٻهرين ٻهرين ٿي هزار قبل مسيح ۾ مصرين ۽ مصريون وٽ رواج ۾ آيو. جيتوڻيڪ انوقت اهو ناقص هو پر ڪي قدر سڌاريو ۽ سنواريو ويو هو.

پراڻي يونان ۾ سنگيت ۽ رقص ڪرسي ميڙن جي رسمن جو لازمي حصو هوندا هئا. هندستان ۾ سنگيت جي رواج جو پتو ويدن واري زماني کان پوي ٿو. پر اها ان وقت نه ايتري سڌريل هئي ۽ نه سنواريل. اها فقط سر جي سرڪي لئه هئي جنهن ۾ پاڪ گيت آلاپيا ويندا هئا.

هندي موسيقي جي تاريخ ۽ ترقي متعلق ڪيترائي سوال اهڙا بحث ۽ جواب طلب آهن. جيئن ته اهو فن سالها سال تائين ڏاڪي به ڏاڪي اوسر جا مرحلا طئي ڪندي ننڍي کنڊ ۾ مسلمانن جي اچڻ بعد پنهنجي جوڀن تي پهتو. هندستاني سنگيت جي واڌاري ۾ جن به مسلمانن حصو ورتو تن ۾ امير خسرو جو نالو مٿاهون آهي. امير خسرو جي ذات پنهنجي دور جي موسيقي تي وڏو اثر ڇڏيو ۽ هندستاني سنگيت کي ڪافي شاهوڪار بنايو. قديم هندي سنگيت جو سنڌي اهي ڏرسي راڳ هئا جيڪي پدن جي نالي سان مشهور هئا. بعد ۾ انهن ڪجهه ترقي ڪئي ۽ دربدر راڳ متعارف ٿيو. اڳتي هلي راڳڻيون ڳايون وڃڻ لڳيون. هي هندستاني سنگيت جو اهو دور هئو جڏهن امير خسرو سنگيت جي آڀ تي چنڊ بنجي چمڪيو.

عربي ٻولي ۾ راڳڻي جو هم معنيٰ لفظ "مقام" آهي ۽ فارسي ۾ آهي "آهنگ" ۽ پرده. امير خسرو انهن ٽنهي ورثن کان چڱي ۽ واقف هئو. هن انتهائي چاهه ۽ گهرائي سان راڳڻين جي سرن ۽ نمونن جو اڀياس ڪيو ۽ پروڙيائين ته هر راڳڻي ۾ آلاپ ۽ ڍڪ جا لاها چاڙها آڻي سگهجن ٿا.

**خيال** - خيال جو معاملو نڪاري (هندو) پي آيو آهي ته هندي موسيقي ۾ انهي کي پهريائين ڪنهن متعارف ڪرايو. ڪن چوڻ جو رايو آهي ته انهي جو سهرو امير خسرو جي سر آهي ته ڪن جو چوڻ آهي ته اهو ڪم سلطان حسين شرقي سرانجام ڏنو. خيال جي تعارف سان اهو ٿيو جو هر راڳڻي ڇهن جدا جدا حرڪتن ۾ ڳائڻ ۾ آئي. پهرين حرڪت آهي آلاپ. هن ۾ راڳيندڙ لفظن جو استعمال نٿو ڪري ۽ ساڳئي وقت طبلو به ساٿ ۾ نٿو رهي. اهو ابتدائي مرحلو آهي موسيقار جي لاءِ. انهي ۽ بعد پئي حرڪت کي ولمپت سڏجي ٿو. انهي ۾ طبلو ساٿ ڏيڻو ۽ وڄت آهستي آهستي ٿئي ٿي ۽ ڳائڻ لفظ استعمال ڪريٿو. ڪجهه دير ڪائيو ۽ راڳيندڙ ٽين مرحلي ۾ داخل ٿئي ٿو جنهن کي درت سڏجي ٿو. هتي طبلي جي وڄت ۾ تيزي اچڻ شروع ٿئي ٿي ۽ ساڳئي وقت ڳائڪي ۾ به. آخري مرحلو آهي "تان". هي اهو مقام آهي جتي فنڪار فن جي چوٽي تي هوندو آهي. "تان" ۾ لفظ نه هوندا آهن پر انجي تيز تحرڪ سان برابر رهڻ لاءِ طبلي جي وڄت تمام تيز ٿي ويندي آهي.

امير خسرو هندي موسيقي کي ممڪني حال ۾ ڏٺو پر سندس ذات ۽ ذانت انجي جهولي کي مالامال ڪري ڇڏيو.

## راڳڻيون

مٿي ڄاڻايل ڳالهين کانسواءِ امير خسرو هندي سنگيت ۾ ٻارهن نيون راڳڻيون به شامل ڪيون. امير خسرو فارسي نمونن کي بنياد بنائيندي ڪي قدر نواڻ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن جي نتيجي ۾ مجير، فرغانه، بغرد، صنم ۽ زنگولا جنم ورتو. هن هيٺيون پيون نيون راڳڻيون به متعارف ڪرايون.

سازگري، ايمن، عشاق، موافق، غنم، زلاف، سپرداهه ۽ فرودست. انهن مان ڪي اڄ تائين به ڳايون وڃن ٿيون پر ڪي زماني جي ڦير گهير سبب وسري ويون آهن.

عظيم هندو موسيقار گوپال نائڪ، جيڪو جگت گرو جي نالي سان مشهور آهي امير خسرو جو همعصر هئو. هڪ دفعو انهن وقت جي ٻن عظيم موسيقارن کي علاءُ الدين جي درٻار ۾ ڳائڻ لاءِ گهرايو ويو. انهي موقعي تي حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه هيءَ هئي ته گوپال جهڙو بي مثل ڳائڪ امير خسرو جي پٺ ۾ تمام گهٽ پي لڳو، جنهن جو اعتراف خود

گوپال نائڪ به ڪيو. جيڪا راڳڻي گوپال نائڪ ڳائي ٿي سا ساڳي راڳڻي امير خسرو وڌيڪ مٺي انداز ۾ ڪجهه نواڻ ۽ رنگيني سان ڳائي ٿي.

امير خسرو اردو ۽ فارسي غزلن کي اهڙن سرن ۾ آندو جو هندي موسيقي ۾ غزل اهم جڳهه والاري ورتي. هن بعد ۾ غزل جي جوڙجڪ ۾ ڪجهه ترميمون آڻي انکي قوالي جي صورت عطا ڪئي. قوالي امير خسرو جي ايجاد آهي، جيڪا اڪثر درگاهن، مزارن، پيرن فقيرن ۽ صوفين جي ڪچهرين ۾ ڳائي ويندي آهي. اها روحاني جوش جاڳائڻ لاءِ سماع جي صورت ۾ به ڳائبي آهي. راڳ جي فن يا هنر کان علاوه امير خسرو سازن جي دنيا ۾ به پنهنجو يادگار مثال قائم ڪيو. هن جي چاهه ۽ ڌيان جو مرڪز وينا ساز هو جنهن کي هن ترقي ڏيئي ستار ايجاد ڪئي. پراڻي زماني کان وٺي هندو مندر جو دهل يعني پکواز استعمال ڪندا هئا. امير خسرو هن ۾ ڪجهه ڦيرگهير آڻي ان کي پڻ حسن ۾ وڌايو ۽ اهڙي ريت موسيقي جي دنيا ۾ هڪ نئون ساز متعارف ڏيو جنهن کي طبلن جو جوڙو ٿو سڏجي.

**وفات** - هن جي ماءُ سخت ۽ لاعلاج بيماري سبب لاڏاڻو ڪري ويئي. ماءُ جي موت هن جي دل جو هنيانءُ جهوري ڇڏيو. هن صدمي سبب اڪثر ملول ۽ پريشان رهندو هو. انهن ڏکن ڏينهن ۾ سندس مرشد نظام الدين اولياءَ ئي هن جي آٿت جو ذريعو هئو. هي پنهنجو اڪثر وقت هن درويش جي صحبت ۾ گذاريندو هئو. جڏهن هن بزرگ اک پوري ته پيرمن امير خسرو جي دل جي ساز جون باقي تارون به ٽٽڻ لڳيون. آخرڪار ۱۳۲۴ع ۾ هن به هن فاني جهان مان ڪوچ ڪيو. هن کي نظام الدين اولياءَ جي مقبري جي ويجهو دفن ڪيو ويو. هي عظيم فنڪار ۽ ماهر موسيقار ته لاڏاڻو ڪري ويو، پر اسانجي ثقافتي ورثي کي مالامال ڪري ويو.



سامُ ۾ الطاف سومرو، سيما ۽ نئون فنڪار عليم شيخ

# سوال جواب

۽ فراريت، نـاڪاريت، موجوديت داخليت ۽ ادب بـراءِ ادب وغيره ان جا حصا آهن.

* عبدالرحمان ابڙو - خانپور

س- نفرت کي ڇا سان ڌوڙيو وڃي؟

ج- جنهن به حيلي سان ٿئي سگهي.

* اقرار علي شاهه - نوشهروفيروز

س- انقـلاب ۽ اصــلاح ۾

(هن ڀيري پهريون نمبر سوال ياءُ محمدعالم ڪوڪرجو گاجي کهاوڻ کان موڪليل آهي، ٻيو نمبر عنايت منور بلوچ نواب شاهه ۽ ٽيون نمبر اقرار علي شاهه نوشهرو جو آهي. کين انعام سنت روانا ڪيا ويندا.)

* محمد اڪرم نظاماڻي- ملوڻ

س- سچ ۽ حـق چـوڻ وارا سوريءَ تـي چڙهي سرخرو ڇـو ٿا ٿين؟

ج- اي ضميري سان زندگيءَ گهارڻ تي ڪارائتي موت کي مٺاهون سمجهي.

* ساجد علي سيهڙ - مورو

س- مون کي هر رات خواب اچن ٿا، ڇا ڪريان؟

ج- ڏينهن جسمانـي ڪم ڪار ڪريو، جيئن ٿڪجي پئو ۽ پوءِ رات جو ڪابي پـاسي سمهجي سمهي رهـو. ساڳئي وقت خيال ڪريو ته جيئن اوهان جو هٽ دل جي مٿان نه هجي. باقي مهرباني ڪري حڪيمائا ۽ طبيبائـا سوال اڳتي نه پڇجو.

* شهريار - سکر

س- ”ڍوءَ بـنا ڍولا ڪانهي ساجهه مونهن جي“ ڇا اوهان ان سان اتفاق ڪريو ٿا؟

ج- هائو ادا.

* علي اصغر ڀٽي- مورو

اهو وقت ڪڏهن ايندو جڏهن پرماريت ڪندڙن جو خاتمو ايندو؟

ج- ان جو جواب گذريل پرچن ۾ اچي چڪو آهي.

* لالا منور گوپانگ - قمبر

س- انسانـي رشتن ۾ سڀ مٿاهون رشتو ڪهڙو آهي؟

ج- مٺي امڙ جو.

* محمد خان نظاماڻي- تلهار

س- انسان نيـٺ قسمت تـي ڇو ٿو پاڙي؟

ج- ڳالهيون وس کان چڙهي ٿيون وڃن ۽ سمجهي بـه نه ٿو سگهي تـه پوءِ ڪو بهانو تـه ضرور گهرجي نه پائو.

* علي احمد رند - جوهي

س- توهان کـي سڀ کان پياري ڪهڙي شيءِ آهي؟

ج- چانهه.

* عبدالغني ڏاهري- امان الله ڏاهري

س- چون ٿـا تـه زمين هڪ ڏڳي جـي سنگ تي بيٺي آهي، ڇا اهو برابر آهي؟

ج- ٻي سرين ڳالهين تـي ڇو ٿا مغز ولوڙيو.

* اياز ڦل - يونيورسٽي ڪالوني

س- جديـديت ۽ فراريت ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

ج- اهـي ادب جـا اصطلاح آهن. جديديت ۽ جدت ۾ يا نواڻ ۾ فرق آهي. باقي جديديت ڪجهه اهـڙن فڪـري لاڙن جـو ميـڙ آهـي جيڪـي ادب ۾ انسان ۽ ان جي آئيندي متعلق نراس آهن

ڪهڙو فرق آهـي ۽ سامراج لاءِ ڪهڙو عمل فائدي وارو آهي؟

س- ڪنهـن سرشتي کـي مڪمل طرح بدلائي ڇڏڻ انقلاب آهي، جڏهن ته ان ئـي سرشتي اندر سڌارا آڻي سماج جي نڪرائش تي ڪجهه وقت لاءِ ڪڪ رکي وڃڻ اصلاح آهـي ۽ هـن دور ۾ پرماري قوتـون اصلاح جـو نعرو هڻي ٿيون.

* ستار سولنگي- ڪنڊيارو-

س- غلام قومن جـي آزادي ڳل جي ٻنڪڙين ۾ سٺل آهي يـا بندوق جي نالي ۾؟

ج- ادا ڏاها ٿيو.

* محمد ضراب حيدر ڪلهيار- نوابشاهه

س- دنيا ۾ اهو ڪهڙو انسان آهي جنهن محبت نه ڪئي هجي؟

ج- هڪڙو بـه هجي تـه نـالا بـه ٻڌايانو- ليڪو ڪونهي. جيڪو بـه انسان ذات لاءِ پيار نه ٿو رکي سو انهيءَ خاني ۾ آهي.

* نصرت ايف جعفري- بدين

س- اهڙا ڪهڙي عبادت آهي جيڪا نه ڪرڻ ۾ فائدو آهي؟

ج- سمجهي ني ڪونه يار-

* نور محمد سيمڻ- ڪولاڙچي

س- هن وقت ٽيسٽ ڪرڪيٽ

جي دنيا ۾ سڀ کان سيي ٿد وارو رانديگر ڪير آهي؟

ج- گهڻو ڪري سنيل گواسڪر.

* بشير احمد - ڪراچي

س- عورت جو موت گهڻا دفعا ٿيندو آهي؟

ج- احساس جذبي ۽ ممتا جو موت ڪونهي ٿيندو.

* محمد صديق پنهور- حيدرآباد

س- ڇا هن عدم تشدد سان ماڳن تي منزلون ماڻي سگهجن ٿيون؟

ج- عدم تشدد واري فلسفي جي باني مهاتما گانڌي، جڏهن اهو اهو لکر پيش ڪيو هو، تڏهن هندستان جو اپرندو سرمائيدار، انگريزڪان جند ڇڏائڻ ٿيو گهري، ۽ ان جي جدوجهد جو منطقي انداز اهوئي ٿي پيو سگهي اهـا ٻي ڳالهه آهي ته انگريزن تي ٻن مها ٻاري لڙاين جو تشدد نه ٿئي ها ته نندو ڪنڊ خالي ڪرڻ ۾ ڳالهيون ٿين ها.

* الهه ڏنو امجد - روشن آباد

س- منهنجو محبوب بي وفا ٿي ويو آهي ڇا ڪريان؟

ج- جلال چانڊئي ڪان نسخو وٺو.

* محمد سليمان ٻهوڙ- ملوڪ ٻهوڙ

س- مسلمان حضور جن جي مثالي زندگي تي عمل ڇو نه ٿا ڪن؟

ج- ڪهڙو مٺو ڦاڙجي پائو.

* سلمي سومرو - لاڙڪاڻو

س- قاتل کي موت جي سزا ڏني وڃي ٿي پر جذبن ۽ اخلاق جي قاتلن کي سزا ڇو نه ٿي ملي؟

ج- سزائن سان مسئلو نبيرڙو ڪونهي، جيسين سبب ختم نه ٿا ڪيا وڃن.

* عبدالحليم سومرو - سڪرنڊ

س- شادي شده ماڻهو صبح جو وهنجندا ڇو آهن؟

ج: چاڪليٽ کائو ۽ في الحال اهڙيون ڳالهيون نه سوچيو.

* خادم حسين بروهي - سانگهڙ

س: گهر ويٺي يار ملي وڃي ته ڇا ڪرڻ گهرجي؟

ج: واڇون ٽيڙي بغل ڏوڪڻ گهرجن.

* محمد رمضان - ڪراچي

س: نثر ۾ لکڻ سولو آهي يا نظم ۾؟

ج: ٻنهي سولا ڪونهن.

* جاويد حسين ناز ميمڻ - سڪرنڊ

س: محبوب ٻري ٽي وڃڻ تي سنسار اونداهو ڇو نظر ايندو آهي؟

ج: بجليءَ سان يـاري رکي هئي ڇا؟

* زين العابدين ڪنڀر- ڇنبڙ

س: دنيا جي قديم ٻولي ڪهڙي آهي؟

ج: اشارن واري.

* علي نواز ڪوري- ڪڙيو گنهور

جواب: ادڙا اوهان ڪوين صاف اکرن ۾ پراڻي موڪليو.

* امداد عابد شيخ - نيو جتوئي

س- پـار کي هشيار ڏيڻ تي اهو پار شينهن جو ٻچي ويندو آهي؟

ج- توهان کي دپ ۾ شينهن ڏسڻ ۾ ايندو هوندو، نه ته پـار کي ته هشيارهلائڻ اچي ئي ڪونه.

* درشن- اين- ڪشمور

س- ڪاڪا گرداس واڌواڻي هن وقت تائين شادي ڇو نه ڪئي آهي؟

ج- ديوان سائين ڪاڪو هن وقت شادي ڪري ڇا ڪندو.

* شاد پڳوار

س- ڇـا شاهه عنايت شهيد مئيريلسٽ هو؟

ج- مئيريلزم کي ڳولڻ لاءِ ايڏو پري ڇو وڃي نڪتا آهيو؟ شاهه عنايت مئيريلسٽ ڪونه هو.

* حسنه بانو عباسي ڪراچي ۽ م- هه سنڌي گڏاپ

س- ٻهراڙين جا ماڻهن پنهنجي ڇوڪرين کي ڇو نٿا پڙهائين؟

ج- گذريل پرچن ۾ انجو جواب اچي چڪو آهي.

* گل محمد جلباڻي - روشن آباد

س- سنڌ مان غربت ۽ جهالت ڪڏهن ختم ٿيندي؟

ج- فال وجهرائڻ سان ڪم نه هلندو.

* نيڪ محمد سنڌي ڪراچي

س- دنيا چنڊ تي پهتي آهي پر اسان وٽ وڏيرن جي بچ تي "ماريو يا مارايو" وارو اصول ڇو ختم نه ٿو ٿئي؟

ج- اسان جي ماڻهن جي ديگ تهڻ ۾ اڃا ڪجهه وقت لڳندو.

* سيهڙائي گل حسن مغيري سڪرنڊ

س: ڇهاڪنهن دؤرجي شاعري ان دور جي صحيح تاريخ هوندي آهي؟

ج: شاعريءَ منجهان ٻـه تاريخي نتيجا ڪڍي سگهجن ٿا.

* عبدالمجيد عباسي- چتو چنڊ

س- سنڌي ادب ۾ صحيح تنقيد ڇو نه ٿي ڪئي وڃي؟ اڄوڪي تنقيد سان دل آزاري ٿي ٿئي ان جو ڪهڙو سبب آهي؟

ج- صحيح تنقيد به ٿئي ٿي، پر مقدار ۾ ڪجهه گهٽ آهي. اصل ۾ اسان وٽ صحيح تنقيد سهڻ ۾ به گهٽ ٿي اچي.

* مسرور امداد علي پنهور

س:- عاشق ڏاڙهي جو رکائيندو آهي ۽ جلد ڇو ڪوڙائيندو آهي؟

ج:- هر فرمائش تي.

* سهيل رعنا مستوئي- دادو

س: زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي؟

ج: جواب گذريل پرچن ۾ اچي چڪو آهي ۽ زندگيءَ جا مقصد ڏهاڙي بدلجندا ڪونهن.

* عبدالخالق سنجراڻي- خيرپور ميرس

س - سيني سنڌي هڪ ٿي

وڃن تہ پوءِ ؟

ج: زمانو ئـي هنـن جو ٿي وڃي.

* ”ناصر“ ساريو- بادهہ

س: ٻارڙا مستقبل جا معمار آهن تہ پوءِ ساڻن ناانصافي ڇو؟؟

ج: ننـڍا وڏا سڀ ساڳي پوهي آهن.

* غـلام محمد ڏيـرو- پٺانـي ڪلينڪ ڏوڪري

ج- توهان پنهنجي سوال جو جواب ٻاٽ واري ڪلينڪ جـي ڊاڪٽر ارباب کان پڇي ڇڏيو.

* غلام علي ميمڻ- شڪارپور

س- اين او سي ڇا جو شارٽ فارم آهي؟

ج- شڪارپور ۾ نوآبجيڪشن سرٽيفڪيٽ پڌائڻ وارا ڪٿي ويا آهن ڇا؟

* نثار احمد ۽ شبير احمد- صوبو ديرو

س- نئين ساٿيءَ سان واقفيت ڪيئن ڪجي؟

ج- ضرورت ڪهڙي آهي؟

* محمد احسان سمون- راڌڻ وليج

س- سچ جي ايڏيوڏيسزاڇو؟

ج- راڌڻ ۾ رهـڻ ڪهڙي سزا آهي؟

* ويروسل سوتي- ٽنڊو ٻساگو

س: اڄ ڇوڪـريون ڏسـندو آهيان تہ وات سان ڪـگ وهندي آهي ڇو؟

ج: ڪتي جي چـڪ واري علاج جون سيون هڻايو ڏيک ٿي ويندا.

* عبدالڪريم شر- ٽنڊو مير علي (تعلقو ڏري ميرواهہ)

س: دانشور طبقو ٻاٽ کـي عقل ڪل ڇو سمجهندو آهي؟

ج:- ٻهرين ڳالهہ تہ اهو ڪو طبقو ڪونهي، ٻي ڳالهہ تہ جتي پنجاسي سيڪڙو ماڻهو اڻ پڙهيل ۽ پندرهن سيڪڙي پڙهيل جي بہ گهڻائي اڌ پڙهيل ۽ پڙهيل لڪيل جاهلن جي هجي، اتي ٿورن ماڻهن جو ٻاٽ کـي عقل ڪل سمجهن جيڪڏهـن برابر نہ هجي ہر فطري ڏيندو. وري ماڻهو ڪجهہ لئہ بہ تہڪن ٿا. عقل تي اهاهڪ ٿوڙڻ لاءِ ضروري آهي تہ ڇاڻ ۽ شعور جـي واڌ واري ڪم کـي تيز ڪجي.

* محمدعالم ڪوڪرڳاجي کهاوڙ

س- شاعر ۽ اديب جي آنـا ڇا آهي ۽ ان جا هاڪاري يـا ناڪاري پهلو ڪهڙا آهـن ۽ اها ڪيتري حد تائين جائز آهي؟

ج- هڪ اهڙو جذبو آهـي جيڪو تخليق جي سرجڻ واري عمل جـي نتيـجـي ۾ پيدا ٿئي ٿو. ڪارائتـي تخليق ڪرڻ ۽ ماڻهن سان ٻاٽ کي حقيقي طرح سان ڳنـڍين واري ذمـيواري نڀائيندي اديب ۽ شاعر ۾ اطمينان ۽ خوشي پيدا ٿئي تہ هوڪارائتي عـمـل جـو حصو آهـي. اوءِ پنهنجي ان ذميواري واري عمل کي پڄائڻ ۽ جاري رکڻ ضروري سمجهندي هن وٽ عزت نفس جو ڳتيل جذبو ٿئي ٿو ۽ لالچ کان مٿيرو ٿي وڃي ٿو. اها انا آهي ان ٿي تائين جائز آهي باقي آڪڙائي بازي ۽ غرور واري حد اچي وڃي تہ ذميواريءَ سان وڌڻ واري ڳالهہ ختم آهي.

* عنايت منصور بلـوچ- ڪئمپ نمبر ٢ نوابشاهہ

س- هن وقت سنڌ ۾ ذاتيـن جي بنياد تي تنظيمون ڇـو ٺهي رهيون آهن؟

ج- عوام ۾ پـنڌي پيدا ڪرڻ واري عمل کـي پنهنجي مفادن لاءِ خطرو سمجهنـدڙن جـي هڪ سازش هيٺ نسلي بنيادن تي اهو ڪم ٿـئـي پيو جنهن جـي هـر سطح تـي ملامـت ڪرڻ گهرجي. هوئنئن معاشري جا مسئلا ايڏا وڏي ويا آهن جـو ان قسم جون حرڪتون، ڪوٺي رنـڊڪ تہ بڻجي سگهنديون.

* اعجاز حسين تـونيہ- گـوٺ لونگ تونيہ

س- هيرا، تاريخ ٺاهيندي آهي يا هو تاريخ ڪـي ٺاهيندا آهن؟

ج: تاريخي اوسر جا پنهنجا قانون آهن ۽ سڀئا ماڻهو انهن جي پونواري ڪندا آهن.

* عبدالستار ابڙو- مانجهند

س: انسان جانـورن کان بہ بدتر ڪري ٿو تڏهن بہ ٻاٽ کي اشرف المخلوقات ڇو ٿو سڏائي؟

ج- مڙوئي مستي.

* ولي محمدراهو- دولتپورصفن

س- ڪنهن کـي ياد ڪجي ٿو تہ ڇا اهو بہ ساڳئي وقت ياد ڪري ٿو؟

ج- پليا آهيو.

* لياقت علي تونيہ- سي ايم سي لاڙڪاڻہ

س- آزادي انسان جو پيدائشي حق آهي تہ پوءِ ماڻهن کي غلام بڻائڻ پوڻ ڪوشش ڇو ٿيون ٿين؟

ج- جواب تمام ڏکـو ڏئـي ويندو ٻاٽ ئي سمجهي وڃو يـا ڪنهن کان پڇي وٺو، شمس سومرو اتي هوندو.

* محمد رمضان ٻرهياڙ- ڪراچي

س- دنيا جي سڏريل ٻولين ۾ سنڌي زبان ڪهڙي نمبر تي آهي؟

ج- ڇڱي نمبر تي آهي هروڀرو گوءِ ڪرائڻي آهي ڇا.

* سبحان علي سنڌي- بدين

س- غـريب سدائيـن ڏک ۾ ڇو هوندا آهن؟

ج- شوق سان تہ ناهن هوندا.

* محمد نواز کهاوڙ- وارهہ

ج- توهان جو سوال برابر سٺو ۽ اهم آهي پر هتي سوال ڇاٽائڻ ۽ جواب ڏيڻ کـان بهتر آهي تہ اوهان پنهنجي شهر جـي پڙهيل لکيل ماڻهن کـان پڇـا ڪريو ۽ ڀانيان ٿو اوهان کـي ان موضوع تي ڊاڪٽر ارباب يا ڊاڪٽر غفار خان وٽ ڪتاب ۽ زباني معلومات بہ ملي ويندي.

* محمد صديق ملاح - نيوجتوئي

س - زندهه رهڻ جو اصل مقصد ڇا آهي؟

ج - موت جي قوتن کي منهن ڏيڻ.

منظور حسين ڪلهوڙو- ٽنڊو ڄام

س - هٿيارن تي وڏا خرچ ڪيا پيا وڃن پر بک ۽ بيروزگاري ڏانهن ڌيان ڇو نٿو ڏنو وڃي؟

ج - ڌيان آهي پر بک ۽ بيروزگاري کان تنگ ٿي ان کان جند ڇڏائڻ واري ويڙهاند ڏانهن.

* غلام مصطفيٰ "شهزاد" ٽنڊو محمد خان

س - انسان انسان جو دشمن ڪڏهن ٿيندو آهي ۽ ڇو؟

ج - پاڻ اها دشمني ٻن قسمن جي آهي، هڪ شخصي ٻي گروهي. شخصي دشمني فضول ۽ بنهه ننڍڙن بي مطلب مفادن لاءِ ٿيندي آهي ۽ گروهي وڏن مفادن لاءِ.

* عبدالستار ملاح- ٽنڊو باگو

س- مڙس زال سان وڙهندو آهي ته ڪيس ماءُ جي شهه ملڻ جو ۽ ماءُ سان اڻنگو هلندو آهي ته زال جي هشي جو طعنو ملندو اٿس ڇو؟

ج- ڏاهپ سان ڳالهين کي منهن ڏيڻ جو ڏانءَ نه هوندو اٿس تڏهن.

* شهزاد علي ڏنو- کور واه

س- ڪاش! دنيا ۾ نفرت جو نالو نه هجي، ته پوءِ؟

ج- اوهان جو وات گلاب. شل اٿين ٿئي.

* رضا شر- ايف سي ايريا ڪراچي

س- سنڌ جا ترقي پسند اديب، مفڪر ۽ دانشور ڪراچيءَ ۾ اچي ڪمائڻ جو ڇو سوچيندا آهن؟

ج- شهري وچولي طبقي جي نفسيات ۽ ماحول جو شڪار ٿي ويندا هوندا ۽ پوءِ اهڙن ماڻهن وٽ بهانن جون ته کاڌيون آهن پاڻ،

* وجند ڪمار منڌاڻ- ڪنڌ ڪوٽ

س - گهڻا ماڻهو مرٽواري جي تعريف ڇو ڪندا آهن؟

ج- "مٺن ڪهڙا معاملا؟"

* مهراب خان ڪوري - هالا نوان

س - ڇا هلال پاڪستان مئگزين سنڌ جي انهن ماڻهن جي اصلاح ڪرڻ ۾ سوڀاري ٿيندي؟ جيڪي پنهنجي ناڻي کي ڪارائتي استعمال ڪرڻ ۽ ڪٿن تي خرچ ڪري رهيا آهن؟

ج - شعور ۽ ڄاڻ وڌائي ماڻهن کي ڪنهن نتيجي تي پهچائڻ واري عمل جو سهرو ڪنهن هڪڙي ڳالهه تي ناهي هوندو، انيڪ گهڻا عنصر هوندا آهن. هلال مئگزين به اهڙي ڪُڏيل عمل جو هڪ حصو آهي.

* بشير احمد سومرو- گوزو

س- قومن جي بقا ۾ ادب جو ڪهڙو ڪردار ٿئي ٿو؟

ج- ادب، بقا لاءِ گهربل ڳالهين کان آگاه ڪندو آهي.

* ذوالفقارعلي سانگهرو- ڏوڪري

ج- توهان جي سوال جو جواب آهي ته سڄي دنيا لاءِ.

* شمن ڪالاڻي- شهداد ڪوٽ

ج- ادا اوهان جو سوال ڏنگائي وارو آهي، خاص طرح سوال جو پويون حصو.

* طالب حسين راڄپر- نوابشاه

س- "ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي ڪهڙا پرين؟" جواب نثر ۾ ڏيندا.

ج- ڪنهن حد تائين ٺيڪ ته آهي. باقي جواب ڪهڙو ڏيان.

* عزيزالله پنهور- داپيچي

س- مظلوم جي آه ڪڏهن اثر ڪندي آهي؟

ج- آه ۽ دانهن سان ڪجهه ورڻو ناهي.

* عبدالخالق بوزدار - خان محمد بوزدار

س - اڄڪلهه جا دوست بيوفا ڇو آهن؟

ج - توهان کي وهم آهي.

* محراب خاصخيلي - ڏوڪري

س - ڇا وڏيرا سنڌ جي ثقافت آهن؟ ۽ وڏيرن کان سواءِ سنڌ جا ماڻهو ترقي نه ڪري سگهندا؟

ج - وڏيرا سنڌ جي وڏيرڪي ثقافت جون نشانيون ۽ سماجي ترقيءَ جي راهه ۾ رنڊڪ آهن.

* محمد رحيم ميربحر - ڇتو چنڊ

س - اڄڪلهه جا سنڌي ڳوٺاڻا وهم پرستي جهڙي موذي مرض کان ڪڏهن ڇوٽڪارو پائيندا؟

ج - جڏهن پنهنجي مسئلن سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا.

* عاجز عبدالخالق - غازي خاصخيلي

س - هر مظلوم بيوس ڇو ٿيندو آهي؟

ج - بيوس نه هجي ته مظلوم ڪٿان ٿئي.

* مسڪين حسين بخش مهر - گهوٽڪي

س - موت اٽل آهي پوءِ به ڪو مرڻ نه چاهيندو آهي ڇو؟

ج - امداد جي هڪ شعر موجب "زندگي ڪيڏي به ڪڙي، ڪيڏي به زهر پوءِ به آهي موت کان پياري."

* محمد اڪرم مشوري- ٽنڊوآدم

س - ماڻهوءَ جو ضمير ڪڏهن خراب ٿيندو آهي؟

ج - ماڻهو ڪرڻ جي ڪا سند ٿي ڪانهي.

* عزيز الله ڏاهري-واهي پانڌي

س - اڻ برابري وارو معاشرو ختم ٿيندو يا نه؟

ج - هميشه هئڻ جو ٺيڪو ڪونهيس.

* عبدالغفور ڪوسو - ڳوٺ سوليڏنو ڪوسو

س- ڇا رڳو سنڌي ٽوپي پائڻ اجرڪ ڪلهي تي رکڻ سان سنڌي ثقافت جو بچاءُ ٿيندو؟

ج- رڳو اٿين ڪرڻ سان نه، ڪجهه ماڻهن وٽ ته ايترو پئسو به ڪونهي.

* عزيزالله جلباڻي- پريا شهر

س- وتائي جهڙا فقير، حاتم جهڙا سخي ۽ ڪاسون جهڙا سچار اڄ به موجود هجن ته ڀوءِ؟

ج- ڪاٿ ۾ هجن.

* اي جبار جوکيو- ڪراچي

س- توهان جي خيال ۾ دنيا ۾ سڀ کان خوشنصيب ماڻهو ڪير آهي؟

ج- جيڪو نه ڪنهن تي ظلم ڪري ۽ نه ڪنهن جي ظلم جو شڪار ٿئي.

* عبداللطيف دائودائي- ٽنڊوالهيار

س- دنيا عقلمند جي موت ۽ جاهل جي زندگيءَ تي ڳوڙها ڇو ڳاڙيندي آهي؟

ج- پنهنجن جذبن جي اظهار لاءِ.

* امام بخش- لاڪا روڊ

س- استادن جي هاڻوڪي معاشري ۾ ڪيتري عزت آهي؟

ج- پاڻ ڪهڙي معاشري ۾ عزت جي ڳالهه ٿا ڪريو.

* محمد علي مهتو- اولائي

س- جيڪڏهن انسان خطا جو گهر آهي ته پوءِ گناهه جي سزا ڇا لاءِ؟

ج- گهر جي مرمت ڪرڻ لاءِ.

* ڪيڊٽ ايازحسين پرڙو- پيٺارو

س- علميت بهتر آهي يا لاعلميت؟

ج- في الحال ڪوءِ ته لاعلميت ڪنيو بيٺي آهي پر علم جو مان مٿاهون ٿيڻو آهي.

* غلام نبي ڏاهري- شاهپورچاڪر

س- سماج جڏهن پنهنجي شڪل بدلائيندو آهي تڏهن پيداواري رشتا تبديل ٿيندا آهن يا نه؟

ج- پيداواري رشتن جي تبديلي ئي ته سماج جي تبديلي آهي.

* حسين بخش ڪاڏهي- خيرپور ناٿن شاهه

س: اڄ ڪلهه ماڻهو محنت گهٽ ۽ آڪڙ وڌيڪ ڇو ڪندا آهن؟

ج: ضمير جي ڏنگ کان بچڻ لاءِ.

* جيون شام- لطيف آباد

عمل عقل مان ڏهي ٿو يا عقل عمل مان؟

ج: ٻئي هڪٻئي سان لاڳاپيل آهن.

* عبدالجبار منگي- رتوديرو

س: ماڻهو دنيا ڇو گهرندا آهن؟

ج: تڏهن ڇا موت گهرن؟

* شوڪت علي شيخ- چامشورو

س: هلال مئگزين جون هر مهيني ڪيتريون ڪاپيون ڇپجنديون آهن؟

ج: سول ايجنٽ ٿيڻ جو خيال آهي ڇا؟

* عبدالحسين جوڻيجو- ڏامراها

س: اٺ ڏرسبين باعث پياري ماڻهوءَ کي ڇڏڻو پوي ته ڇا اها بيوفائي آهي؟

ج: هروڀرو بهانا نه ڳوليو.

* جلال الدين جوکيو- دابيجي

س- محبت ڪهڙي ملڪ جي ايجاد آهي؟

ج- محبت کي ڊوميسائيل سرٽيفڪيٽ جي گهرج ڪانهي ۽ اها ڪنهن جي ايجاد به ناهي.

* محمد عارف تنيم- ٺارو شاهه

س- هاري ۽ مزدور جي پگهر تي ناجائز طرح پلجندڙ کي ڇا چئجي؟

ج- جيڪو وڻي سو چئوس.

* خالد قريشي- ڪراچي

س- سنڌ ۾ سنڌي گهٽا آهن يا ٻيا؟

ج- هٿ ته چڱا ڀيا آهن، وينا ڏسو.

* نظرمحمد بروهي- ٻگهاڙ موري

س- اولاد کي ماءُ جڻي نپائي وڏو ڪري پر حق پيءُ جو وڌيڪ ڇو؟

ج- اهو گهر جو باس بڻيو ويٺو آهي ان ڪري.

* علي نواز ڪوسو- ميرپور خاص

س- دنيا دولت جي پوڄاري ڇو آهي؟

ج- ڦٽي اٿس ان ڪري.

* ايم الهه بخش آزاد- ٽنڊوآدم

س- اڄ ڪلهه جي دوستي ڪامياب ڇو نه ٿي وڃي؟

ج- توهان کي وهم آهي.

* عرفي سمات- روشن آباد

س- پنهنجا بيوفائي ڪن ته ڇا ڪجي؟

خ- ڪين چئجي ته ڏاها ٿيو.

* مظفر حسين رنڊ- ٽالهر وڏا

ج- توهان جي سوال ۾ جواب موجود آهي باقي ڇا چئجي.



ڊرامي سام ۾ فريد نواز بلوچ ۽ ٻيا




* هلال مئگزين، جنهن پابنديءَ ۽ معيار کي برقرار رکندي شايع ٿي رهيو آهي، تنهن جي سچ پچ ته اميد نه هئي. اوهانجي اداري ڪارنامو ڪري ڏيکاريو آهي.

اميد ٿو ڪريان ته اوهان سنجيده ۽ زنده ادب جي سلسلي ۾ هلال مئگزين کي اهم ڪڙي ڪري پيش ڪري ڏيکاريندا.

**اياز گل**
سکر

* هلال مئگزين جا لاڳيتا پرچا پڙهڻ کان پوءِ پڪ ٿي اٿم ته اوهان جلال چانڊيو اسمائيل ۾ "عوامي" ٿيڻ جي خوشفهمي ۾ ڦاسڻ کان بچي ويا آهيو. هونئن به ضرورت کي وڌيڪ اهميت ڏيڻ گهرجي. زندگيءَ جي تڪڙين تبديلين کي سمجهڻ لاءِ جنهن ادب جي ضرورت آهي ان جي کوٽ پوري ڪرڻ لاءِ هلال مئگزين ۾ سٺو مواد ڇپجي رهيو آهي. هن ڀيري سائين محمد ابراهيم جويو صاحب جو مضمون ڏاڍو وڻيو. ڪوشش ڪري هر مهيني سائين کان لکرايو. مئگزين ۾ نثر لکندڙ گهڻو ڪري ساڳيا ئي نظر پيا اچن. تاريخ ۽ ڪهاڻيون لکندڙن جي کوٽ ڪانهي. سون پنهنجي شاعري به موڪلي آهي پر الائي ڇو نه ڇاپي اٿو.

**انجم سومرو**

جواب: پاڻ اوهان جي ڪارائتن خيالن جي مهرباني، پڪ سمجهو ته جيڪڏهن سٺو نثر لکندڙ گهڻا هجن ته سڀني کي ڇاپيو ويندو. اوهان جي شاعري به ڇپينداسين. ڪاوڙ نه ڪريو.

* جڏهن هلال پاڪستان مخزن (ميگزين) شروع ٿي هئي ته ويچار ڪيو هيم ته اهو به صرف پئسا ڪمائڻ خاطر سنڌ ۽ سنڌي ادب جي خدمت جو بهانو ڪيو پيو وڃي. مگر حقيقت ان جي بلڪل ابتڙ ٿي. کليءَ دل سان مڃڻو پوندو ته هلال پاڪستان ميگزين اڄڪلهه سنڌي ادب کي هڪ وڏي هٿي ڏني آهي. انجو معيار بلند آهي کيس قائم رکڻ جي سدا ڪوشش ڪندا. اوهانجي محنت ثاب پوندي. هن دفعي فيبروري واري پرچي ۾ محترم عبدالڪريم ڪنڀيءَ جي "سنڌ سپيتا" ۽ ادي تاجل بيوس جا نثري نظم بيحد پسند آيا.

**عبدالرشيد سومرو**
شڪارپور

* جنوريءَ جو مئگزين پڙهيم ٽائيٽل رنگن سان رچايل ڏاڍو وڻيو ۽ پسند به آيو. ٽائيٽل تصوير ۾ هڪ غلطي آهي، اها هيءَ ته تصوير ۾ ڏيکاريل عورت جي چولي جي ماڊرن طور سلائي ڪري ارهه (ڇاتي) ظاهر ٿي پيئي رهي آهي. جنهن کي ڍڪ ڏيڻ لاءِ ارهه وٽ ليڪا ڏيئي ڇاتي کي ڍڪيو ويو آهي. اها ڳالهه سٺي آهي پر ان وقت جنهن وقت ٽائيٽل تصوير جي سليڪشن ٿيندي آهي ڌيان ڏيو ها ته شايد ائين نه ڪرڻو پوي ها. پوءِ به سرورق تصوير سٺي هئي —. مئگزين مواد جي لحاظ کان ڏاڍي سٺي هئي. هرهڪ لکڻي ٺهڪندڙ ۽ معياري هئي —. عبدالڪريم ڪنڀيءَ جي مضمون "سنڌ سپيتا"، "سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر"، "اڳي ائين هياس" پڙهيم. باقي خير — دستگير ڀٽي ۽ عبدالڪريم ڪنڀيءَ جا مضمون ڏاڍا وڻيا —.

شاعريءَ جي حصي ۾ استاد بخاري، تاجل بيوس، اطهر سنگي، عابد مظهر، اياز گل ۽ ٻيا شاعر پسند آيا — گارشا مارڪوئيز تي لکيل مضمون وڻيو — ابراهيم خشڪ جي ڪهاڻي به وڻي پر اجائي ڊيگهه پسند نه آئي — گداگري ۽ چريوپڻي ترجمو ڪيل ڪهاڻيون ٺيڪ هيون. مئگزين جي مستقل ڪالمن مان علي بابا جو ڪالم "هڪ ڏينهن" ۽ الطاف شيخ جي سفرنامي متعلق "آفريڪا جون حبشي عورتون" پڙهيم ٺيڪ هئو. "ڪافڪا جو تنقيدي اڀياس" غلام حسين رنگريز جو ترجمو ڪيل معلوماتي مضمون مئگزين جي ادبي حصي جي جان هو. سائنس ۾ صرف "زندگي ۽ موت جو ويڇو" متعلق مضمون نظر مان گذريو. وڻيو. ٻارڙن جي حصي ۾ قيوم سنگي، منور عالم انصاري، منظور جوکيو ۽ سائين شان راشدي جي لکڻين کي ساراهي سگهجي ٿو. سگهڙين سٿ ۾ عزيزه قاضي جي تاثراتي ڪهاڻي وڻي.

هاڻي وري ڪجهه نظر فيبروريءَ جي پرچي تي وجهون، ٽائيٽل هن ڀيري سهڻو ڏنو ويو

آهي. مئگزين جو مستقل ڪالم ”پنهنجي پاران“ ۾ هن ڀيري تمام ڏکي ۽ ڏبل ڇپائي ڏيڻ جي ڪري پروف ۾ غلطي تيز تڪڙ جي رفتار ڪري رهجي وئي آهي. ڪالم ۾ لکيل انچارج جو نوٽ جنهن کي هڪ پڙهندڙ، پڙهي آخري جملي تي پهچي ڪجهه وقت هڪي ٻڪي ٿيو رهي پر جڏهن مئگزين جي سلسليوار ڪالم ”اوهانجا خط“ پڙهي ٿو، ته هڪ مطالبو ڪندڙ شخص ڪن اديبن جا نالا لکي چوي ٿو، ته هنن کان لکرايو وڃي. تڏهن هڪ عام پڙهندڙ کي انچارج واري ڳالهه دل سان لڳي ٿي ۽ چوي ٿو. هن جملي ميئيشر ليکڪن جي من کي موهي وڌو هوندو، جو هڪ نگران کين لکڻ تي آماده پيو ڪري. هن ڀيري به ادب جي شروعات، شاعريءَ جي حصي سان ڪئي وئي آهي. شاعريءَ جي ترتيب وٺي. هر هڪ ليکڪ جي شاعري مٺي نموني سان هلائي وئي آهي. شاعريءَ سان هن ڀيري سنڌ و ميراڻي، ناگپال، نقاش، تاجل بيوس، استاد بخاري ۽ خاڪيءَ جوڻيو جا بيت ڏٺا وڃيا — گلشن چنا جي ڪهاڻي عنوان جي لحاظ کان نه پر، پنهنجي تخليقي ذهن کان وٺي. ”لڙڪ، گيت ۽ روشني“ عنوان پيارو آهي. هن عنوان سان ليکڪا نڀائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پر ڪهاڻي وچ تي نه پنهنجو اثر وجهائي ٿي ڇڏي اڳتي هلي ڪهاڻي ختم ٿي ٿئي. الطاف شيخ هن ڀيري هڪ ٻاهرين ادب جي لکيل ڪهاڻي سنڌي ٻوليءَ ۾ ٽرانسليٽ (ترجمو) ڪري پڙهندڙن کي سٺي ڪهاڻيءَ سان گڏ پنهنجو نالو به پڙهايو. هن ڀيري گهڻي تعداد ۾ ٻاهرين ادب جي ڪهاڻي ترجمو ڪري ڇپائي وئي آهي. اها سٺي ڳالهه آهي ته اسان جا باصلاحيت باشعور نوجوان پنهنجي چاڻ آهر ٻاهرين ٻولي جي لکيل لکڻي پنهنجي مٺڙي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري ٻاهرين اديب جي تجربي/مشاهدي ۽ فني ٽيڪنڪ، ۽ هتان جي اديب جي لاءِ منجهيل ماحول ۽ معاشري ۾ لکڻ خاطر ٽيڪنڪ جي پوري پرک پڙهندڙ کي گهر ويٺي ڏني وڃي ٿي. اها ساراهڻ جوڳي ڪوشش آهي. پر انهن به نه ڏيڻ گهرجي جو اسين پنهنجي ٻوليءَ جي ڪهاڻيڪار جي ڇڏي ٻاهرين ڪهاڻيڪار کي ڪهاڻي پڙهون ۽ پنهنجي قلمڪار / اديب کي نظرانداز ڪيون.

## وزير منگي - دادو

* فيبروري جو پرچو پڙهيم، تاريخي مضمون سنڌ سپتا، شاعري ۾ تاجل بيوس، استاد بخاري بيحد پسند آيا. پر تاجل ”بيوس“ جو انهن جهڙيو ڀور ساراهڻ جوڳو آهي. ڀڳونتي ناواڻي جو انٽرويو بيحد پسند آيو.

## امداد سامٽيو

گاهي خان سامٽيو

* شاعري واري حصي ۾ تاجل بيوس، سوز هالائي ۽ ذوالفقار سيال نروار ڏسڻ ۾ آيا. سلطانه وقاصيءَ جون آزاد نظمون به بهترين هيون. نئي وي فنڪار يوسف علي ۽ نور محمد لاشاريءَ سان ڳالهه ٻولهه به وٺي. ”تاجل بيوس“ جي ڪتاب جي مهورت جو احوال ف.م لاشاري صاحب ڏاڍو سهڻن لفظن ۾ پيش ڪيو آهي.

## ايم ايس ٽيوڙو

ڏرو شاه

* هر مهيني هلال مئگزين جو سرورق ڏسي سوچيندو آهيان ته شايد ٿي آئينده شمارو هن جو مقابلو ڪندڙ سرورق ڏسڻ ۾ اچي، پر هر مهيني پنهنجي سوچ غلط ثابت ٿيندي آهي. هن مهيني جي شماري ۾ ”تاريخ جا اهم واقعا“ ۾ تمام ٿورو مواد هئو. تاريخ سان چاهه رکندڙ هي ڪالم شوق سان پڙهندا آهن تنهن ڪري مواد ٿورو وڌائيندا ته چڱو رهندو. فيبروري جي مئگزين ۾ ”سڪندر جي سنڌ تي ڪاهه“ نه ڏسي مايوسي ٿي هئي پر مارچ جي شماري ۾ اهو مضمون ڏسي خوشي حاصل ٿي. مولائي شيدائي هڪ عظيم اديب هوندي به ڪهڙي نه ڪسمپرسي جي حالت ۾ پنهنجي جيون جا آخري لمحا گذاريا، اها وڏي افسوس ۽ عجب جي ڳالهه آهي ته سنڌي اديب ڪهڙي نه گمنامي ۽ ڏکي حالت ۾ پويان پساهه گذاريا. ”عرب دور جي پڇاڙي“ تمام گهڻو متاثر ڪيو. شاعري جي ڀاڱي ۾ تاجل بيوس، استاد بخاري، نثار بزمي، جوهر بروهي آزاد جي شاعري مزو ڏنو. هن مهيني جي مئگزين جو نڪ متحرم دستگير ڀٽي جي هڪ عظيم دوست لاءِ يادداشت جا ٽڪرا ”جي هينئڙي منجهه هرن“ هئي. ترجمو ٿيل ڪهاڻيون ”نقلي گل گلاب جا“ ۽ ”پورهيتن جو وجود“ بهترين ڪهاڻيون هيون. ساڻين سيال جو سفر نامو هر مهيني وانگر دلچسپ ۽ معلوماتي هئو.

## علي احمد رند

جوهي

* محمد ابراهيم جويي جو سنڌي ٻولي بابت مضمون بيحد ڪارائتو ۽ وقتائتو قدم آهي. اهڙا مضمون هن وقت جي اهم ضرورت آهن. گارشيا مارڪز جون اهي تخليقون ترجمو ڪري ڏيو جن سان ڪجهه لاڀ حاصل ٿئي. هن پرچي ۾ سندس هڪ مضمون پورهيتن جو وجود چڱو هو. باقي نقلي گل گلاب جا متاثر ڪري نه سگهيو.

دستگير ڀٽيءَ جي ڪهاڻي ڏاڍي وڻي. نور محمد لاشاري ۽ يوسف علي سان ٿيل انٽرويو پنهنجي نوعيت جو بهريون سٺو انٽرويو هو.

**مخدوم عبدالجليل**
**ڪراچي**

* ادب ۾ اديبن پنهنجو پاڻ ملهايو، خاص طور تي گارشيا مارڪيز جي لکڻين "زقاقي گل گلاڻ" ۽ "پورهيتن جو وجود"، دستگير ڀٽي جي "هيٺڙي منجهه هرن". سائين ابراهيم جويو "مادري زبان ۾ تعليم جي اهميت تي ويچار"، محمد خان سيال جون "آمريڪا جون ڳالهيون" ڏاڍيون وڻندڙ ۽ معلومات بخش هيون. شاعري ۾ تاجل بيوس، استاد بخاري، سلطانه وقاصي ۽ غلام حسين رنگريز ڏاڍا پسند پيا، تاريخي حصو پڻ معلوماتي هيو. سائنسي مضموني اضافي بجاءِ ماڳهين الڪل هيا. سائنس کي اهميت هئڻ گهرجي.

**سڪندر علي بلوچ**
**نئون ڪوٽ**

* هلال مئگزين جو فيبروري ٨٣ وارو شمارو پڙهي دل کي سڪون حاصل ٿيو. سچ ته مئگزين هٿن ۾ ايندي ئي دل خوشي وچان ٽڙي پوندي آهي. هن ڀيري تاريخ جا اهم واقعا، سنڌ سپيتا ۾ عبدالڪريم ڪنڀي ڏاڍي سٺي معلومات ڏني آهي.

فضل احمد بچاڻي جو اڳين ائين هياس پڻ دلچسپ هيو. شاعري جو سلسلو تمام سهڻو آهي اهو بند نه ڪندا. خاڪي جويو جا بيت، ج، ع منگهاڻي جو غزل، مختيار سگهڙ جي وائي، انيل ڪاف جو نظم ڪاري ڪکر هيٺ، سرد پچندر شاد جو غزل، نياز همايوني جو لوڪ گيت، نقاش جي دوها ۽ تاجل بيوس جون شري نظمون انهن جهليو پور نمايان طور آيا. استاد ته اڃان حساب ڏي پيو ۾ وڻندو الله ڄاڻي ڪڏهن؟

**"ساجن مسڪين"**
**سڄاول**

* تازي پرچي ۾ "تاريخ جا اهم واقعا" ۾ سٺي ڄاڻ ملي. فضل بچاڻي صاحب جن جو مضمون "اڳي ائين هياس" ۾ ڪيل محنت سارا هم جوڳي آهي، جنهن ۾ سائين جي ايم سيد ۽ پين اديبن سان ڪيل رهاڻيون بيحد پسند آيون. مطلب ته تاريخ جو حصو بهترين آهي ۽ سنڌي ادب جي پڻ خدمت شاعريءَ جي حصي ۾ استاد بخاري جو غزل، تاجل بيوس جو "گيت"، پين سلطانه وقاصي جي شاعري، نثار بزمي جو غزل "ٿلها ٿو ڏونها هئين" ۽ سچل سنڌي جو تخليقون بيحد وڻيون. محترم محمد ابراهيم جويي صاحب جن جون مضمون سٺو ۽ بهترين آهي ۽ هن مضمون مان سٺي ڄاڻ حاصل ٿي آهي.

مان پين سنڌي اديبن جهڙوڪ محترم عبدالواحد آريسر، محترم امر جليل، شيخ اياز، اديب انقلابي، محترمه ثريا سنڌي، نورالهدي شاهه کي عرض ڪندس ته پنهنجون تخليقون لکي هلال مئگزين ڏي موڪلين ته جيئن سنڌي ادب ۾ هلال جي ذريعي واڌارو اچي سگهي.

**گل انقلابي**
**لاڙڪاڻو**

**جواب:** پياءَ اديبن کي توهان جي اپيل سان اسان کي به شامل سمجهو.

* محترم رشيد ڀٽيءَ جو مولائي شيدائي جن تي مضمون بيحد وڻيو. جنهن ڪري ائين ٿو لڳي ته مئگزين پاڻ تاريخ بڻجي وئي آهي. تاجل بيوس جي ڪتاب جي مهورت جي موقعي جي رپورٽ تمام سٺي ڳالهه آهي، اهڙي قسم جي رپورٽن مان اسان کي سٺي معلومات ڪانسواءِ مصنف جي ڪتاب پڙهڻ جو به خيال اچي ٿو.

**ايوب امراڻي**
**مانجهند**

* هلال مئگزين، سنڌي نوجوانن ۾ ڏينهون ڏينهن مقبول ٿيندي پئي وڃي. اسان جي شهر جا نوجوان مئگزين جو انتظار ائين ڪندا آهن جيئن مومل پنهنجي مينڌري ڪاڻ اوسيئڙي جون ڏکيون راتيون پل پل ڪري پوريون ڪيون هيون! هن ڀيري تاجل بيوس پاڪ قلم ءَ جي سدوري ساعت جي امنگ ۾ جيڪو گيت اڏيو آهي، تنهن گيت جي سنگيت جا سر پرينءَ ڪاڻ جيئڻ جو درس پيا ڏين! اماس جي رات ۾ پيٽ بکي ۽ انگ اگهاڙي آدم جي ٻچڙي لاءِ اوپر ڪان نمودار ٿيندڙ نور جي خوشخبري ئي وڏو ڏڻ آهي! بيوس جي قلم ۽ ڪلا کي سلام ڪريانٿو. استاد بخاري "طوفان آهي" ۾ سمنڊ جي تيز لهرن کي طوفان اچڻ جي علامت سڏي جڻ وقت جي وهڪري کان خبردار ڪيو آهي. استاد جي قلم جي مرليءَ سان وڇوڙي جي ورلاپ سان گڏ ميلاپ جي آس ظاهر ڪندڙ سر پڻ نڪرندا آهن! انهيءَ ذات ۽ لات کي به سلام.

هن ذات جي ڏيهه ۾ نڪور ڪهاڻين لاءِ پيا واجهايون عجب جهڙي ڳالهه آهي!

**ضياءالدين شاهه "ضيا"**
**شڪارپور**






# لحمينا

لحميات پروٽينز جي کوٽ کي پورو ڪرڻ
جي لاءِ هڪ مڪمل غذائي ٽانڪ

روزمره جي ٿڪائيندڙ مصروفيتن ۽ ناقص غذا جي ڪري
ماڻهو عام طور وقت کان اڳ ذهني ۽ جسماني ڪمزوريءَ جو شڪار ٿي وڃن ٿا -
صحت مند ۽ توانو رهڻ لاءِ لازمي آهي ته جسم کي ضرورت مطابق
لحميات (پروٽينز) ڪاربوهائيڊريٽس ۽ ٻيا اهم غذائي جزا پهچايا وڃن ٿا -

لحمينا چوند جڙي ٻوٽين، پروٽينز ۽ ڪاربوهائيڊريٽس جو هڪ
نهايت مفيد ۽ متوازن مرڪب آهي. جيڪو غذائي کوٽ کي ختم ڪري اوهانکي زندگي جا
اعمال ۽ وظائف پورا ڪرڻ جي صلاحيت بخشي ٿو -

---




انسانذات جي خدمت ڪريون ٿا

لحمينا

خاندان جي هر فرد لاءِ
هڪ مڪمل غذائي ٽانڪ

**آوازِ اخلاق**
ديانت داري خود اعتمادي پيدا ڪري ٿي

ADARTS-LA-1/83

# پڙھندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاڻو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۾ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جِهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجھہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **جو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ڌوڙي نيرا، ساوا ڌوڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“. ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)